| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | ادب: اندر ۾ ويٺل جن ڀوت |
| سنڌيڪار | عبدالقادر جوڻيجو |
| صنف: | انٽرويو/ترجمو |
| ڇاپو: | پهريون |
| ڇاپي جو سال: | 2014ع |
| ڪمپوزنگ: | شيردل اعوان |
| ٽائيٽل: | ڪپتان ابڙو |
| ڇپائيندڙ: | ماءِ پبليڪشن |
| قيمت: | 230 رپيا |
| ڪتاب نمبر: | تيرهون |

*ڪتاب ملڻ جا هنڌ: ڪانياواڙ ڪتاب گهر اردو بازار ڪراچي . ٿامس اينڊ ٿامس، ريگل چوڪ ڪراچي . ڪنگ پن ڪتاب ميلو پريس ڪلب حيدرآباد . اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه . رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو . وسيم ڪتاب گهر شڪارپور . ڪامريڊ ڪتاب گهر ڄامشورو . تهذيب نيوز ايجنسي ۽ بڪ شاپ، پنج گلو خيرپور . الفتاح نيوز ايجنسي ۽ ڪتاب گهر، مهراڻ مرڪز سکر . عزيز ڪتاب گهر، بنراج روڊ سکر . ناولٽي بڪ اسٽور، ميرپور ماٿيلو . المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ*

لکپڙه لاءِ

آفيس نمبر 5، فرسٽ فلور، اقصيٰ ٽاور، مشن روڊ سکر

03213985031

# انتساب

پنهنجي پيءُ مريد حسين
جوڻيجي جي نالي، جنهن
مون کي شروع ۾ ئي دنيا
جي وڏي ۾ وڏي سوکڙي
ڏني، جنهن کي آزادي چيو
ويندو آهي.

# مهاڳ

اصل ۾ حقيقت اِها آهي تہ ڪافي وقت کان وٺي پاڻ کان ڪيترائي نوجوان اها گهر ڪندا پئي آيا آهن تہ ڪين لکڻ سيکاريان. اهڙي خواهش تي منجهي پوندو هوس تہ ڪين چئجي تہ ڇا چئجي ۽ اها ڳالهہ ڪيئن سمجهائجي تہ تخليقي ادب سِکيو نہ ويندو آهي، پر اندر ۾ ڪي پوت وينل هوندا آهن، جيڪي ماڻهوءَ کي لکرائيندا آهن. پر مونجهاري جي باوجود انهيءَ سوچ ۾ رهيس تہ ڪتان ڪو اهڙو رستو ڪڍجي جو ڳالهہ رهجي اچي. سوچيندي سوچيندي نيٺ انهيءَ نتيجي تي پهتس تہ دنيا جي مختلف ليکڪن لکڻ جي باري ۾ ۽ پنهنجو پاڻ جي باري ۾ جيڪي ڀرپور انٽرويو ڏنا آهن، انهن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري پڙهندڙن جي اڳيان رکجن تہ جيئن ڪي نوان لکندڙ انهن انٽرويئن ۾ پنهنجو پاڻ کي ڳولي سگهن تہ ٻئي پاسي عام پڙهندڙ بين الاقوامي تخليقي ادب جي ڪٿ ڪري ڏسن تہ اسان جو سنڌي ليکڪ ۽ شاعر ڪٿي بيٺل آهي. پر پوءِ بہ پاڻ جي اڳيان اهو سوال رهيو تہ اهڙا ڀرپور انٽرويو ڪتان هٿ ڪجن

اِهو سوال تڏهين وڃي پڳو، جڏهين پاڻ کي "Writers at work" جا ست جلد هٿ اچي ويا. اصل ۾ اهي غير معمولي انٽرويو سماجي انگريزي رسالي Paris Review ۾ ڇپيا ويا هئا، جن کي هڪڙي هنڌ ڳڏ ڪري ڪتاب "Writers at work " جي صورت ۾ شايع ڪيا ويا هئا. Paris Review نالي اهو گونان گون ادبي رسالو 1953ع کان وٺي اڄا تائين ساڳئي شان مان سان شايع ٿي رهيو آهي، جنهن ۾ اهڙي ساڳئي قسم جا ڀرپور انٽرويو موجود هوندا آهن.

هونئن تہ جي دنيا جي وڏن ليکڪن جا مضمون ٽوڙي تخليقي لکڻيون تہ تڏهين ئي پڙهي سگهبا، جڏهين رسالو خريد ڪبو، جيڪو پنهنجي ملڪ جي حساب سان ڏاڍو مهانگو آهي. پوءِ اهو ڪتابي صورت ۾ وٺجي يا وري E-Book جي ذريعي خريد ڪجي پر E-Book پڙهڻ مان

وري اِهو نقصان آهي تہ اسڪرين جي تيز روشني اکين تي ايڏو تہ بار تي وجهي؛ جو جي ماڻهوءَ کي پنهنجو اکين جو نور وڃائڻو پئجي ويندو. سو اهڙي ڪم کان پاسو چڱو آهي. جي اکين جي نور کي برقرار رکڻو هجي تہ پوءِ سڄو مواد ڪاغذن تي ئي پڙهڻ گهرجي.

پئرس رويو البت اها سهوليت پئدا ڪري ڇڏي آهي جو رڳو انٽرويو انٽرنيٽ تي مفت ۾ ڇڏي ڏنا آهن. ڪمپيوٽر وري اها سهوليت پئدا ڪري ڇڏي آهي تہ جيڪو بہ مواد ماڻهوءَ کي پڙهڻو آهي تہ اهو مواد ڪمپيوٽر سان لڳل پرنٽ مشين جي ذريعي سڄو مواد پنن تي ڇپجي اچي ٿو. هي انٽرويو بہ پرنٽ مشين جي ذريعي ڪاغذي صورت ۾ حاصل ڪري پوءِ ترجمو ڪيا ويا آهن.

انگريزيءَ ۾ لکيل مواد سمجهڻ ۾ سولو آهي جو جي ڪو بہ ماڻهو ڪنهن اکر کي اصطلاح ۾ لکي نٿو سمجهي سگهي تہ ڊڪشنريءَ کان مدد وٺي سمجهي سگهي ٿو. سو انگريزي ڪو ايڏو وڏو مسئلو ناهي. پر اصل ۾ وڏو مسئلو خود سنڌي زبان آهي. جي ماڻهو سنڌي گهڻي ڄاڻندو هوندو تہ اهوئي اهڙو ترجمو ڪري سگهي ٿو جو پڙهندڙ انهيءَ کي آسانيءَ سان سمجهي وڃي. جي سنڌي اڌو ڳابري آهي تہ پوءِ ترجمو ڪرڻ محال آهي. پاڻ پنهنجي سنڌيءَ جي زور تي ئي هي انٽرويو ترجمو ڪيا آهن. هيءُ ترجمو ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهي. انهيءَ جو فيصلو پڙهندڙ ئي ڪري سگهي ٿو.

هن وقت هڪ اڌ ادبي رسالي کي ڇڏي ڪري جيڪو اشاعتي ادارن جو حال آهي. اُنهيءَ کي محسوس ڪري پاڻ تہ انهيءَ نتيجي تائين پهچي ويا هئاسين تہ شايد هي انٽرويو ڪڏهين بہ ڪتابي صورت ۾ شايع نہ ٿين. انهيءَ مايوسيءَ جي ڪري بندل بڌو جو بڌو رهيل هو ۽ ڪابہ اهڙي اميد نظر نٿي آئي تہ ڪو ادارو هن ڪتاب کي شايع ڪندو پر جهڙي نموني ممتاز بخاري ۽ ياسين جوڻيجي ماءِ (۱۹۷۱) پبليڪشن نالي اشاعتي ادارو کولي ڌڙا ڌڙ ادبي ڪتاب شايع ڪيا تہ مايوسي اُميدن ۾ بدلجي وئي. بخاري صاحب همت ڏياري ۽ ڪتاب اوهان جي اڳيان آهي

عبدالقادر جوڻيجو

# وي.ايس نائپال سان ڳالهه ٻولهه

(سنڌ کي پيرن، فقيرن ۽ درگاهن جو پرڳڻو سڏيندڙ وي.ايس نائپال جا وڏا اصل ۾ ڀارت جي پرڳڻي بهار جا رهاڪو هئا، جيڪي برهمڻ هئڻ جي باوجود هارپي جو ڌنڌو ڪندا هئا. پر پوءِ بکن ڏکن کان رت تيءِ لاءِ وجي ٽرينيڊاڊ، ويسٽ انڊيز ۾ وينا. سندس پيءُ سيپرساد ٽرينيڊاڊ ۾ ئي ڄائو ۽ اُتي ئي ننڍو تي وڏو ٿيو. سيپر ساد کي ٻه پٽ ۽ پنج ڌيئرون ٿيون، جن مان وي.ايس نائپال ٻيو نمبر اولاد هو، جيڪو 17 آگسٽ 1932ع تي ڄائو. خود سيپر ساد هڪ مقامي اخبار جو خاطو هو، جنهن 1933ع ۾ ڪالي ماتا جي پوڄا تي هڪ مضمون لکيو. جنهن جي ڪري کيس قتل جون ڌمڪيون مليون. نائپال شروعاتي تعليم ٽرينيڊاڊ ۾ حاصل ڪئي. جڏهين ته کيس اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ آڪسفورڊ موڪليو ويو. ائين هو تعليم سانگي 1950ع ۾ انگلينڊ پهتو ۽ 1951ع ۾ کيس نفسياتي بيماري تي پئي. 1953ع ۾ سندس والد به وفات ڪري ويو. 1954ع ۾ نائپال ڏهن مهينن لاءِ سيمينٽ جي فئڪٽريءَ ۾ نوڪري ڪئي. اُتان کان پوءِ ساڳي سال ۾ BBC ۾ ايڊيٽر مقرر ٿيو. 1955ع ۾ انگريزي ڇوڪري پيٽريشيا سان شادي ڪيائين. 1957ع ۾ سندس پهريون ناول "The Mystic Masseur" ڇپجي پڌرو ٿيو. 1960ع ۾ پهريون ڀيرو ٽرينيڊاڊ واپس موٽيو ۽ اتان پوءِ ڏکڻ آمريڪا جو به دورو ڪيائين. سندس مشهور ناول "A house for Mr.Biswas" 1961ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. 1962ع ۾ ڀارت جو دورو ڪيائين. 1966ع ۾ يوگينڊا ۾ پنهنجي دوست پال ٿيرو جو مهمان ٿي رهيو. جنهن مٿس مشهور ڪتاب "Sir Vidia's Shadow" لکيو. جيڪو سندس ٽيهن سالن جي ياريءَ تي ٻڌل

هو. 1971ع ۾ کيس پنهنجي ناول "In a free state" تي بوڪر پرائيز مليو. ساڳئي سال ليڪچر ڏيڻ جي سلسلي ۾ نيوزيلينڊ وڃڻو پيس. 1981ع ۾ ايران، پاڪستان، ملائيشيا ۽ انڊونيشيا جو دورو ڪيائين. ساڳئي سال سنڌ ۾ آيو ته علي احمد بروهي کيس سنڌ گهمائي. پر جڏهن علي احمد بروهيءَ کي سندس اصليت جي خبر پيئي ته خوف وچان کيس اڌ ۾ ڇڏي پڄي ويو. 1990ع ۾ وري ڀارت جو دورو ڪيائين. جنوري 1996ع ۾ سندس وفادار ۽ خدمت گار زال پئٽريشيا گذاري وئي ۽ ساڳئي سال سرائيڪي خاندان جي عورت نادره علويءَ سان شادي ڪيائين. اڳتي هلي ڪري کيس ادب جو نوبل پرائيز مليو. تنهن کان اڳ ۾ کيس برطانيه جي راڻي طرفان "سر" جو خطاب پڻ مليل هو.

1960ع کان وٺي 1995ع تائين جيڪي هن مختلف اخبارن، رسالن ۽ يونيورسٽين جي جرنلن کي انٽرويو ڏنا، اُهي ئي هن بندي کي هٿ اچي سگهيا آهن. انهن مان ڪجهه چونڊ سوالن جا چونڊ جواب هتي پيش ڪجن ٿا ته جيئن سندس وقت سان گڏ تبديل ٿيندڙ راين جو جائزو وٺي سگهجي. ته سندس ذهني ارتقاء ڪيئن ٿي آهي. هٿ اهو به عرض ڪري ڇڏيان ته کيس جيڪو ادب ۾ نوبل پرائيز مليو، اهو هنن انٽرويوئن کان پوءِ مليو. بي ڳالهه ته هن جيڪو "Pairs Review" کي انٽرويو ڏنو، اهو هن بندي کي هٿ اچي نه سگهيو آهي. نه ته ڪر اُهوئي هڪ انٽرويو ترجمو ڪجي ها. پر لاچار کي آچار ڪونهي. پر هنن سوالن جوابن مان اهو پتو ٿو پوي ته هڪ جينيوئن ليکڪ پنهنجي راين تي ڪيئن نظر ثاني ڪندو رهندو آهي.

<u>سنڊي گلينر 1960ع:</u>

ڊيرڪ والڪاٽ هن کان اڳ ۾ تون هتي هُئين ته تو هتان جي باري ۾ ڪتاب "Middle Passage" تي ڪم پئي....

نائپال: ها، هتان جي سرڪار منهنجي اسڪالر شپ مقرر ڪئي ته اُنهيءَ خرچ پکي ته هيڏانهن واپس موٽي اچي، هتان جي باري ۾ ڪتاب لکان....

پهرين ته ٿوري آناڪاني ڪيم، پر پوءِ فيصلو ڪيم ته اهو ڪم ڪيو. اصل ۾ مون جيڪو هيڏانهن اچڻ کان ٽاريو پئي، ته انهيءَ جو ڪارڻ اهو هو ته آئون فڪشن لکڻ وارو ماڻهو آهيان، سو نان فڪشن جو ڪتاب ڪيئن لکندس. پاڪان ته اهو ڪم منهنجي ڏانءَ وٽان ئي ڪرڻ هو.

آئون اجان تائين بہ نان فڪشن کي حد کان وڌيڪ ڏکيو ڪم سمجهندو آهيان. اصل ۾ نان فڪشن لکڻ وقت ڪيترن ئي وکريل خيالن کي ترتيب ۾ آڻڻو پوندو آهيان. مون کي پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ جيڪو ڏکئي ۾ ڏکيو ڪم لڳو هو، اهو پارت جي باري ۾ نان فڪشن جو ڪتاب "An area of Darkness" لکڻ هو. اهو ڪتاب مون سال کن اڳ لکي پورو ڪيو هو، پر اجا تائين آئون ٿڪل ٿڪل آهيان، ھُتي منهنجو رت چوسي ڇڏيائين.

ٿئي چا ٿو، جو سفر دوران ذر ذر ساڳيون ڳالهيون سامهون ٿيون اچن. هر واقعو اڳئين واقعي جهڙو ۽ هر ڪو ڏينهن اڳئين ڏينهن جهڙو گذري ٿو. ڪجهہ مهينا پارت ۾ گذارڻ کان پوءِ مون کي لڳو تہ مون وٽ لکڻ لاءِ ڪجهہ بہ ناهي، جي سچ ڪري پڇين تہ مون لکڻ تان ئي آهو پلي ڇڏيو هو، پر چا ڪيان، جو مون پبلشر کان اڳواٽ ئي پئسا وٺي ڇڏيا هئا، تنهنڪري جي ڪتاب نٿو لکان، تہ پئسا ٿا واپس ڪرڻا پون. پئسا واپس ڪرڻ جو مون ۾ دم خم نہ هو، سو لاچار ٿي ڪتاب لکيم

ڊيرڪ والڪاٽ: پر پارت تي تنهنجو ڪتاب مون کي تہ حد کان وڌيڪ وڻيو آهي ۽ تو انهيءَ ۾ پنهنجو رد عمل ڏيکاريو آهي. انهيءَ ردعمل جا احساسات تہ ڏوپار لڳا پيا آهن. پارتي سماج تو انتهائي گهرائيءَ سان ڏٺو آهي چا؟

نائپال: هڪڙو سماج ٻئي سماج کان ڌار تہ هوندو ئي آهي. ٽرينداڊ جو سماج ڦرڻو گهرڻو آهي. ڪڏهين پريءَ ۾ تہ ڪڏهن پاڪر ۾. ٽرينداڊ جي مقابلي ۾ پارت يڪسوئيءَ وارو ملڪ آهي، تنهن ڪان پوءِ پارت جو سماج سمجهڻ ۾ سولو آهي. چاڪاڻ تہ اتان جو سماج پاڻ وهيٺو ۽ الڳ ٿلڳ قسم جو آهي. تنهن ڪري اتي سچ ڳولهي لهڻ يا سچ کي ويجهو وڃي پوڻ ممڪن آهي.

ڊيرڪ والڪاٽ: تو پنهنجي انهيءَ ڪتاب ۾ اهو بہ ڄاڻايو آهي تون جڏهن پارت پيو اچين، تہ تڏهن تو کي پارت اڻ ڄاتو ۽ اوپرو ملڪ پئي لڳو. پر هاڻي تون جو پنهنجي اباڻي ملڪ ٽرينداڊ ۾ موٽي آيو آهين تہ تو کي اهو محسوس ٿئي ٿو تہ تون پنهنجي هتان جي انڊين ڪميونٽي ۾ ڌاريو ناهين، يا مورڳو هتان جي انهيءَ سماج ۾ پنهنجو پاڻ کي ڌاريو ٿو محسوس ڪرين؟

نائپال: آئون نٿو سمجهان ته ڪو ماڻهو پنهنجي مائٽاڻي ڪميونٽيءَ کان انڪاري ٿي سگهي ٿو. ائين ڪٿي سمجهه ته انهيءَ حد تائين هتان جي ڪميونٽي سان ڳنڍيل آهيان، اڄ ته ڪونه ويندي.

ڊيرڪ والڪاٽ: آئون اهو ڪونه ٿو چوان ته ڪو ماڻهو پنهنجيءَ اڄ کان انڪار ڪري ويهي رهي. منهنجي چوڻ جو مطلب اهو آهي ته تون هن ملڪ مان اکڙيل آهين يا نه؟ هتي پهچڻ کان پوءِ ڇا ٿو محسوس ڪرين؟

نائپال: او. ها. هيءَ هنڌ مون لاءِ هڪ ڊيجاريندڙ هنڌ آهي. هتي پهچڻ کان پوءِ مونکي لڳي ٿو ته هيءَ هنڌ مونکي ڪٿي صفا نه رَهڙي نه وجهي. ڏاڍئڻ وانگيان ٿو لڳي.

ڊيرڪ والڪاٽ: هن دنيا ۾ تون پنهنجو پاڻ کي ڪٿان جو ٿو سمجهين؟

نائپال: منهنجي چوڌاري دنيا موجود آهي. انهيءَ ۾ رهندي جڏهن چوڌاري نظر ٿو ڦيرايان، ته مون کي ذهني ۽ جسماني تڪليف محسوس ٿي ٿئي. مون کي مايوسي ۽ خطرو محسوس ٿئي. خاص ڪري انگلينڊ ۾، جتي گليمر اچي ٿو آهي. اهو "Pop" جو اکر ته بڌو هوندءِ. پاپ آرٽ، پاپ ميوزڪ، پاپ فلاٿو ۽ پاپ الاٿو. اهڙن اکرن هتي وجائي ڇڏيو آهي. بيو ته نهيو، پر هاڻي سياست به "پاپ پاليٽڪس" بڻجي چڪي آهي.

ڊيرڪ والڪاٽ: پلا "اسٽائيل" جي باري ۾ ڳالهائيندين؟ جي ڳالهائيندين ته اُها ڳالهه ڏاڍي دلچسپ هوندي. ڇاڪاڻ ته اهو ڄاڻڻ ٿو گهران ته نثر لکڻ، سو به صاف ۽ چٽو لکڻ، ڪيترو ڏکيو ڪم آهي. بي ڳالهه اها ته تنهنجي لکڻين ۾ جيڪا اسٽائيل آهي. جيڪا چٽائي آهي ۽ جيڪو دم خم آهي، اهو مون کي وڻن ٿا.

نائپال: آئون انهيءَ راءِ جي خلاف آهيان ته ڪو ليکڪ ڄائي ڄم کان وٺي قدرتي طور تي جينيئس هوندو آهي آئون اها ڳالهه به مڃڻ لاءِ تيار ناهيان ته ڪو ليکڪ جي روح مان ادب پاڻمرادو ۽ تسلسل سان تخليق ٿيندو ويندو آهي. ذات ذتيءَ جو تصور ئي اجايو آهي. ليکڪ وٽ جيڪا اسٽائيل هوندي آهي. اُها تمام گهڻو سوچڻ کان پوءِ ايندي آهي. هوا ۾ ڦوڪون ڏيڻ سان نه ايندي آهي. اصل ۾ جيڪا گهري سوچ هوندي آهي. ته انهيءَ مان ئي معلوم ٿيندو آهي ته توهان ڇا ٿا لکڻ گهرو. لکڻ ۾ اهوئي مرحلو ڏکئي ۾ ڏکيو هوندو آهي. انهيءَ ڊگهي ۽ ڏکئي مرحلي

کان پوءِ ئي ليکڪ جي ور پلي شئي چڙهندي آهي، جنهن کي ٻوليءَ جا أهي لفظ، اصطلاح ۽ جملا چيو ويندو آهي، جيڪي توهان پنهنجي لکڻيءَ ۾ ڪتب آڻيندا آهيو.

ڊيرڪ والڪاٽ: تو جيڪو ڪتاب "An Area of Darkness" ڀارت جي باري ۾ لکيو، انهيءَ ڪتاب تي ڀارت ۾ ڪهڙو ردعمل ڏيکاريو ويو؟

نائپال: منهنجي خيال ۾ چڱو رد عمل ڏيکاريو ويو. البت جيڪي ڀارت جا رهاڪو نہ هئا، اهي منجهي پيا. ڀارت مان جيڪي اخبارون نڪرن ٿيون ۽ اتان جا انٽليڪچوئل جيڪي ڪجهہ سوچين ٿا، انهن جو معيار چڱو آهي. اهي پاڻ ڀارت جي روحانيت ۽ اتان جي پراڻي تهذيب جي راڳ ڪان ونءُ ويندا آهن، ڪجهہ ڄڻن جو وري اهو خيال هو تہ اتان جي سماج مٿان جيڪو تهذيب جو گند چانيل هو، اهو مون لاٿو آهي. باقي منهنجا پنهنجا تہ احساسات اِهي هئا تہ مون پنهنجي ليکي لفظن جملن ۽ تصورن کي چڱيءَ طرح استعمال ڪيو هو، باقي رڳو ڇهن صفحن تي پنهنجي موضوع جي چند چاڻ ڪئي هئي.

ڊيرڪ والڪاٽ: زندگيءَ ۾ ڪي ڏکيا سال گذريا؟

نائپال: هڻ تہ سهي... ڈاڍا ڏکيا سال گذاريم. آئون نٿو سمجهان تہ ڪو أهي سال اجا تائين بہ ختم ٿيا هجن. آئون اجا تائين انهيءَ وقت جي ڏکن ۽ ڏنين کي پنهنجي سِر تي محسوس ڪندو آهيان. منهنجي خيال ۾ اهو 1958ع جو سال هو. انهيءَ سال جي عذابن کان اجا تائين الڳ ٿي نہ سگهيو آهيان. انهيءَ سال مون وٽ ٽڪو بہ نہ هو. مونکي ياد ٿو اچي تہ انهيءَ وقت مون وٽ هڪ ٽاءِ هئي. پوءِ جڏهن سال گذرڻ ڪانپوءِ نئين ٽاءِ خريد ڪئي تہ انهيءَ پراڻي ٽاءِ کي دڪان جي دسٽ بن ۾ اڇلائي ڇڏيو. ڏاڍو ڏکيو سال گذريو.

ڊيرڪ والڪاٽ: ڪڏهن ڪو اهڙو خيال آيئي، جو سوچيو هجيئي تہ لکڻ تان هٿ ٿو کڻان؟

نائپال: ها. 1957ع ۾ لکڻ تان هٿ کنيم. لکن ڇڏي وجي هڪ اشتهاري ڪمپنيءَ ۾ ڪاپي رائيٽر بڻيس پورا ڏهہ هفتا اها نوڪري ڪيم.

ڊيرڪ والڪاٽ: انگريزيءَ جي ليکڪن سان ملندو آهين؟

نائپال: ها. ملندو تہ آهيان، پر جهونن ليکڪن سان، جيڪي

سائيڪي ڪان چڙهيل هجن. ٿورن ليکڪن سان ملندو آهيان .... مون کي جهونا ماڻهو وڻندا آهن.

ڊيلي ٽائيمز 1971ع

هيملٽن: ڪافي وقت اڳ تو TLS ۾ مضمون لکيو هو. انهيءَ مضمون ۾ تو هڪ ته ڄاڻايو هو ته تون هڪ اوپري سماج ۾ اوپرو ماڻهو آهين ۽ اڪيلائپ جو شڪار آهين. ٻيو اهو ڄاڻايو هو ته اوپرو ماڻهو هئڻ جي باوجود هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ تون انگلينڊ جي ادب سان ڳانڍاپيل آهين. تون انگريزي ادب ۾ ئي پروان چڙهيو آهين ۽ انگريزي زبان ۾ ئي لکين ٿو. پر گڏوگڏ تون اهو به ڄاڻايو هو. ته تون جيڪي ڪجهه لکين ٿو، انهيءَ جو انگريزي ادب جي روايتن سان ڪوبه واسطو ناهي؟

نائپال: اجا تائين اها حقيقت آهي. جنهن کان ڪابه ڪن لاتار ڪري نٿي سگهجي. آئون انهيءَ ڳالهه کان چڱيءَ طرح واقف آهيان ته هن ملڪ ۾ منهنجو پنهنجي پڙهندڙن سان سڌيءَ ريت ڪوبه رابطو ناهي اهائي حقيقت مون لاءِ خوشيءَ جو سبب آهي. اها هڪ فطري ڳالهه آهي ته جن حالتن ۾ ڪو ماڻهو لکندو آهي ته پڙهندڙن جي خواهش کان هٽي ڪري پنهنجي ليکي لکندو آهي. جيڪا پڻ مزيدار ۽ وڻندڙ حقيقت آهي. پر جي آئون لنڊن ۾ نه هجان ها ته ليکڪ بڻجي نه سگهان ها. ڇاڪاڻ ته ڇپائي جا وڏا وڏا ادارا. رسالا ۽ BBC هتي ئي آهي. جن سان ليکڪ جو هر قسم جو تعلق رهي ٿو. انهن سيني ادارن جي ڪري ماڻهو روزي ۽ روٽي حاصل ڪري سگهي ٿو. مون لاءِ لنڊن هڪ ميٽرو پوليٽن مرڪز به آهي. ته ڪمرشل مرڪز به. انهن سيني ڳالهين جي باوجود آئون اجا تائين اوپرائپ جو شڪار آهيان. پنهنجو پاڻ کي هن شهر ۾ پناهگير ٿو سمجهان. هتي رهي مون ڪا ذاتي اهميت ناهي حاصل ڪئي. هتان جي مقامي ماڻهن جي گهرجن کان منهنجون گهرجون الڳ آهن.

هيملٽن: ائين ته ناهي جو تون هتي رهي اداسي ۽ نااميديءَ جو شڪار آهين ۽ توکي لڳي ٿو ته پاڻ کي هجوم ۾ گم ٿي ويل ليکڪ ٿو سمجهين؟ تو اهو ته محسوس نه ڪيو آهي ته تون ڪڏهين به انگريزيءَ جو باقاعدي ليکڪ بڻجي نٿو سگهين؟ اهو ڪو تنهنجو پنهنجو ذاتي خيال هوندو. باقي هوئنن ته جيڪا تنهنجي لکڻ جي ٽيڪنيڪ آهي. جيڪا

حڪمت عملي آهي ۽ سيني کان وڏي ڪري جيڪو تنهنجو اسٽائيل آهي.
اهو سڀ ڪجهه تنهنجي شروعاتي ڪتابن ۾ به آهي. انهيءَ ڪري شروعات کان وٺي هتان جا پڙهندڙ توکي سڃاڻن به ٿا ته واڪاڻ به ڪن ٿا. تو تيزيءَ سان هتي پنهنجو نالو ڪمايو آهي. هوئنن به انگريزي پڙهندڙ جو سڄو ڌيان تنهنجي اوپري ۽ اڻ ڄاتي مواد مان وڌيڪ مزو ماڻيندو آهي ۽ دلچسپي وٺندو آهي؟

نائپال: منهنجي دماغ جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اها ڳالهه وينل آهي ۽ جيڪا ڪنهن حد تائين مون کي پاڻ ٿي پوي. اها منهنجي شروعاتي ڪم جي باري ۾ آهي. اها اِها آهي ته انهيءَ ڪم ۾ منهنجو جيڪو دنيا جي باري ۾ اندازو هو. ته مون کي سڄي دنيا کي سامهون رکي لکڻو پوندو. پر ڳچ وقت جي ڳوڙهي سوچ کان پوءِ آئون انهيءَ نتيجي تي پهتس ته. نه ته ڪو منهنجو ملڪ آهي ۽ نه ئي وري ڪو منهنجو سماج آهي. آئون هڪ بي وطن ماڻهو آهيان، جنهن جي اڳيان رکي مون کي ڪجهه ٻيو لکڻ گهرجي ها ۽ مون کي هيءَ دنيا ڪنهن تازي توانائي انداز ۾ ڏسي، پوءِ ڪجهه لکڻ گهرجي ها. ظاهر آهي ته اهڙو ڪم ڏکيو به هجي ها ۽ ڳچ وقت به وٺي ها. باقي جيڪڏهن ڪو ماڻهو پڙهي پڙهي لکڻ جي سکيا ٿو وٺي ۽ ناول کي ڪا مخصوص شئي سمجهي ٿو، ته سندس ناول جو مواد توڙي گهاڙيٽو خالي پٽي جو شڪار ٿئي ٿو وجهي ۽ ڪا شئي ڪنهن سان نه جڙندي. لکڻ وقت پتو ئي نه هوندو. ماڻهو ڪيڏانهن پيو وڃي. سو ائين ته ناول لکڻ ڏکيو ڪم آهي. پڙهي پڙهي لکڻ مان ڪجهه به نه ورندو آهي.

ڊيلي دي لسنر. 1971ع

جم ڊگلس هينري: جيئن موزارٽ جاتي جم کان وٺي سنگيت ڪار هو، ائين تون به ڄائي ڄم کان ليکڪ هوندين؟

نائپال: آئون نٿو سمجهان ته ڪو آئون ڄائي ڄم کان ليکڪ هجان. مون ته ڏکيا ڏينهن گذاري انهن ڏکين ڏينهن کان لکڻ سکيو آهي.

جم ڊگلس هينري: تو پهريون پيرو ڪڏهن سوچيو ته تون ليکڪ بڻجي ويو آهين؟ لکڻ کان اڳ ۾ تو ڪڏهن چاهيو هو ته تون واقعي لکي سگهين ٿو؟

نائپال: اها ڳالهه ته پڪي سمجهي ڇڏ ته ماڻهو پنهنجو پاڻ کي

پرڪيندو رهندو آهي. ائين ٿي ليکڪ جي دماغ ۾ لکڻ لاءِ پيار وڌندو ويندو آهي. بس ائين سمجهه ته آئون جڏهن ٻار هوندو هوس. ته بابا کي لکندي ڏسندو هوس.منهنجو پيءُ ڪهاڻيون لکڻ جي ڪوشش ڪندو هو. پر پوءِ جڏهين آئون ٽيهه ٽيهه ٽيهن تيس ته مون ڪڏهين به لکڻ جي ڪا به ڪوشش نه ڪئي. چاڪاڻ ته معجزو نه ڪونه ٿيو هوم. جو لکڻ شروع ڪري ڏيان. مون وٽ لکڻ لاءِ ڪجهه هوئي ڪونه. منهنجو ته خيال اهو ٿو چوي ته ڪو ڪتاب لکڻ کان اڳ ۾ ليکڪ اندران خالي خالي هوندو آهي. "اِرون شا" جڏهين اجا ناول لکڻ جي شروعات ڪئي ته اِهو چئي وينو ته لکڻ کان اڳ ۾ ماڻهو اڻ گهڙيو ڪاٺ آهي. سو ماڻهو نه ائين هوندو آهي. جڏهن گهڙجي وجي چيهه ٿئي. لکڻ کان اڳ ۾ چڱي خاصي ڪوشش ڪرڻي ٿي پوي. ماڻهوءَ جي جيئن عمر وڌندي ويندي آهي. ته ڪيس ڪيتريون ئي نيون شيون محسوس ٿينديون ويندیون آهن. نوان تجربا ٿيندا ويندا آهن. ڪتاب لکڻ ۾ ماڻهو تڏهن وجي لکڻ تي وٺ پڪڙ ڪندو آهي. جڏهن سندس ذهن ۾ ڪتاب جو ڪو خاڪو جڙندو آهي. انهيءَ ماڻهوءَ جو ياڳ ۽ نياڳ به هوندو آهي. تون جنهن ڪتاب "In a Free State" جو ذڪر ڇيڙي وينو آهين. ته اهو ڪتاب اڻ وڻندڙ سفر، هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ تائين ۽ هڪ ثقافت کان ٻي ثقافت تائين جي رولڙي کان پوءِ وجي لکيو اٿم.

ٽرانزيشن. 1971-40ع

آڊرين روو: مسٽر نائپال. تنهنجي ڪتابن مان مون کي جيڪو حد کان وڌيڪ موچارو تاثر مليو. اهو اِهو آهي ته ٻين سڀني شين کان وڌي ڪري ايمانداريءَ جون گهرجون پوريون ڪجن. تنهنجي خيال ۾ آئون ڳالهه صحيح ٿو چوان؟

نائپال: پانبان تو ته صحيح ڳالهه آهي. اهو جيڪو تاثر آهي، اهو سنجيده ادب کي چڱيءَ طرح پڙهڻ کان پوءِ مليو ٿو. ليکڪ ٽبڻ جي جيڪا خواهش آهي. اها ٻين ماڻهن کي پڙهڻ ۽ پڙهڻ کان پوءِ پوري ٿئي ٿي. جنهن مان اهو پتو پوي ٿو ته ليکڪ جي ڪيتري ڊگهي نظر ۽ ڳوڙهي جاچ هڻي ڪيپ. پر انهيءَ هوندي به اسان کي اهو ڳولي لهڻو آهي ته اهو آواز ڪهڙو آهي. انهيءَ جي حاصلات لاءِ مون کي تمام گهڻو پڙهڻو پيو ۽ الاهي سارا ڪتاب نظر مان ڪڍڻا پيا. تنهن کان پوءِ وڃي

مون کي پتو پيو تہ مونکي چا ٿو کپي. منھنجون محسوسات کھڙيون آھن ۽ مون کي پنھنجي ردعمل ۾ ڪيترو ڀروسو آھي. انھيءَ ڪان پوءِ لڳم تہ لکڻ رڳو ميار لاھڻي ناھي. جو توھان ھڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ پنھنجي ڏِکِي نظر ڪان بہ ٿتي ڌار ٿي وجو ۽ انھيءَ ڳالھہ ۾ منجھي بيھي رھو، تہ توھان کي چا چوڻو آھي ۽ ڪيئن چوڻو آھي. مثلاً تيرھن سال اڳ مون "نيو اسٽيٽمين" ۾ ڪتابن تي تبصرا لکڻ شروع ڪيا، جن جي ڪري ليکڪن ۽ سندن چاھيندڙن کي شاڪ رھيو. انھيءَ ڪان پوءِ جڏھن ھڪ تبصري نگار جي حيثيت ۾ پنھنجن تبصرن تي چڱيءَ طرح غور ڪيم، تہ مونکي لڳو تہ آئون گند پيو ڪريان. اھا ڳالھہ محسوس ڪرڻ ڪان پوءِ ھڪ ڏينھن دئونس ۾ اچي، مون اھو ڪجھہ لکڻ گھريو، جيڪو مون کي بذات خود ھڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ لکڻ کپي ھا. اھا ڳالھہ بہ ھڪ خاص ڪتاب پڙھڻ ڪان پوءِ ٿي. جڏھن تبصري نگار جي بدران ھڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ لکڻ شروع ڪيم تہ واھہ جو ڪم ٿي ويو. ائين پئي لڳو جڻ لفظ پاڻمرادو ھڪ ٻئي جي پويان ڦٽي رھيا ھجن ۽ ڳائي رھيا ھجن. ماڻھن کي منھنجو اھو ڪم وڻيو. منھنجي زندگيءَ ۾ اھو ھڪ وڏو واقعو ھو، جنھن جي نتيجي ۾ مون پنھنجو پاڻ کي ڳولي لڌو ۽ لڳم تہ بين تي تصبري ڪرڻ جي بدران، منھنجون پنھنجون لکڻيون ئي وڏي حيثيت ٿيون رکن.

آدرين روو: ڪنھن سڌي سادي سماج ۾ رھندي، لکڻ جي شروعات ڪرڻ مان ڪو فائدو آھي چا؟ ڪا مدد ملي ٿي چا؟

نائپال: انھيءَ ڳالھہ جا بہ رخ آھن، جي ٻنھي رُخن جي پيٽ ڪجي تہ پوءِ فائدي جي بدران نقصان جو "پڙ" ڳرو آھي. ليکڪ تہ پنھنجي سماج آھر ڪڏندو، توھان ڪنھن رڻ پٽ ۾ وڻ تہ پوکي نٿا سگھو. آئون اڃا جڏھن ٻار ھوس تہ ٽرينڊاڊ ۾ رھندو ھوس، تہ اتي تہ ڪو صحيح معنيٰ ۾ ڪتاب گھر ئي نہ ھو، جو ڪو ماڻھو ڄاڻ حاصل ڪري سگھي. نہ ئي وري اتي ڪي اھڙا ماڻھو ھئا، جيڪي ادبي مامرن جي باري ۾ ڪا راءِ رکندا ھجن. جيڪا ھڪ فطري ڳالھہ ھئي. اتي ھڪڙو تہ انٽيلڪچوئلزم جو نالو نشان نہ ھو، متان وري اتي ڪابہ اھڙي سرگرمي نہ ھئي، جو توھان جا لکيل ڪتاب ڪو خريد ڪري ۽ ليکڪ جي حيثيت ۾ ڪو ھٿي ڏئي. اھوئي تہ عملي طور تي نقصان ھو. اھڙي قسم جو ملڪ ۾ ڪي ماڻھو اھڙا ملي پيا سگھن. جيڪي اوھان

تي اها بار پري رکن ته سياست جي باري ۾ ڪو ڪتابچو لکي ڏيو، جنهن مان اهي ڪو فائدو حاصل ڪري سگهن. باقي اتان جي اصلي زندگيءَ جي معيار جي باري ۾ يا رهڻي ڪهڻيءَ جي باري ۾ يا وري اتان جي وهندڙ وڳندڙ ثقافت جي باري ۾ ڪو شعور ئي نه هو. ڪا اهڙي ثقافتي سرگرمي به ڪانه هئي اهڙيءَ حالت ۾ ليکڪ لکي ته ڇا لکي. اتي ته ليکڪ ائين هو جڻ ڪا آسماني اوپري مخلوق هجي. اتي ليکڪ ڪنهن اهڙي دوستو وسڪيءَ وانگر هو، جيڪو 1865ع ۾ آسٽريليا ۾ پنهنجا لکيل ڪتاب وڪڻندو هجي، جيڪا ڳالهه نهي ئي ڪانه ٿي. خير، جڏهن مون لکڻ جي شروعات ڪئي ته مون سمڏو ته آرٽ جي ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ اهڙو فن تخليق ڪري رهيو هجان، جيڪو آفاقي سطح تي مڃتا حاصل ڪرڻ جوڳو هجي. (نائپال لکڻ جي شروعات انگلينڊ ۾ ڪئي هئي) هاڻي وڃي مون کي خبر پيئي آهي ته سڄي جو سڄو فن مقامي هوندو آهي، جيڪو فن تخليق ڪندڙ ۽ فن وصول ڪندڙ جي وچ ۾ رابطو هوندو آهي ۽ ٻنهين ڌرين وٽ ساڳيا هٿيار هوندا آهن.

آڏرين روو. مون آفريڪي ادب پڙهيو آهي، اتان جا ليکڪ انهيءَ ڳالهه لاءِ آتا آهن ته خالص "آفريڪي ادب" کي هٿي ڏني وڃي، ته جيئن ايندڙ نسل آسانيءَ سان وڌيڪ بهتر انداز ۾ خالص "آفريڪي ادب" لکي سگهي. پر منهنجو خيال آهي ته اهي پل ۾ آهن؟

نائپال. چونه وڏي ڇڏ تا ڪن. انهيءَ ۾ ڪا شڪ جي ڳالهه ناهي ته ڪيترائي سنا آفريڪي ليکڪ موجود آهن. گهڻن ماڻهن جو خيال آهي ته چينوئا آچي به تمام وڏو ليکڪ آهي، پر سندس ڪوبه ڪتاب سندس ملڪ ۾ ڇپيو ناهي هن جيڪي ڪجهه به لکيو آهي. انهيءَ تي ڪيس غير ملڪي مارڪيٽ تي ياڙڻو پيو آهي. اها هڪ سني ڳالهه آهي ته هو ڪٿي نه ڪٿي ته ليکي ۾ آيو آهي، پر سندس ملڪ ۽ سندس مقامي سماج ۾ ته سندس ڪتابن جي ڪابه جاڻ سڃاڻ ناهي. ٻاهرئين دنيا کي ڇڏي باقي ٻنهنجي ليکي پاڻ پنهنجي ڪتابن جي اوک ڊوک ڪندو وتي، ته پلي وڃي ڪري.

ڊيلي دي لسنر، 1977ع

جارلس وهيلر: مغربي ماڻهن جي مقابلي ۾ تون پارت جي باري ۾ گهڻ غير جذباتي آهين. منهنجو ئي ڪٿي مثال وٺ. مون جهڙا سي

مغربي ماڻهو پارت کان ڏاڍا چڙيل آهن. پر تو جيڪو پارت جي باري ۾ ڪتاب لکيو آهي (India—A Wounded Civilization) انهيءَ ۾ تون چيڙاڪ ماڻهو هوندي به، ايترو چڙيل نظر نٿو اچين؟

نائپال: ڏس نه، منهنجو اصل نسل اندين آهي، منهنجا وڏا پارت جا رهاڪو هئا. شروع کان وٺي جيڪي ڪجهه سوچيندو اچان، انهيءَ مان نتيجو ڪڍيو اٿم ته هن دنيا ۾ ماڻهوءَ جي سڃاڻپ ۽ اهميت سندس پنهنجي شخصيت ۽ سندس ڪم جي ڪري نه، پر سندس سياسي حيثيت جي ڪري هوندي آهي. ۽ اهو ڏنو ويندو آهي ته سندس هٿ ۾ ڪهڙي ملڪ جو جهنڊو آهي. آئون دنيا جي بنهه پوئتي پيل ملڪ (ترينداد، ويسٽ انديز) جي هڪ ننڍڙي ۽ معمولي ڪميونٽيءَ مان نڪتس ۽ چاهيم پئي ته ڪنهن وڏي دنيا پيڙو ٿيان. انهيءَ وڏيءَ دنيا ۾ پهچڻ ڪانپوءِ وڃي ترپون ڪوڙيم ته منهنجي هٿ ۾ ڪنهن به ملڪ جو جهنڊو ناهي. انهيءَ ڪري منهنجو ڌيان پارت ڏانهن ويو. پر مون لاءِ ڏک جي ڳالهه اها آهي ته مون پارت جي باري ۾ ايترا سال سوچيو. پر جڏهن پارت ويس ته مون کي اهو لڳو ته ڪنهن مون کي تڏا هڻي، مون کي اتان ٻاهر ڪڍيو هجي. مون لاءِ پارتين طرفان سڌو سڌو پيغام هو ته پارت جو هر ماڻهو پنهنجو پاڻ لاءِ آهي يا پنهنجي خاندان لاءِ آهي. مون لاءِ ڪوبه نه هو.

چارليس وهيلر: پوءِ تو لاءِ ته اهو سياسي شاڪ هوندو؟

نائپال: ها. برابر سياسي شاڪ هو. پارت جي جيڪا تمام وڏي ڪمزوري نظر آئي، اُها اِها هئي ته اسان جو ماڻهو جنهن ڳوٺ ۽ برادريءَ جو آهي، انهيءَ وٽ ملڪ يا قوم جو ڪو تصور ئي ناهي. سندن تصور ۾ اجا تائين اها ڳالهه ناهي ته ڪنهن به ملڪ جون ڪهڙيون ضرورتون هئڻ کپن.

چارلس وهيلر: اجا تائين پنهنجي ڳالهه ٻولهه ۾ "هندو ڌرم" جو لفظ نه آيو آهي، جڏهين ته تنهنجو ڪتاب هندو ڌرم جي لفظن سان پريو پيو آهي. تون هندو ڌرم کي مڪمل طور تي رد ڪرڻ ٿو چاهين يا وري هندو ڌرم جي ڪجهه خاص پاسن کان بغاوت ڪرڻ ٿو گهرين. مثلاً ذات پات جو جيڪو نظام آهي، سو؟

نائپال: مون لاءِ هندو ڌرم جو مطلب آهي، ماضيءَ سان لڳ لاڳاپو. ماضيءَ جي ڪلاسيڪل دنيا سان لڳ لاڳاپو. انهيءَ حساب سان

اهو ڪنهن جو بئڪ گرائونڊ يا وري ورثو ٿي سگهي ٿو، پر منهنجو ڏيان ريت ڪُريت ڏانهن آهي. منهنجو ڌيان انهيءَ ڪي تورڻ تڪڻ ڏانهن آهي، پر ايترو ضرور مڃڻ لاءِ تيار آهيان ته منهنجي ڪجهه روين جي جڙ شايد هندو ڌرم ۾ ڪتل آهي. اِهي جڙون ڏاڍيون گِهريون آهن يا وري رڳو مون ڪي ائين لڳي ٿو. اصل ۾ منهنجو ذهن تور تڪ ۽ پرک ڪرڻ وارو آهي، جيڪو مون ڪي اڄاتن. اوپرن ۽ مونجهارن سان پريل رستي ڏانهن وٺي وڃي ٿو. آئون انهيءَ ڪوشش ۾ آهيان ته ان تي ڪنٽرول ڪريان. آئون جڏهين به وقت ۽ فاصلي جي مامري تي سوچيندو آهيان ته سمجهندو آهيان، منهنجو قِتِل رت مٿي اُبري آيو آهي.

چارلس وهيلر: پارت ۾ اندرا گانڌيءَ جي زماني ۾ جيڪا ايمرجنسي لڳي، انهيءَ ڏانهن تنهنجو رويو مون کي دلچسپ لڳو. تنهنجي ڪتاب مان ته اهو لڳي ٿو ته تنهنجون همدرديون اندرا گانڌيءَ جي انهيءَ فيصلي جي حق ۾ هيون. تنهنجو خيال هيو ته ڪنهن به ملڪ لاءِ اهڙي قسم جو ڊسيپلين ضروري آهي.

نائپال: انهيءَ وقت ۾ به منهنجون همدرديون اندرا گانڌيءَ جي فيصلي سان هيون ۽ هاڻي به آهن. اهو گهڻو ڪري انهيءَ ڪري آهي ته جڏهن آئون پارت ويو هوس، تڏهن اتان جون حالتون ڏسي، مون کي صدمو رسيو هو. اتي عقل يا سمجهه جهڙي ڳالهه ئي نه هئي. رڳو ڪوڙ جو سٽڪو پئي پيو، بيو جيڪو مون کي صدمو رسيو، اهو اندرا گانڌيءَ جي مخالف پارٽين جي رويي تي لڳو. جن جي ڪابه ساک ڪانه هئي، انهن مخالف ڌرين جا جيڪي مقصد هيا، اهي گهڻو ڪري ڊيجاريندڙ هئا. جمهوريت جي ڏس ۾ انهن جا مول متا ڪنهن حد تائين لڪل ۽ بيوقوفين سان پريل هئا. منهنجو پنهنجو اهو خيال آهي ته مسز اندرا گانڌي سڄي پارت جي ليڊرن ۾ آخري وڏي مرتبي واري ليڊر هئي.

چارلس وهيلر: تو جيڪو اهو ڪتاب لکيو آهي. اهو ڪو ناول ناهي، پر هڪ قسم جي ڪنهن ملڪ جي باري ۾ چند چاڻ آهي. ڪٿي ائين ته ناهي ته تون فڪشن کان ٿڪي جرنلزم ڏانهن پيو وڃين. پارت جي باري ۾ لکيل تنهنجي ڪتاب مان ته ائين ئي ٿو لڳي.

نائپال. نه، نه، نه، صفا نه. پر حقيقت ته اها آهي ته اهو ڪتاب اهو بڌائي ٿو ته هاڻي اهڙي ڪم جو چيهه ٿيو. آئون هر چئن سالن کان پوءِ

ناول لکندو آهيان. اصل ۾ ناول لکڻ منهنجو عضوو بڻجي چڪو آهي ۽ مون لاءِ سڀ کان وڌيڪ اهم آهي. انهيءَ جو ڪو اهو مطلب ناهي ته جيڪو آئون نان فڪشن جو ڪو ڪتاب لکندو آهيان، ته انهيءَ ۾ ڪا سنجيدگي نه هوندي آهي. مون جيڪو اهو ڪتاب لکيو آهي، وڏي سوچ ويچار ۽ سنجيدگيءَ سان لکيو آهي. پر هاڻي بس ڇيهه ٿيو. انهيءَ ڪتاب ته هٿي مون کي ٿڪائي وڌو آهي، خاص ڪري جيڪا چند چاڻ ڪئي اٿم ۽ پوءِ انهيءَ ڪتاب ۾ بابن جي جيڪا تشڪيل ڪئي اٿم، انهيءَ سان ڪتاب کي جيڪو تمام سولو بڻايو آهي. اهو منهنجي دل وٽان نه هو. مون انهيءَ ڪتاب ۾ دليل ڏيئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، انهيءَ ڪتاب لکڻ کان پوءِ پورو هڪ سال ته مون پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي ذهن کي ڌوئي صاف ڪرڻ ۾ لڳايو آهي. آئون هاڻي واپس پنهنجي تصورن ڏانهن موٽڻ لڳو آهيان. آئون هتي (انگلينڊ) رهندس. اهو ڪتاب منهنجي شروعات نه، پر آخر آهي.

چارلس وهيلر: مون کي اهو ته ٻڌاءِ ته تون ڪهڙي ملڪ ۾ رهي، اهو محسوس ڪندو آهين ته تون گهر پهتو ٿيو آهين؟

نائپال: پورن 27 سالن گذرڻ کان پوءِ هاڻي آئون محسوس ڪري رهيو آهيان ته منهنجو گهر انگلينڊ آهي. 1950ع ۾ آئون انگلينڊ آيو هوس، پر انن سالن کان پوءِ مون کي هتي بي چيني اچي ٿي. منهنجي اها بي چيني (بي آرامي) ڪجهه مهينا اڳ ۾ ختم ٿي آهي. هاڻي وجي انگلينڊ کي ئي پنهنجو گهر سمجهڻ لڳو آهيان.

چارلس وهيلر: ڇا هاڻي برطانيه ۾ ئي رهندين؟

نائپال: منهنجو خيال ته اهوئي ٿو چوي.

ڊيلي دي لسنر، 1983ع

برنارڊ ليون: تون ٽرينڊاڊ ۾ جانين؟

نائپال: ها، اتي ئي جاوس اتي جمي ڪري ڏاڍي چڪ ڪيم

برنارڊ ليون: اهو وري ڪڏهن کان سوچيئي؟

نائپال: شروع کان ئي. مون شروع کان ئي سوچڻ شروع ڪيو ته مون کي ڪنهن چڱي هنڌ وڃڻ گهرجي. اتان جي آب هوا ڪانه وڻندي هيم. بجليءَ جي اک بوٽ ڪانه وڻندي هيم. اتان جي گرمي رُت ڪندي

هئي، اتي مون کي ساهه جي بيماري ڪانه وٺندي هئي، اتي جيڪي منهنجي چوڏاري رنگ ۽ نسل جي چڪتاڻ هوندي هئي ۽ آفريڪي ۽ يورپي هڪ ٻئي کان نفرت ڪندا هئا. مون انهيءَ نفرت کان آجپو پئي چاهيو. اتان جي موسيقي مون کي ڪانه وڻندي هئي، گوڙ ٻڳوڙ ڪونه وڻندو هيم. مون کي لڳندو هو ته آئون غلط جڳهه تي پيدا ٿيو آهيان.

برنارڊ ليون: پر اتي ته تون پنهنجي خاندان ۾ رهندو هئين، جيڪو سورنهن جا ويهه آنا هندوستاني هو.

نائپال: ها، پر آئون خاندان کان ٻاهر جي ڳالهه پيو ڪريان. ٻئي پاسي خود مون کي پنهنجو خاندان به ڪونه وڻندو هو. خاندان ٻنهين وڏو هو، سو آئون فيملي لائف مان به تنگ ٿي ويس. ايڏي ساري خاندان مان رت ٿيڻ جي ڪري مون شروع ۾ ئي سوچي ڇڏيو هو ته پنهنجا ٻار ڪونه ڄڻڻ ڏبا. اُتي ٿي رهندي ڪري، منهنجي ذهن ۾ سونهن، ماڻهو تي هلڻ ۽ ڪلڻ جا احساس اپريا. فئنٽسيءَ ۾ به رهڻ لڳس. مون کي اها به خبر پيئي ته اتان جي بربريت کان تهذيب جي دنيا پري ۽ ڪنهن ٻئي هنڌ آهي. منهنجي اڳيان ٻن قسمن جي بربريت هئي، هڪڙي خاندان ۾، ٻي خاندان کان ٻاهر جي.

برنارڊ ليون: معاف ڪجانءِ، آئون تنهنجا پراڻا زخم کولي وينو آهيان. پر تنهنجي پنهنجي خاندان ۾ ڪهڙي قسم جي بربريت هئي؟

نائپال: مون کي عزت ڪرڻ ۽ عزت ڪرائڻ تي وٺي، مون کي ذهانت سان ڀرپور زندگي تي ڪپي، مون کي چڱن جي چڱائي تي ڪتي. آئون اهڙن ماڻهن ۾ پيدا ٿيس جن جو ڪم ٺي هو ٻين جي روين تي اخلاق جون فتوائون ڏيڻ ته ڪير ڪهڙو، ڪير ڪهڙو، هن جو اخلاق سنو آهي ۽ هن جو اخلاق پٽ پيل آهي. انهن ماڻهن ۾ حسد، ساڙ ۽ سازشون ڀريون پيون هيون. ڏس نه، هندو ڌرم ۽ اوپر جي ٻين مذهبن جو رويو ماده پرستيءَ وارو آهي. بلڪ اهي حد کان وڌيڪ ماده پرست آهن. ڪين پنهنجي چڱائيءَ جو ڪوبه ڪتڪو ۽ فڪر ناهي. پنهنجي پاڻ لاءِ به مان ناهي. ڪين ظلم ۽ رحمدليءَ جي باري ۾ به ڪو احساس ناهي. ڪنهن به قسم جي عزتِ نفس ۽ سڌريل سماج جو ڪوبه وڙ ڪونه اٿن. آئون نٿو سمجهان ته سندن سوچ جي پاڙ ڪنهن عبادت ۾ ڪتل ناهي، سندن ڪلچر بي پاڙو آهي.

برنارڊ ليون: لکڻ سولو آهي؟

نائپال: نه. ڇاڪاڻ ته هر شئي پاڻ مرادي سگهڻ تي پوي. ڇاڪاڻ ته ادب جو پئراگراف لکڻ ۽ اسڪول يا يونيورسٽي مضمون جي پئراگراف لکڻ کان قطعي مختلف آهي. مون کي ياد آهي ته آئون جڏهين اجا ڏهن سالن جو هوس، ته بابا هڪ ڪامياب رومانوي ناول جي پهرين سٽ مون کي پڙهي ٻڌائي هئي. ناول جو عنوان هو "Smith" ۽ ليکڪ هو وار وِڪ. اها سٽ هئي: "ٽي ماڻهو وادي جي دوڪان ۾ ڪم ڪندا هئا." اِتان کان ناول شروع ڪيو ويو هو، لفظن جي استعمال ۽ لفظن ۾ احساسن کي آڻڻ جو ڪم مون کي تڏهن آيو، جڏهين منهنجي يونيورسٽيءَ جي اڪيڊمڪ زندگيءَ مان جند ڇٽي. انهيءَ کان پوءِ جڏهن ادب تخليق ڪرڻ لڳس. تڏهن مون کي خبر پيئي ته ليکڪ ٿيڻ ڪيڏو نه ڏکيو ڪم آهي. پهرين مواد کي ترتيب ۾ آڻيو، تنهن کان پوءِ جملا، جملن جو ڳانڍاپو ۽ انهيءَ کان پوءِ انهن ۾ پنهنجو پاڻ کي وجائڻ جو مرحلو ٿو اچي. پر پوءِ به نثر لکڻ لاءِ ليکڪ جي سامهون مونجهارا اچن ٿا. ذهني ڇڪتاڻ سامهون اچي ٿي. سو اهو هڪ ٿڪائيندڙ ۽ منجهائيندڙ ڪم آهي.

برنارڊ ليون: تنهنجي خيال ۾ لکڻ مزيدار ڪم آهي؟

نائپال: اها ڳالهه اي.ايم فاسٽر ذر ذر ڪندو هو، ته مزو اچي ويو. لاڪائنس ائين ٿي هو، باقي جيڪڏهن لکڻ وقت لفظ قلم مان وهندا ويندا آهن ۽ جملو جملي سان ڳنڍيو ايندو آهي، ته اهو صبح، اهو ڏينهن ۽ اهو هفتو مزي ۾ گذرندو آهي. پر جي ائين نٿو ٿئي ۽ لکندي لکندي ماڻهو منجهندو آهي ۽ سڄو ڏينهن رڻ ٿي ويندو آهي، ته پوءِ ته ڪنهن به قسم جو مزو نه ايندو آهي. الٽو تڪليف رسندي آهي.

دي السٽريٽيڊ ويڪلي آف انڊيا، 1987ع

اينڊريو رابنس: تنهنجو چوڻ آهي ته ٿامس هارڊي جي زندگيءَ

اينڊريو رابنس: هي جيڪي ايشيا ۽ ويسٽ انڊيز جا ماڻهو ڏڙا ڏڙ برطانيه ۾ آباد ٿي رهيا آهن. ڇا اهي ماڻهو برطانوي زندگيءَ کي تبديل ڪري ڇڏيندا؟

نائپال: منهنجي خيال ۾ ڏاڍو ڏکيو مامرو آهي، آئون نٿو سمجهان ته ڪو انهن ماڻهن کي تاري سگهجي ٿو. اهي لاءِ ڪي اينڊر ماڻهو هتان جي شناخت قبول ڪرڻ لاءِ تيار ٿي نه آهن. اهي لاڏي جڏهن برطانيه ۾ اچن ٿا ته پاڻ سان گڏ بربريت جو ٻج کڻي اچن ٿا. برطانيه ۾ رهڻ کان پوءِ مسلمان، وڏيڪ مسلمان ٿيندا ٿا وڃن ۽ سک، وڏيڪ سک ٿيندا ٿا وڃن. انهن ماڻهن جا اقتصادي رويا ئي تبديل نٿا ٿين. هتي پنهنجو پنهنجو ملڪ ناهيو وينا آهن، منهنجي خيال ۾ اها تمام خطرناڪ ڳالهه آهي ۽ برطانيه کي نهوڙي نيئندي.

اينڊريو رابنس: توکي آمريڪا کان ڊپ ٿيندو آهي؟

نائپال: نه.

<u>ڊيلي ٽائيمز، 1994ع</u>

عامر حسين: توکي شاعري وڻندي آهي؟

نائپال: مون کي ميڪنيس وڻندو آهي. شاعريءَ جي باري ۾ ڳالهائڻ لاءِ ايترو ته گهڻو مواد آهي، جيڪو توکي ٻڌائڻ کان پري آهي.

عامر حسين: توکي پنهنجي ڪم ۾ شاعرائي رڱ نظر اچي ٿي؟

نائپال: آئون ڪوشش ڪندو آهيان ته منهنجي لکڻين ۾ شاعرائو رنگ ڍنگ نه اچي. جي ڪو اهڙو رنگ ڍنگ ايندو آهي ته آئون اهي پنا ڦاڙي ڇڏيندو آهيان. مون وٽ شاعريءَ جهڙي ڪا سوکڙي ناهي. جيڪڏهن ڪا هوندي به سهي، ته مون کي ڪا خبر ناهي.

عامر حسين: منهنجو خيال آهي ته پاڻ هاڻي اچون بينڪيت جي موضوع تي. تو بينڪيت کان پوءِ جا سماج ڏنا آهن. انهيءَ ڪري جيڪو

ناهي، جيڪا پاڻ پري ۽ پاڻ وهيٽي هجي، اهڙي ڪا به ثقافت نه رهي آهي. سولي ڳالهه پيئي آهي، جيئن ئي يورپ بين ملڪن تي قبضو ڪيو، تيئن ئي بين ثقافتن جي حصن اچي يورپ ۾ ڦهه ڪيو. جيئن ئي يورپ جي عيسائين، اسپين تي ڏاڍ مڙسيءَ سان قبضو ڪيو، ته وچ اوپر جا نمونا يورپ ۾ پهچي ويا. چرچن جا جيڪي ٽائيلز آهن يا جيڪو گهاڙيٽو آهي، اهو اسپين جي عمارتن وانگيان ئي لڳي ٿو. جي ڪاڏي پيتي، چانهن ۽ ميڪسيڪن چاڪليٽ واپرائين ٿا، لهه وچڙ جو اهو سلسلو سدائين کان جاري آهي. اهو سلسلو اڳتي به هلندو. پر ڪجهه حصن کي ڇڏي ڪري. جيڪڏهن اوهان ادب جي ڪا صنف بنا گهري ڄاڻ جي ۽ صنف جي جڙڻ جي ڄاڻ جي، پنهنجي ثقافت ۾ شامل ڪندؤ ته پوءِ باهڙجي ويندؤ. توهان جارج ايليٽ جي ملڪ جي سماج کي برما جي سماج تي لاڳو ڪري نٿا سگهو. پر پوءِ به ماڻهو اهڙيون ڪوششون ڪن ٿا. اڄ ڪلهه جيڪو ادبي ناول بين ملڪن جي اثر هيٺ لکجي پيو، اهو انهيءَ معيار جو ناهي، مون کي ته ائين ئي ٿو لڳي.

فار ايسٽرن ايڪانامڪ رويو، 1995ع

احمد رشيد: توهان جيڪي ڪتاب لکندو رهيو آهيو، انهن جي درجه بندي ڪندين ته ڪهڙو ناول آهي ۽ ڪهڙو سفرنامو آهي؟

نائپال: درجه بنديءَ جي ڪا به ضرورت ناهي، آئون جنهن نموني هن دنيا کي لاڳيتو ڏسندو پيو اچان، منهنجا سڀ ڪتاب انهيءَ جو حصو آهن. درجه بندي ته اجائي، هوائي توائي. ڪارو ڪوڙ ۽ دبڙ ڏئونس آهي. اهي نه جيڪي ليڪا ٻڌا ويندا آهن، ته بس تخليقي نثر جي ذمري ۾ رڳو ڪهاڻي يا وري ناول اچي ٿو. اهي ٿيون هوا ۾ ڦوڪون ڏيڻيون. اها سوچ اڻويهين صديءَ جو اجايو شوشو آهي. ماڻهو آهن، سي انهيءَ سوچ ۾ ٽنگيا پيا آهن. منهنجي خيال ۾ ته تاريخ، سوانح ۽ سفر ناما لکڻ به هڪ قسم جو آرٽ آهي هر معياري لکڻي تخليقي ڪم آهي. منهنجي اڪثر ڪتابن لاءِ اهو چيو ويندو آهي ته اهي رڳا سفر ناما آهن. اها سراسر بي واجبي آهي. اهو اڳئين زماني ۾ هوندو هو ته جيڪي ماڻهو سفرناما لکندا هئا ته انهن ۾ رڳو اهي رستا ڄاڻايا ويندا هئا، جن تان اهي ماڻهو لنگهندا هئا. انهن کي ڪير سفرنامو چوي ته پلي چوي... باقي منهنجو

ڪم ته انهيءَ ڪم کان بنهه مختلف آهي. آئون ته موضوع تي وڪون ڪٽي هلندو رهندو آهيان. آئون انهيءَ لاءِ سفر تي نه اُسهندو آهيان ته پنهنجو پاڻ تي لکندو وتان. پر آئون ٻيءَ دنيا ڪي اک ۾ رکي سفر ڪندو آهيان. مختلف ماڻهن تي پچائون ڪندو آهيان. آئون ڪو جرنلسٽ ناهيان. مون وٽ ته ماڻهن لاءِ همدردي هوندي آهي. ائين آئون لقاءُ به ڏسندو آهيان ۽ پيچ پچان ڪندو آهيان، جيڪا هڪ ليکڪ واري هوندي آهي، نه ئي ڪا جرنلسٽ واري. تنهن کان پوءِ خود لکڻ جو انداز به تخليقي هوندو اٿم. هن وقت جيڪو ڪتاب آئون لکان پيو، اُهو به ائين ئي آهي.

احمد رشيد: اهڙو ڪو ارادو اٿيئي ته تون ٻيهر ڪو خالص ناول لکندين. جيڪو تنهنجي تصورن تي ٻڌل هوندو؟

نائپال: آئون پنهنجي تصور جي زور تي ئي لکندو آهيان، پر اهو ٻڌائي ٿو چڏيانءَ ته آئون هاڻي ”ناول“ لفظ کان نفرت ٿو ڪريان. مون کي اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته ماڻهو هٿ جي گهڙيل ڪهاڻين کي ايڏي اهميت ڇو ٿا ڏين؟ مون کي اهڙي قسم جي اتساهه جي ڪابه ضرورت ناهي. مون کي هوائي توائي محلن جوڙڻ جي ڪابه ضرورت ناهي. باقي آئون تمام گهڻو مطالعو به ڪندو آهيان ته مشاهدو به. ۽ اهو سلسلو مون کي جاري رکڻو آهي. اسان ماڻهو اهڙي غير معمولي وقت ۾ پيا رهون، جو اسان جي معلومات جي پهچ سڄيءَ دنيا تائين پکڙجي ويئي آهي. پري پري تائين ڏسي سگهون ٿا. 100 سال اڳ ماڻهن کي ايتري معلومات نه هئي. هن وقت اسان يارت جي فنونِ لطيفه تي لکيل ڪتاب پڙهي سگهون ٿا. ڏکڻ ايشيا جي ثقافتي تاريخ ۽ چين جي آرٽ بابت ڄاڻ حاصل ڪري سگهون ٿا. جڏهن ته 100 سال اڳ ڪنهن جي ڪابه خبر نه هئي سين. اهوئي وقت هو، جڏهن ڪهاڻيون ۽ ناول ڳولي لڌا ويا هئا. انهيءَ وقت سماج ۽ رياستن جي فطرت جي باري ۾ نئين معلومات حاصل ڪري ورتي هئي سين. انهيءَ زماني ۾ ئي فڪشن جو اعلي معياري ڪم ٿيو هو. منهنجي خيال ۾ اڻويهين صديءَ ۾ 1830ع کان 1895ع تائين، اعليٰ فڪشن تخليق ٿيو. انهيءَ زماني ۾ ئي بالزاڪ جديد فرانس کي ادب ۾ آندو، جيڪا وڏي حاصلات هئي. اهڙي ساڳيءَ طرح جديد فرانس تي فلابرٽ پنهنجو ناول ”Madame Bovary“ لکيو. اهوئي ڪم ثقافت جو نشانبر بڻيو. سو جيڪو فڪشن ۾ اعلي ۽ اعليٰ ڪم ٿيو، انهيءَ ڪم

جي شروعات ٿڏهين ڪان ٿي ٿي. هن دؤر ۾ ٿي ماڻهن کي محسوس ٿيو آهي ته انگليند جي ادب جي مقابلي ۾ ايشيا ۾ وڏيڪ اعليٰ ۽ گهڻ پاسائون ڪم ٿيو آهي. پر اها حقيقت ائين ڪونهي، جيئن ڏني وڃي ٿي، انهيءَ ڪم ۾ جيڪو به وزن آهي، اهو ايشيا ۾ ٻاهران ڪان آيو آهي. جيڪڏهن تون روسي ليکڪ ترگنيف کي پڙهندين ته پوءِ وجي توکي خيال ٿيندو، ته تون پنجاب ۽ پنجاب جي جاگيردارن تي اهڙو لکي سگهين ٿو، پر ائين ڪرڻ سان تون ڪو پنهنجو لکڻ جو ڪم ڪري رهيو نه هوندين، پر تون ترگنيف وارو ڪم ٻيهر ڪري رهيو هوندين. چاڪاڻ ته مواد ۽ فارميٽ هڪ ٻئي ڪان الڳ ڪري ٿا سگهجن، پر اڌارو ورتل مواد ۽ فارميٽ ۾ به گهاڙ هوندو، جو اصل ۽ نقل ۾ فرق آهي. هر ڪلچر ۾ پنهنجا پنهنجا ڌار احساسَ، مشاهدا، سوجهه ٻوجهه ۽ خيال پنهنجا پنهنجا هوندا آهن. حاصلاتون ۽ رويا به ڌار ڌار هوندا آهن. جيڪڏهن تون هيمنگوي وانگر انديا جي باري ۾ لکندين، ته ٻئي لکڻيون ڪڏهن به اهي پاڻ ۾ مٺچ ڪونه ڪنديون.

منهنجي سوچ اهو به چوي ٿي ته لکڻ جي صنف خود پنهنجيءَ جاءِ تي به ڊائنامڪ هوندي هئي. ناول جي آمد کان اڳ ۾ يورپ ۾ مضمون، شاعري، اسٽيج ناٽڪ ۽ جنگ نامي جون به صنفون هيون، جن سيني کي خاص صنفون سمجهيو ويندو هو ۽ اجا تائين به ائين آهي. تنهن ڪري اسان کي رڳو ناول جي صنف کي ٻين صنفن کان مٿانهون ڪري نه سمجهڻ کپي. مون کي خبر ناهي ته اسان ادب جو معيار ڪهڙن ماپن تورن ۾ ٿا توريون ۽ فتويٰ ڏيو ويهي ٿا رهون. ماڻهو چوندا آهن ته فلاڻي ناول جا ڪردار ۽ اسٽائيل ڏسي، پوءِ تورتڪ ڪر. پر شروع جي ناولن کي انهيءَ زماني جي حساب سان ڏسبو. جيڪڏهن تون ماڻهن کي ويهي فڪشن لکڻ سيکاريندين، ته اهي پنهنجو مواد سريلنڪا يا جپان جي به پسمنظر ۾ آڻي سگهن ٿا. انهيءَ جو مطلب ٿيو، جتي ڪٿي هٽ هٽڻ ۽ رڳو مواد ۽ صنف کي ڪتب آڻن. ائين ڪندي تون ليکڪ جي حساسيت کي سمجهي نه سگهندين، ته هو ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهي. توکي پرک ڪرڻ لاءِ رڳو نلهو مواد نظر ايندو، اهو به ڪنهن ٻئي ملڪ مان اڌارو ورتل. تازو مون ذڪڻ اوير ايشيا جا ڪجهه ناول پڙهيا ته مون کي انهن ۾ برما ته نظر ئي ڪونه آيو. وري تنقيدي ادب ايشيا ۽ آفريڪا جو نه، پر آمريڪا جو

لڳندو. اهو تہ اڏارو تنقيدي ادب ٿيو، پنهنجو تہ نہ ٿيو.

احمد رشيد: هي دور تہ ٽي وي، ڪمپيوٽر ۽ ڊش اينٽينا جو آهي، انهيءَ ۾ فڪشن ڪٿي ٿو بيهي؟

نائپال: ماڻهو جلد ئي محسوس ڪري وٺندا آهن، جڏهن اهي ڪتاب پڙهندا آهن، ڪتاب پڙهڻ ڪان پوءِ ڪين ويوئل ميڊيا کان الڳ تجربو ٿيندو آهي. ڪتاب جو سنئون سڌو اثر پڙهندڙ جي تصورن، ذهانت ۽ حساسيت تي پوندو آهي. اها هڪ سني ڳالهہ آهي، اها شئي ئي ماڻهوءَ کي لکڻ جي خيال تائين وٺي ويندي آهي.

احمد رشيد: تنهنجي ذهن ۾ بيا ڪهڙا نوان ڪتاب سرجي رهيا آهن؟

نائپال: ڪا ڳالهہ ذهن ۾ هجي تہ توکي ٻڌايان. آئون هڪ وهمي ماڻهو ٿي پيو آهيان. جڏهن آئون اجا جوان هئس تہ مون کي وهم وچان اهو ڊپ ڪونہ ٿيندو هو، تہ ڪيترا صفحا لکجن يا نہ پلي ڪيترا بہ صفحا ٿي وجن، تہ بہ ٽرڙپائي ڪونہ چڏيندو هوس. انهيءَ زماني ۾ تہ آئون جڏهن مسودو پبلشر کي ڏيندو هوس، تہ مسودي تي پنهنجو نالو ئي ڪونہ لکندو هوس. اهو هڪڙو جادو هو، پر اڄ ڪلهہ آئون اهو جادو وڃائي وينو آهيان، ۽ وڏو بي حيا ٿي پيو آهيان ۽ وهم وچان نالو بہ لکندو آهيان ۽ صفحن جا نمبر بہ ڳڻيندو آهيان، تہ متان رتيل صفحن ڪان ڪتاب مٿي نہ چڙهي وڃي، اهو منهنجو هڪڙو وهم آهي.

احمد رشيد: ڪنهن بہ هڪ ڪتاب لکڻ ۾ ڪيترو وقت لڳائيندو آهين؟

نائپال: جڏهن آئون جوان هئس تہ تيزيءَ سان ڪتاب لکي ويندو هوس. منهنجا شروعاتي ڪتاب 8 ڪان 12 هفتا وٺندا هئا. هاڻي 14 مهينن ۾ ڪتاب لکي پورو ڪندو آهيان. هاڻي ڪتاب تي سوچڻ ۽ ڪم ڪرڻ تي گهڻو وقت لڳائيندو آهيان. چوڏهن مهينن جو سوچي ڊجي ويندو آهيان تہ ڪٿي منهنجو ڪم لهڻ وارو تہ ناهي، اندران ڏاڍي تڪليف ٿيندي اٿم.

***

# رشيارڊ ڪاپوشنسڪي جا ٻه انٽرويو ۽ ٻه دور

بفورڊ: تنهنجو جيڪو پهرئين ڪتاب جو ترجمو ٿيو، اُهو هو "Emperor" اهو چار سال اڳ ڇپجي پڌرو ٿيو. پر تون ته گذريل ٽيهارو ڪن ورهين کان لکندو پيو اچين. انهيءَ ڪتاب جا هڪ ئي وقت ٻه ترجما ٿيا. هڪ مترجم آمريڪي هو ۽ ٻيو پول هو ۽ اهي ٻئي ترجما آمريڪي پبلشر جي حوالي ڪيا ويا. اسان انگريزي ترجمو شايع ٿيڻ کان اڳ وارن ٽيهن سالن جي باري ۾ ڄاڻڻ گهرون ٿا. تون ڇا ٿو محسوس ڪرئين؟

ڪاپوشنسڪي: خبر اٿئي ته آئون ڪيترن ئي سالن کان وٺي پنهنجي شهر پنسڪ بابت لکيل ڪتابن، اخباري مضمون، خبرون ۽ فوٽو گڏ ڪندو رهيوآهيان. آئون چاهيان ٿو ته تون اهي ڏس. ٻڌين پيو، آئون ڄائو ئي انهيءَ شهر ۾ هوس. پهريان اٺ سال اتي گذاريم. تڏهين اهو سڄو پٽ پولينڊ ملڪ جو اصلي حصو هو ۽ پوءِ روس جي قبضي ۾ آيو.

بفورڊ: تو اهي جيڪي شيون هٿ ڪيون آهن، اهي پنهنجي آتم ڪٿا لکڻ لاءِ گڏ ڪيون آهن ڇا؟

ڪاپوشنسڪي: مون کي ڪو پتو ناهي. ٿي سگهي ٿو ته ائين هجي به سهي. هيءَ جيڪو مواد مون وٽ آهي، اهو رڳو انهيءَ پٽ کي پڌرو ٿو ڪري. ڇنو ڦير سڄو جو سڄو پونو هو ۽ سم سان آلو ٿيل هو. پنسڪ شهر جي باري ۾ مون لاءِ ٻه ڳالهيون اهميت واريون هيون.

هڪڙو ته اهو شهر ٻنهين ڏورانهون ۽ ڪنداٺو هو. شهر جا سڀ رستا گپ سان پريا پيا هوندا هئا هر شئي کان ڪٽيل هئا. ٻئي ڳالهه ته اتي غير معمولي قسم جون شهري گڏجاڻيون ٿينديون هيون، جن همراهن

اڳتي هلي ڪري اسرائيل جي پيڙهه پئي. انهن مان ڪيترائي ڄڻا اتي ايندا هئا يهودي، پول، بيلورشين، يوڪرنين، آرمينين ۽ هر رنگ جا ماڻهو اُتي ايندا هئا. انهن ۾ يهودي، عيسائي ۽ مسلمان به هوندا هئا ۽ هڪ ٻئي سان گڏ اچي رهندا هئا. اسان سڀ گڏ هوندا هئاسين. اسان سڀني کي گڏ ڪري "پوليشوڪ" چوندا هئا. جنهن جو مطلب هو، "اهي ماڻهو جيڪي (پوليسي) ضلعي جا ڄاوا هجن" اصل ۾ انهن سڀني ڄڻن جي ڪابه قوم ڪونه هوندي هئي بي وطن ماڻهو هئا ۽ سندن ڪا به قومي سڃاڻ ڪونه هئي. ٻئي ڳالهه اها ته پنسڪ بين الاقومي هو يا ڪٿي غير قومي چونيس. غربت ۾ حد کان چڙهيل هئي.

بفورڊ: اها وري ڪيئن؟

ڪاپوشنسڪي: ماڻهوءَ کي جن بنيادي شين جي کپ هئي، انهيءَ کان وانجهيل هئا. جڏهن جنگ لڳي ته اسان پاروٽيون تي ويل ڊبل روٽيون پاڻي ۾ ٻوڙي کائيندا هئاسين. بس، اها ئي اسان جي خوراڪ هئي. جوتا ته اڪين سان ڪونه ڏٺاسين. پيرن هيٺان ڪاٺ جا چلر ٻڌي هلندا هئاسين. مون کي اهو به ياد آهي ته شهر ۾ فلسفي تي ليڪچر به ٿيندا هئا. اهي ليڪچر وري امير ماڻهن جي ملڪيت داري جي حق ۾ هوندا هئا. نيٺ نتيجو اهو وڃي نڪتو جو يونيورسٽيءَ وارن انهن تي پابندي هڻي ڇڏي. انهيءَ زماني ۾ اڃا مارڪسزم جو فلسفو ايترو ڪونه هوندو هو.

بفورڊ: انهيءَ زماني ۾ جيڪو سرڪاري هالو چالو هو. انهيءَ جي توکي خبر هئي ته اهو ڪيئن ٿو هلي؟ انهيءَ زماني ۾ يعني جنگ جي دوران ڪيترا سرڪاري ڪارندا ماسڪو مان تربيت وٺي آيا هئا؟ 1947ع ۾ اتي ٿيندڙ اليڪشن ڪيئن زوري کٽي ويئي؟

ڪاپوشنسڪي: انهيءَ زماني ۾ آئون ڪميونسٽ پارٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن هوس. اسان سڀ سرگرم ڪارڪن هئاسين. ڪولاڪوسڪي ۽ ٻيا سڀ جا سڀ ليکڪ ۽ انٽليڪچوئل. انهن مان ڪي ته لڏي اچي ملڪ ۾ ويٺا. 1948ع ۾ آئون باقاعدي ڪميونسٽ پارٽي جي نوجوانن واري ونگ جو ميمبر ٿي ويس.

بفورڊ: ڇاڪاڻ ته انهيءَ وقت ڪميونزم پڌري پٽ سٺي شئي هئي؟

ڪاپوشنسڪي: ها، يقيناً نوجوانن ۾ تمام سٺو نظام ڪري ليڪيو ويندو هو. اسان سڀني جو خيال هو تہ صحيح دڳ تي لڳل آهيون. اسان ڪميونزم سان ٻڌل هئاسين ۽ اسان ۾ وڏو جوش خروش هوندو هو. جيڪو اميدن ڀريو هوندو هو. اسان کي پڪ ٻيني هئي.

بفورڊ: پر تنهنجي اڳيان ڪهڙي حاصلات هئي؟ توکي ڪميونسٽ پارٽيءَ مان ڪهڙي توقع هئي تہ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سرڪار مان ڪهڙا فائدا رسندا؟ تنهنجو اهو خيال ٻينو هو ڇا تہ ڪميونسٽ زمين ورهائيندا يا وري.....

ڪاپوشنسڪي: هر شئي، هر معاملو نيڪ هو، ڪارائتو هو. ها، ها، اسان سڀني کي پڪو پختو پروسو هو. اها ڳالهہ ياد رکي ڇڏ تہ اسان انهيءَ وقت ڦوهہ جوانيءَ ۾ هئاسين. اڄ ڪلهہ جيڪي پولينڊ جا نوجوان آهن، انهن کي اها ڳالهہ سمجهائڻ ئي ڏکي آهي، جنهن جو ڪارڻ اهو آهي تہ انهن جي تاريخ تائين، معلومات تائين ۽ خبرن تائين پهچ آهي. اسان واري جوانيءَ جي ڀيٽ ۾ اڄ جا نوجوان وڏيڪ چاڻ رکن ٿا. جنهن وقت اسان اتياسين، انهيءَ وقت ڪابہ شئي نہ هئي، نہ ڪا روايت اڳيان هئي ۽ نہ ئي وري ڪي ڪتاب هئا. اسان تہ غربت جا ماريل هئاسين. اڻپڙهيل ڪونہ هئاسين ۽ غير تجربيڪار هئاسين. اسان کي جيڪا ٿوري گهڻي معلومات حاصل ٿي اها اسٽالين جي طئہ ڪيل تعليم مان حاصل ٿي. اهو تہ نہ وسار تہ آئون 1950ع ۾ يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيس. تڏهين اسٽالين جو عروج هو، انهيءَ زماني ۾ هر ڪا شئي حاصل هئي. اسٽالينزم ٻئي ڪنهن ڳالهہ سان ٻڌل نہ هئي.

بفورڊ: تنهنجي جيڪا فلسفي ۾ دلچسپي هئي ۽ زميني حقيقتن تي ٻڌل تاريخ جي جيڪا چاڻ هئي انهن مان تہ ائين لڳي تہ ڪو تو انهن جي ذريعي هڪ جنگ واري صحافيءَ واري باقاعدي سکيا حاصل ڪئي هجي. يا وري ائين تہ ڪونهي تہ توکي اڪيڊمڪ دنيا صحافت تي اسڙڪايو هجي؟

ڪاپوشنسڪي: سچي ڳالهہ اها آهي تہ مون کي يونيورسٽيءَ وارن چيو هو تہ تون يونيورسٽيءَ ۾ پڙهاءِ پر مون لاءِ اهو بار ڪڻڻ ڏکيو، ٽڪانيندڙ ۽ لاڳون هو. انهيءَ کان پوءِ مون ٿورو گهڻو لکڻ شروع ڪيو. منهنجو پهريون نظم اتان جي هڪ ڪيٿولڪ مسلڪ جي اخبار Slowo

Powzechne شايع ڪيو. انهيءَ کان پوءِ منهنجا ڪيترائي نظم هڪ ٻئي جي پويان اعلي ۽ اعلي ادبي رسالن ۾ ڇپبا رهيا. 1955ع ۾ يونيورسٽيءَ جي تعليم پوري ڪئي ته انهيءَ وقت منهنجي عمر 23 سال هئي ۽ انهيءَ کان سنت ئي پوءِ مون اتان جي نوجوانن جي رسالي Sztander Mlodych ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. اهو زمانو تاريخ جو وڏ ۾ وڏ انتهاپسنديءَ وارو ۽ ويڙهاند وارو هو. انهيءَ زماني ۾ ئي مون ناهي نوڪري جانچ ڪرڻ واري صحافت اختيار ڪئي.

بفورڊ: ۽ انهيءَ زماني ۾ ئي تو صحافت جي اهم ترين رپورٽ لکي. ڇا اها حقيقت آهي؟

ڪاپوشنسڪي: انهيءَ رپورٽ جو عنوان هو "The too is Truth of Nowa Huta" اها رپورٽ ڪيئن نه ڪيئن ڪري اسان واري اخبار پهرئين ته قبول ڪئي. اها رپورٽ اصل ۾ ڏاڍي ڦڏي واري هئي ۽ وڏو ممڻ مچائڻ واري هئي. اصل ۾ Nowa Huta رڳ جا شوڪيس ناهڻ واري فئڪٽري هئي. جيڪا ڪراڪوف شهر جي پر ۾ هنئي ويئي هئي. اهو پئي سمجهيو ويو ته جڻ اها فيڪٽري اسان جو مالي ڪارنامو هجي. آئون جيئن ته اتي شاگرد رهيو هوس ۽ منهنجا ڪيترائي دوست اتي رهندا هئا. انهيءَ فئڪٽريءَ جي اندر جيڪي حالتون هيون، انهن کان آئون چڱيءَ طرح واقف هوس. اها فئڪٽري هلائڻ وارا بنهين ڪي ڪم کان ويل هئا ۽ خطرناڪ حد تائين ڏاڍا مڙس هئا. بد انتظامي جي حد هئي. سپروائيزر لاڳيتو شراب جي نشي ۾ ٻڏل رهندا هئا. جڏهين منهنجو اهو آرٽيڪل شايع ٿيو ته اتڻ سان ممڻ مچي ويو ۽ وڏو گوڙ گهوڙ ٿي ويو. مون لکي جان بچائي.

بفورڊ: لکي ويئين؟

ڪاپوشنسڪي: ها لکي ويس. انهيءَ فئڪٽريءَ ۾ جيڪي مزدور ڪم ڪندا هئا ۽ ٻيا جيڪي منهنجا دوست هئا. انهن مون کي لڪائي بچائيو. نيث مون کي ڳولي لڌو ويو. اخبار مان لت هڻي ڪڍي ڇڏيائون ۽ سزا به ڪاڻم.

بفورڊ: ڪهڙي سزا ڏنائون؟

ڪاپوشنسڪي: ڪهڙ پاسائين سزا هئي. منهنجي خلاف جيڪو گوڙ شروع ٿيو. اهو جتان ڪٿان ڦري آئيو. بس ٿي نه ڪن مون تي

جيڪي الزام مڙهيا ويا، انهن جي جانچ لاءِ ڪميشن جڙي ويئي. انهيءَ سچائيءَ جي باقاعدي تصديق ڪئي، انهيءَ جي نتيجي ۾ مون کي Golden Cross of Merit ايوارڊ ڏنو ويو. اِهو ايوارڊ مون تڏهين حاصل ڪيو، جڏهن اجا رڳو 23 ورهين جو هوس.

اهو تجربو مون لاءِ اسٽرڪائينڊڙ هو، انهيءَ مان مون اهو سبق پرائيو تہ لکڻ پنهنجي جاءِ تي سر تي خطرو کڻڻ جي برابر آهي. صحيح ڳالهہ لکڻ کان پوءِ هر طرف کان خطرو موجود هوندو آهي. ڪنهن بہ لکڻيءَ جو رڳو ڇپجي وڃڻ ڪافي ناهي، پر لکڻ کان پوءِ جيڪا ٻاهوڙ مچي ٿي. وٺ وڻان ٿئي ٿي، اهوئي اصل ۾ لکڻيءَ جو قدر آهي. جيڪڏهن اوهان اصل حقيقت تان پردو کڻندؤ، تہ توهان جي لکيل حقيقت وڏيڪ اثرائتي ٿيندي.

بفورڊ: ڳالهہ تہ ڪم جي مزيدار ٿي اٿئي. 23 سالن جي ڄمار ۾ اهڙو آرٽيڪل لکيئي، جنهن جا سياسي نتيجا حد کان وڏيڪ ڇڙهيل نظر اچن ٿا، اهي بہ پولينڊ جهڙي ملڪ جي حڪومت هيٺ رهندي ڪري. آرٽيڪل ايڏي اهميت اختيار ڪري ويو جو پولينڊ جي حڪومت پنهنجي پاليسي بدلائي ڇڏي. تنهن کان پوءِ تون هڪ ٻئي پويان آرٽيڪل لکندو وئين، انهن مان ڪي مضمون تہ ڪڙڪيدار آهن، جيڪي تو پولينڊ جي ٻهراڙي تي لکيا آهن. جهنگ جي دنيا ڪٿي اٿيئي، تنهنجن انهن مضمونن تي ٻڌل ڪتاب Polish Bush تہ هڪدم چوٽ چڙهي ويو ۽ وڏ ۾ وڏ وڪاڻو. پر لڳي ٿو تہ انهيءَ کان پوءِ تو پولينڊ تي لکڻ کان نٽائيندو رهئين. انهيءَ جا ڪي ڪارڻ؟

ڪاپوشنسڪي: ائين ناهي تہ ڪو آئون پاڻ پولينڊ جي باري ۾ لکڻ کان نٽائيندو رهيس، پر پولينڊ جي باري ۾ لکڻ لاءِ ٻيا ليکڪ اڳتي وڌي آيا. جن تمام سٺو لکيو. انهن کي ڏسي مون ڪٿي بس ڪئي، پر منهنجا موضوع مون کي ٻئي ڪنهن هنڌ وٺي ويا. منهنجو ڌيان ئي ٻئي پاسي هو. اخبار ۾ بحال ٿيڻ کانپوءِ سنت ئي آئون اخبار جي ايڊيٽر وٽ لنگهي ويس، ايوارڊ يافتہ تہ اڳ ۾ ئي هوس. سو ايڊيٽر کي چيم تہ آئون ملڪ کان ٻاهر وڃڻ ٿو چاهيان. وارسا شهر ڇڏڻ ٿو چاهيان. دنيا ڏسڻ ٿو چاهيان. هن مون کان پڇيو تہ ڪيڏانهن وڃڻ ٿو چاهين. چيومانس تہ ڪا مختلف جڳهہ هجي. ڪو پيڪيدار ملڪ هجي.

بفورڊ: مثلاً؟

ڪاپوشنسڪي: چيڪو سلواڪيا جهڙو ڪو ملڪ.

بفورڊ: چيڪو سلواڪيا؟

ڪاپوشنسڪي: ها، ڇاڪاڻ ته مون لاءِ ته چيڪوسلواڪيا پرديس ڏوراهون ملڪ هو. ۽ هڪ نئين ۽ وڏي دنيا هو، پر ايڊيٽر مون کي انڊيا موڪلي ڇڏيو.

بفورڊ: اخبار وٽ ايڏو خرچ پکو هو. جو پنهنجو نمائندو ٻاهر موڪلي سگهي؟

ڪاپوشنسڪي: صفا نه.

بفورڊ: پرڏيهه لاءِ ڪوبه نمائندو نه هوس؟

ڪاپوشنسڪي: آئون ئي پهريون پرڏيهي نمائندو بڻيس. تون اها ڳالهه وساري وينو آهين. ته منهنجي پيڙهيءَ جو ڪوبه پولش ٻاهرئين دنيا ۾ هوئي ڪونه. مون لاءِ ڪا نئين ٻاهرئين دنيا هئي ئي ڪون. جي پلا توري گهٽي هئي به سهي نه اسان جي ڄاڻ تمام گهٽ هئي. انڊيا جهڙو هنڌ ۽ ملڪ ئي نه هو. آفريڪا ڪو ڪنڊ ئي نه هو. اهي ٻئي هنڌ اسان لاءِ پرين ۽ جنن جي ڪهاڻي هئا. سچ ڪري پڇين ته منهنجي اها زوردار خواهش هئي ته ڏسان ته دنيا آخر ڇا آهي؟

بفورڊ: ۽ انڊيا کان پوءِ؟

ڪاپوشنسڪي: انڊيا کان پوءِ پاڪستان ۽ تنهن کان پوءِ افغانستان. جيڪي به رپورٽون اخبار ۾ موڪليم، اهي پسند ڪيون ويون. تنهن ڪري مون کي ڏور اوپر موڪليو ويو، جپان ۽ چين. انهن ملڪن ۾ ڪم ڪندي، مون کي اخبار جو ريذيڊنٽ نمائندو مقرر ڪيو ويو ۽ نتيجي ۾ آفريڪا موڪليائون. مون لاءِ اهو سڀ ڪجهه اتساهه هو، ڇاڪاڻ ته مون نئين دنيا ڳولي لڌي هئي. اهوئي ڪارڻ هو. جو انهيءَ کان ڪجهه سال پوءِ 1968ع ۾ مون پنهنجون لکيل رپورٽون گڏ ڪري مجموعو ترتيب ڏنو. جيڪو اڳتي هلي ڪري ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيو. اهو ڪتاب هو Soccer War . مون ڪتاب شايع ڪرڻ وارن کي هدايت ڪئي ته اهي مضمون سال وار ڇپجن. جيڪو مضمون پهرئين لکيم، اهو پهرئين اچڻ گهرجي. جيڪا رپورٽ پوءِ لکيم. اها پوءِ اچڻ گهرجي. مون لاءِ اها وڏي ڳالهه هئي. جو جيڪي واقعا ڏٺا، جيڪي واقعا درپيش آيا ۽

اهي سڀ جا سڀ تجربا مون کي هڪ نئين دنيا ۾ درپيش آيا هئا. خاص ڪري آفريڪا جي دنيا. درحقيقت اتي هلندي گهمندي ڦهرئين ڏيپ ٿيو، پوءِ حيرت ٿي ۽ تنهن کان پوءِ اهو سڀ ڪجهه مون لاءِ راند ٻڻجي ويو. مزو اچي ويو ۽ تنهن کان پوءِ مون ۾ اهڙي توانائي اچي وئي .....

ڪتاب Soccer War ترتيب ڏيندي مون کي لئٽن آمريڪا ياد اچي ويو. پر لئٽن آمريڪا ۾ رلندي ڪري مون کي آفريڪا ڏاڍو ياد آيو.

بفورڊ: اهو ڇو؟

ڪاپوشنسڪي: الائي ڇو. پڪ سان ڪجهه چئي نٿو سگهان. پر اهو سو آهي جو آفريڪا ۾ منهنجي ڦوهه جواني هئي. شايد اها ڳالهه ائين ڪرڻ کپي ته مون پنهنجي ڦوهه جواني آفريڪا ۾ گذاري، اها ٿي ياد اچيم. اصل ۾ آفريڪا ۾ آئون پنهنجي ليکي نمائندو ٿي ويس. پنهنجي مرضي هلايم، اتي جيڪي ذميواريون مون کي کڻيون پئجي ويون، اهي روايتي قسم جي صحافت کان هٽي ڪري هيون. شروع شروع ۾ آئون پولش پريس ايجنسي (P.P.A) جو نمائندو ٿي ويس. انهيءَ جا ڪي خاص ڪارڻ هئا. پر حقيقت ته اها آهي ته اهڙي ايجنسي لاءِ ڪم ڪرڻ نجي پڄي غلاميءَ جي برابر هو.

بفورڊ: تو پنهنجي ڪتاب (Emperor) ۾ لکيو آهي ته: "سخت جان ڏيتي نه ونٽي. پنهنجي نازيندڙ اهڙو ماڻهو. جنهن هر رنگ ڏٺو هجي ۽ هر رنگ مان گذرندو هجي، اهڙي ماڻهوءَ جڏهين ماڻهن طرفان ڪڙيون ڪيل هزارين رڪاوٽون پار ڪيون هجن جو ٻيا ماڻهو اهو ڪم ڪري نه سگهن ته پوءِ انهن کي دل ۾ ته ٿيندي" انهيءَ جي ڇنائي ڪيئن ڪجي؟

ڪاپوشنسڪي: ٻيو ڪوبه صحافي، جيڪو ڪنهن اخبار يا رسالي يا ٽيليوزن لاءِ ڪم نه ڪندو هجي. انهيءَ ليکڪ لاءِ اها پريس ايجنسي خوفناڪ حد تائين ڏيڄاريندڙ آهي. ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن آئون انهيءَ مامري تي، پنهنجن دوستن تي ۽ انهيءَ سان لاڳاپيل اڻ ڄاتن واقعن جي باري ۾ ضرور لکندس. ڪيترائي ڄڻا معلومات جو نشانو بڻجندڙ اذيت ناڪ حالتن ۾ ڏينهن رات حد کان وڌيڪ ڏکين حالتن ۾ ڪم ڪندا رهندا آهن، پر مون ته هٿ وٺي رضاڪارانه طور تي انهيءَ ايجنسيءَ لاءِ ڪم ڪيو، ڇاڪاڻ ته مون کي خبر هئي ته انهيءَ ايجنسيءَ ۾ ڪم ڪرڻ وقت مون کي گهڻو ڪجهه ڏسڻ لاءِ ملندو ۽ دنيا جهان جي ڳچ ماڻهن سان

ملاقاتون ٿينديون، پوءِ اهو ڀلي ۽ ڀاڙي تي وڙهندو هجي يا ڪو ڪٽي سچو پچو انقلابي هجي. عام طور تي اهڙا ماڻهو پولينڊ جي ڪنهن اڻ ڄاتي اخبار جي صحافيءَ کي ملاقات جو ٽائيم ڪونه ڏيندا هئا، جو انهن کي خبر ئي نه هوندي هئي ته اها ڪهڙي اخبار آهي، پر جيڪو صحافي پنهنجي ملڪ جي نمائندگي ڪندو هجي، انهيءَ کي انٽرويو ڏيندا هئا ۽ ملاقاتون به ڪندا هئا.

۽ مون کي اها به خبر هئي ته پنهنجي ملڪ جي ڪنهن اخبار جي پيٽ ۾ ڪنهن ملڪي ايجنسيءَ جي نمائيندي طور تي ڪم ڪندي آئون وڏيڪ سفر ڪري پيو سگهان. پولينڊ هڪ غريب ملڪ آهي، جيڪو وڏيڪ نمائندا ٻاهر موڪلي نه پيو سگهي. باقي رپورٽر ايسوسيئيڊ پريس يا وري پريس فرانس وارن جا ته آفريڪا جي هر ملڪ ۾ ڏار ڏار نمائندا هئا. پر پولينڊ وارن جو ته آئون ڇڙو نمائيندو هوس، جنهن کي سڄي آفريڪا کنڊ جي نمائندگي ملي هئي. رڳو اهو نه هو ته ڪو مون کي پاڻ آفريڪا جي مختلف ملڪن ۾ وڃڻ جو شوق هو، پر ڳڌوڳڏ ايجنسي جي حڪم تي به مون کي آفريڪا جي اهڙن مختلف ملڪن ۾ وڃڻو پوندو هو. جتان جون حالتون خطري کان خالي نه هيون. مون کي اتي هر حال ۾ پهچڻو پوندو هو. مون کان اڪثر ڪري پڇيو ويندو آهي ته اهو ڪيئن ممڪن ٿي پئي سگهيو ته مون هڪ صحافيءَ جي حيثيت ۾ ايترا سارا ملڪ ڏٺا ۽ سنا. مون ذاتي طور 27 ته انقلاب ڏٺا. بظاهر ته اهو ناممڪن ٿو نظر اچي. پر ڇا ڪجي ته منهنجي نوڪري ئي اهڙي هئي ۽ آئون آفريڪا جي ڳالهه سان ٻڌل هوس ته هر مهيني مون کي ٻئي ملڪ ۾ رهڻو ۽ وڃڻو پوندو هو. هر ملڪ خبرن سان ڀريو پيو هو.

بفورڊ: آئون نه سمجهان ٿو ته نمائندو هئڻ جي بدران توکي ڪنهن ڪم سانگي موڪليو ويو هو؟

ڪاپوشنسڪي: ظاهر آهي ته توکي ائين ئي سمجهڻ کپي ڇاڪاڻ ته اها منهنجي نوڪريءَ جي ڪُهر هئي. مون کي هڪ غريب ايجنسيءَ لاءِ صحافت ڪرڻي هئي مون کي تمام ٿوري خرچ تي اچڻ وڃڻ جا ذريعا ڳولڻا پوندا هئا. مون کي ته معلومات حاصل ڪرڻي هئي. رابطا پيدا ڪرڻا هئا ته ڪير ڇا آهي، ڪٿي ڇا پيو ٿئي.

امير ملڪن جا ته اهڙا صحافي به هئا. جيڪي ٿوري گهڻي ڳالهه

تي هڪدم ڪار يا هوائي جهاز پاڙي تي ڪري ۽ ڪيڏانهن به وڃي پئي سگهيا، پر آئون ته انهن مان ڪونه هوس. هڪڙي پيري زنجيبار (سنڌ جي شيدين جو اصلي ملڪ. مترجم) جون حالتون خراب ٿي پيون ن. مون کي اتي هر حال ۾ پهچڻو هو، پر مون ۾ ايتري مالي سگهه نه هئي، جو اچ وڃ جو خرچ پري سگهان. وڏين وڏين ايجنسين جي نمائندن کي ذري جي ڪڙڪ نه هئي ته اتي آخر ٿيو ڇا آهي. پر مون کي خبر هئي ته ڪجهه ماڻهو اتان جي انقلاب ۾ شريڪ ڪار هئا. امير ملڪن جا ڪجهه صحافي منهنجا دوست به هئا. هڪڙي وڏي ايجنسي جي صحافين مان هڪ ڄڻي کي خبر چار وٺڻ لاءِ منهنجي ضرورت پئجي وئي. پاڙي تي ڪيل هوائي جهاز به هو. پر جهاز کي زنجيبار ۾ لهڻ جي اجازت نه هئي، سو مون ساڻس سودي بازي ڪئي. مون کيس چيو: "ٺيڪ آهي مسٽر فليڪس، مون وٽ هوائي جهاز پاڙي تي ڪرڻ جيترا پئسا ناهن، پر جيڪڏهن تون مون کي ساڻ وٺي هلندين ته اتي هوائي جهاز لاهڻ جي اجازت وٺڻ منهنجو ڪم آهي. آخر توکي به ته سرزمين تي پهچڻو آهي." سو اهو ائين هو.

بفورڊ: مون کي خبر آهي ته هن وقت تون عيدي امين جي باري ۾ ڳالهائڻ لاءِ تيار نه هوندين، ڇاڪاڻ ته انهيءَ موضوع تي تون ڪتاب پيو لکين، پر مون کي انهيءَ ڳالهه تي حيرت آهي ته تون آخر ساڻس ملي ڪيئن سگهيو هئين؟

ڪاپوشنسڪي: 1962ع جو سال هجي ۽ آئون ڪمپالا ۾ هجان. مون کي دماغي مليريا جي بيماري تي پيئي. مرڻ جهڙو جهان، ٽي هفتا ته هوش ۾ ئي ڪونه هوس. هڪ ڏينهن طبيعت ۾ بهتري اچڻ شروع ٿي ويئي. مون اکيون پٽي نهاريو ته ڏٺم ته عيدي امين منهنجي بيڊ جي پر ۾ وينو آهي.

بفورڊ: آئون اها ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهان ٿو ته آندري زيج واجده لاءِ هڪ مثالي صحافي آهين. هن جيڪا فلم Rough Treatment نالي سان ناهي، انهيءَ فلم ۾ هن اهو ڄاڻايو آهي ته تون هڪ بي چيو صحافي آهين. جنهن کي هڪڙي هنڌ ٽڪ نه ايندو آهي تو اوچتو ئي اوچتو هليو ويندو آهين ۽ اوچتو ئي اوچتو واپس موٽي ايندو آهين. ڪجهه واقعا ٻڌائيندو آهين ۽ پيهر گم ٿي ويندو آهين. مون کي اهو ٻڌاءِ ته تون مواد

گڏ ڪرڻ لاءِ ۽ پوءِ لکڻ لاءِ ڪيتريءَ حد تائين سفر ۾ رهندو آهين؟

ڪاپوشنسڪي: نه تو چڱيءَ طرح ڳالهه نه سمجهي آهي. آئون آفريڪا ۾ ئي هوندو هوس، ڇاڪاڻ ته اها منهنجي زوردار خواهش به هوندي هئي ته آئون اتي ئي هجان. آفريڪا ئي ته مون لاءِ هڪ صحافيءَ جي حيثيت ۾ ڇڪ جو ڪارڻ هوندو هو. مون کي اها چڱيءَ طرح ڄاڻ هئي ته مون کي جيڪي ڪجهه به آفريڪا ۾ ڏسڻ لاءِ ملندو اهو يڪتا هوندو. آئون اتي رهندو ئي انهيءَ ڪري هوس، جو مون کي آفريڪا جي آزاديءَ جا تاريخي موقعا ڏسڻ نصيب ٿيا. اهو وقت اهو هو، جڏهين آفريڪا جون قومون هڪ ٻئي پويان آزادي حاصل ڪنديون ويون. منهنجي خواهش هوندي هئي ته اهي ڳالهيون ٻين تائين پهچايان. مون کي جيڪو تجربو ٿيو. اهڙو ڪو ٻيو تجربو حاصل نه ٿيو. آفريڪا جي هڪ پنهنجي سڃاڻ آهي. اها سڃاڻ ڪڏهين ڏک واري ۽ ڪڏهين ڪُجهه واري رهي. جيڪا هر وقت بيان ڪرڻ کان ٻاهر هوندي آهي. آفريڪا پنهنجي ليکي دٻڙات ڪندڙ هو. مطلب ته چڙهت ڪرڻ وارو ۽ حملو ڪندڙ هو، ۽ مون کي اها ڳالهه وڻي ويئي. انهيءَ کان پوءِ هاڻي لڳيم ٿو ته آئون پرسڪون ۽ خاموش قسم جي هڪ هنڌ بيٺل حالتن ۾ جي رهيو آهيان. انهيءَ ڪري يورپ ۾ رهندي ڪري اٻاڻڪو ٿي پيو آهيان، نه ته آفريڪا ۾ ته مون کي تجربن جي حاصلات هئي. آئون پريس ايجنسين وارن لاءِ نه هئڻ برابر هڪ صحافي هوس. اها هڪ حقيقت آهي ته آئون پنهنجو پاڻ کي ليکڪ ئي سمجهندو هوس، گڏوگڏ شاعر به هوس. ڪيترن سالن لاءِ هڪ شاعر جي حيثيت ۾ ڇپجندو رهيو هوس.

بفورڊ: تون هن وقت اهڙي ملڪ ۾ رهي رهيو آهين، جنهن تي تنهنجي ملڪ جي مرضي قبوليت نه هوندي ڪري به مارڪسزم جي سرڪار زوري مڙهي ويئي آهي. ٻئي پاسي تو خود ڪيترائي انقلاب پنهنجين اکين سان ڏٺا ۽ تنهنجي انهن انقلابن لاءِ همدردي رهي آهي. جيڪا مارڪسزم جي حق ۾ رهي آهي. ڇا تون اهو محسوس ڪرين ٿو ته ڪو اصلي ۽ سچو پچو انقلاب به هوندو آهي؟ ڪنهن به انقلاب پاران جيڪي اميدون پيدا ڪيون وينديون آهن. اهي تو پوريون ٿينديون ڏٺيون آهن؟

ڪاپوشنسڪي: اها اٺويهين صدي هئي. جڏهين سائنس اهو

بانور ڪرايو تہ تاريخ ڀُروسي جوڳي آهي. ڇاڪاڻ تہ تاريخ بہ قانون موجب گذري ٿي. تنهن ڪري انهيءَ جي ڄاڻ حاصل ڪري تاريخ جي ڏسيل واٽ تي هلجي، پر جڏهين تہ هاڻي اها پڪ پڪائي ٿي چڪي آهي تہ اصل ڳالهہ ائين ناهي. تاريخ ۾ ڀروسي جي حد تائين گهڙي وجھ ناممڪن آهي. جو تاريخ جنهن وسعت ۽ تيزيءَ سان گذرندي آهي. انهيءَ کي ماڻهو جهٽي نٿو سگهي.

ها، انقلاب اچي سگهن ٿا. انقلابن جي شروعات تہ انصاف جي نالي ۾ ٿئي ٿي، پر انقلاب پاڻ سان گڏ انصاف نہ ئي سهي، پر ڪجهہ نہ ڪجهہ سڌارا آڻي ٿو. جيئن پورچوگال ۾ سالازار جو مثال آهي.

ڪي انقلاب اهڙا بہ آيا جيڪي ڪاميابي ماڻي نہ سگهيا ۽ مقصد حاصل ڪري نہ سگهيا، پر گذرندڙ تاريخ ۾ جيڪي راز لڪل آهن. انهن ۾ منهنجي دلچسپي آهي تہ آخر اهي انقلاب اچن ڇو ٿا. ايٿوپيا ۾ انقلاب انهيءَ ڪري آيو. جو اتي پيٽرول جي اگهن ۾ واڌ اچي ويئي، پر اها واڌ تہ سالن کان ٿيندي پئي آئي. پوءِ انقلاب ايترو تڪڙو ڇو آيو؟

بفورڊ: اها ڳالهہ تہ سولي ۽ سڌي پيئي آهي تہ تو پنهنجن ڪتابن ۾ پورو وچوٽيءَ Parallel سان پولينڊ ۽ ٻين ملڪن جون سياسي حالتون لکيون آهن. جيئن تہ شهنشاهہ هيلاسلاسي جي ڪرپٽ عدليہ جو وارسا جي ڪرپٽ ڪامورا شاهيءَ ۾ هوندو آهي ايران جو چريو ۽ ملڪ کي جديد بڻائڻ جي چڪر ۾ اکيون ٻوٽي هلندڙ شهنشاهہ وري گليريڪ کي ياد ڪندو نظر اچي ٿو، ۽ ستر جو ڏهاڪو گذرڻ وقت بنا ڪنهن ڄاڻ جي خزانو لٽائيندڙ نظر اچي ٿو، تون جڏهين آفريڪا ۾ هئين. تڏهين توکي پولينڊ جي حڪومت جي ٻڇاڙائيءَ جي خبر هئي؟

ڪاپوشنسڪي: آفريڪا ۾ تہ آزادي لاءِ وڙهہ وڙهان هئي. انهيءَ ۾ رهي ڪري ٻئي خبر ئي ڪٿان ٿي پوي. آئون تہ انهيءَ ڪوشش ۾ رهيس تہ انهن جي جيڪا قومي سڃاڻپ آهي ۽ جيڪي ريتون رسمون آهن. انهيءَ جي تقاضا ڇا آهي نہ مون کي پولينڊ جي باري ۾ اهو پتو نہ هو.

بفورڊ: تون انهيءَ ڳالهہ کان واقف آهين تہ هتي پولينڊ ۾ ٻئي حڪومت پيئي هلي، ۽ هتي ماڻهو تنهنجا ڪتاب انهيءَ ڪري گهڻو ٿا پڙهن، جو جيڪي ڪجهہ تو افريڪا جي باري ۾ لکيو آهي. انهيءَ جو

عڪس ڪين هتي ڏسڻ ۾ تو اچي؟

ڪاپوشنسڪي: پر منهنجا ڪتاب انهيءَ خاني ۾ نٿا اچن. باقي هونئن ته جتان ڪٿان جا ٻتا عڪس نظر ايندا آهن.

بفورڊ: پولينڊ ۾ جيڪي تنهنجا ڪتاب پڙهندا آهن، انهن سان تنهنجو ڪهڙي قسم جو لڳ لاڳاپو آهي؟ يا ٻين اکرن ۾ ائين ڪٿي چئون ته هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ تنهنجي دماغ ۾ جيڪو پولينڊ آهي، اهو اصلي پولينڊ کان ڪيترو مختلف آهي، اهو به انهيءَ صورت ۾ جڏهين تون اولهه يورپ ۾ رهندو هجين؟

ڪاپوشنسڪي: ها، ها منهنجو خيال آهي ته اهو ڪر مختلف تجربو هجي ها. آئون ته توکي هڪڙو مثال تو ڏيان. ايترو گهڻو وقت ناهي گذريو. جو مون کي وارسا کان پريرو هڪڙي شهر مان دعوت آئي ته آئون اتي وڃي پنهنجي ڪا لکڻي پڙهان. پروگرام پنجين وڳي شام جو رکيو ويو ۽ آئون اتي پهچي ويس. جيئن ته هال اندر گهڙيس ته ڇا تو ڏسان ته سڄو هال ٽمٻا ٽمٻ ڀريو پيو آهي ۽ ڪيترائي ماڻهو دروازي وٽ بيٺل هئا. ماڻهو ماڻهوءَ سان گسيو پئي. جو ٻيو ماڻهو گهڙي نه پيو سگهي ۽ نه ئي ٻاهر وڃي پيو سگهي. آئون هٽندو پٽيندو، ماڻهن سان گس گسان ڪندو جڏهين اسٽيج تي پهتس ته هڪڙو ته ماندو ٿي پيس ۽ ٻيو ته منهنجي ڪپڙن جا ٻٽڻ ٽٽي پيا، قميض ڦاٽي پيئي ۽ منهنجي عينڪ به گم هئي. نيٺ ساڍين پنجين وڳي مون پنهنجو لکيو پڙهيو.

بفورڊ: هڪڙو ته ڪارو ناحق اهو آهي ته مغرب جا ليکڪ. خاص ڪري آمريڪي ليکڪ جڏهين تڏهين توکي آڏا آهن. اهي ليکڪ اهو نٿا سمجهن ته تون اهڙي ملڪ ۾ تو رهين، جتان جي حڪومت سياسي طور تي ڏاڍايون پئي ڪري. بقول جارج اسٽينئر جي ته اها حڪومت جڏهين تڏهين سينسر شپ ڪرڻ ۾ ڪتل هوندي، پر تنهنجي ڪم تي اهڙي قسم جي سينسر شپ نٿي لڳي. انهيءَ هوندي به مغرب جا ڪجهه ليکڪ تنهنجي لکڻين مان اميد وڃايو ويٺا آهن. پر جيڪي عام پڙهندڙ آهن، انهن مان اهي انهن ليکڪن جي ڳالهين مان بيزار آهن. مغرب ۾ توکي هڪ اهڙيون آڪاٽيون ٻڌائيندڙ ليکڪ سمجهيو پيو وڃي، جيئن اڳئين زماني مان موٽي ايندڙ ساموندي آڪاٽيون ٻڌائيندا هئا. پر مون کي رڳو اها هورا ڪورا آهي ته تون هڪ پريس ايجنسيءَ جي صحافيءَ مان ڦري

ليکڪ کيئن تي پئين. اهڙي کهڙي شئي هئي، جنهن جي ڪري تو ڪتاب لکيا؟

ڪاپوشنسڪي: ڇا بہ هجي، مون جيڪي ڪجھ ايجنسي جي صحافيءَ جي حيثيت ۾ لکيو آهي اهو تمام ضروري ۽ اهم هو. ڇاڪاڻ جو منهنجي سيني ڪتابن منهنجي انهيءَ تجربي مان جنم ورتو. اها منهنجي ذميواري هئي تہ جتي بہ ڪو واقعو جنم وٺي، اتي پهچي وڃي رپورٽ موڪليان تہ ڇا وهيو واپرايو. آئون وڃي جيو پوليٽيڪل صورتحال ڳولي لهندو هوس. اها هڪ نئين سڌي صحافت هئي، جنهن ۾ گهاٽو واڌو ڪونہ هوندو هو، پر ڪئبل موڪلڻ کان پوءِ آئون محسوس ڪندو هوس تہ انهن رپورٽن ۾ ڪا ڪمي پيشي رهجي ويئي آهي. اصل ۾ آئون صرف سياسي واقعا رپورٽ ڪندو هوس، جنهن ۾ ٻيون حقيقتون رهجي وينديون هيون، تنهن ڪري انهيءَ رپورٽ ۾ گهرائيءَ جي کوٽ هوندي هئي، جڏهين تہ مون کي ٻيون حقيقتون بہ سجهنديون هيون. اها ڳالهہ منهنجي ڳڻپ ۾ اچي ويئي ۽ جڏهين بہ پولينڊ موٽي ايندو هوس تہ گهڻو ڪري غير مطمئن رهندو هوس.

تون جتي ڪٿي منهنجي لکڻين جا بہ نمونا ڏسندين، پهرئيون نمونو اهو آهي، جڏهين آئون فيلڊ ۾ رهندي ڪري رپورٽ طور تي موڪليندو هوس. ٻيو نمونو اهو آهي تہ جيڪو پوءِ ويهي لکندو هوس، جنهن ۾ منهنجا احساس ۽ سوچون بہ شامل هونديون هيون تہ سرزمين تي ٻيو ڇا وهيو واپريو ۽ آئون پاڻ ڪهڙين حالتن مان گذريس ۽ منهنجي چوڌاري ڪهڙين ڪهڙين نئين حقيقتن پئي جنم ورتو. توکي تہ خبر آهي تہ پريس ڪئبل خبرن موڪلڻ جو پراڻي رنگ ڍنگ جو نمونو هوندو آهي ۽ محدود قسم جو وسيلو آهي. جنهن ۾ مون کي محدود لفظن ۾ لکڻو پوندو هو ۽ تڙ تڪڙ ۾ رهڙا ڏيڻا پوندا هئا. اخبار وارن کي تڪڙي معلومات ڏيئي پاڻ مال ڪمائڻو هوندو آهي، پر جيڪي گهڻ رخيون حقيقتون اسان جي سامهون اينديون هيون. اهي مختلف هونديون هيون. اهي حقيقتون خاص طور تي ٽئين دنيا ۾ وڌيڪ ڀرپور ۽ وڌيڪ گهڻ رخيون هونديون آهن. جن لاءِ اخبارون ڪڏهين بہ اجازت نہ ڏينديون آهن.

بفورڊ: اهڙي کهڙي اسٽوري هئي، جيڪا اخبار ۾ چڱي طرح بيان نہ ٿي هجي؟

ڪاپوشنسڪي: اها ڪا اسٽوري نہ هوندي آهي، جيڪا اخبار ۾ چڱيءَ طرح بيان نہ ڪري سگهجي. پر انهيءَ اسٽوريءَ جي چوڌاري جيڪي حقيقتون موجود هونديون آهن، آئون انهن جي ڳالهہ پيو ڪريان. موسم، گهٽيءَ جي صورتحال، پوءِ ماڻهن جا احساس ۽ جذبا، شهر ۾ هلندڙ افواهہ وغيره حقيقتون آهن. هڪ واقعي جي پويان هزارين حقيقتون هونديون آهن. جڏهن تہ صبح جو اخبار ۾ اهو سڀ ڪجهہ 600 لفظن ۾ پڙهڻ لاءِ ملندو آهي. توکي خبر آهي تہ ڪتاب جي شايع ٿيڻ کان پوءِ پڙهندڙ شڪايت ۽ تنقيد ڪندا آهن، جيڪا ڏاڍي مزيدار هوندي آهي يار، ڪاپوشنسڪي ڪتاب ۾ تاريخون ئي ڪونہ ڏنيون آهن. ڪاپوشنسڪي وزير جو نالو ئي ڪونہ لکيو آهي. واقعا اڳتي پوئتي ڇڏيا اٿس ۽ ترتيب وار نہ ڏنا اٿس. آئون اهڙين ڳالهين لکڻ کان ٽري ٽارو ڪندو آهيان. پلا جيڪڏهن ڪنهن کي اهڙا سوال پڇڻا آهن ۽ جواب وٺڻا آهن تہ وڃي لئبريريءَ ۾ ڳولي. اتي اخبارون، حوالن جا ڪتاب ۽ ڊڪشنريون وڃي ڳولي. هر شئي جي خبر پئجي ويندس.

بفورڊ: تون صحافيءَ جي حيثيت ۾ پڙهندڙ وٽ جيڪا ڪمي پيشي محسوس ٿو ڪرين، اهڙو ساڳيو حال جديديت پسند ناول نگارن جو آهي. جڏهين ڪانئن اها ڳهر ٿي ٿئي تہ روايتي قسم جو پلاٽ هئڻ گهرجي يا انهيءَ ۾ ڪا اصلي ڪهاڻي هجي ۽ ڪهاڻيءَ ۾ چوڌاري جي صورتحال هجي.

ڪاپوشنسڪي: ها اهائي ڳالهہ تہ ڪريان پيو.

بفورڊ: پوءِ تون انهن ناول نگارن کان ڪهڙي حساب سان الڳ آهين؟

ڪاپوشنسڪي: هڻ ڙي، تون تہ منهنجي سوچ جي اهم نڪتي تي آڱر رکي آهي. ويهارو سال کن اڳ جي ڳالهہ آهي. آئون آفريڪا ۾ هجان، چا ٿو ڏسان تہ آئون انقلاب کان وٺي بغاوت ٿائين، هڪڙيءَ جنگ کان ٻي جنگ ٿائين رلان. انهيءَ رولڙي ۾ آئون اڪين ڏٺو شاهد آهيان تہ تاريخ جڙي رهي آهي. سچي پچي تاريخ. هن دؤر جي تاريخ ۽ اسان جي تاريخ. پر مون کي حيرت اها ٿئي تہ اتي نہ تہ مون کو ليکڪ ڏٺو، نہ ڪنهن شاعر سان ملاقات ٿي ۽ نہ ئي وري ڪو فلسفي هٿ آيو. پيو تہ نهيو پر سماجيات جو ڄاڻو ڪو ماڻهو بہ ڪونہ هو. آخر اهي هئا ڪٿي؟

هيڏا وڏا واقعا پئي ٿيا، پوءِ بہ مون کي اتي ڪٿي بہ ڪو ليڪ نظر نہ آيو. انهيءَ کان پوءِ جڏهين يورپ پهتس، اتي ليڪ ڳولي لڌم، اهي پنهنجن گهرن ۾ ويٺا رهيا ۽ گهر جون اسٽوريون لکندا رهيا. جن ۾ هڪ ڇوڪري آهي، ڪجهہ ٺهڪ آهن، ڪو پنهنجائپ جو نمونو آهي، ڪا شادي آهي ۽ ڪا طلاق آهي. ڳالهہ ٿوري ۾ ائين ٿي ڇٽي تہ اسان ساڳئي ڪهاڻي ذر ذر پڙهندا پيا اچون. توکي خبر آهي تہ اڳئين ڏينهن انهن فرينچ ناولن جي باري ۾ پئي پڙهيم. جن تي انعام اڪرام ڏنا ويا هئا، ڳالهہ گوڙ کان ڇڙهيل هئي. انهن مان ڪوبہ اهڙو ڪتاب ڪونہ هو، جنهن جو حقيقي دنيا سان ڪو واسطو هجي انهن مان هڪڙي ناول ۾ تہ رڳو ناپسنديده بار، ٻئي ڇوڪري، هڪ ڇوڪريءَ ڪل ٺهڪ ۽ پنهنجائپ جوئي ذڪر هو، اهو يلا انعام يافتہ ناول ڇٽيو.

بفورڊ: اهوئي ڪارڻ آهي جو تون موجوده ادب کي پنهنجي ئي ذات جي ڇوڏاري ڦرندڙ ۽ پنهنجي رسمي رواجي قسم جي طور طريقي وارو ڪم سمجهين ٿو؟

ڪاپوشنسڪي: نہ اها ڳالهہ ائين ناهي، پر هيئن آهي تہ اسان جو اهو ادب بنهين روايتي ۽ رسمي قسم جو آهي، پوءِ بہ پاڻ کي چوٽيءَ تا ليڪ ٿا سمجهون. چوٽيءَ جو ڪم رڳو لکڻ جي اسٽائيل جي ڪري، گهڻو زور رڳو اسٽائيل تي آهي جيڪا ڇڻ ڪهن ڪارخاني مان نهي نڪتي هجي. باقي اهڙا موضوع تہ ڪڏهين بہ چوٽيءَ جو ادب ڪونہ تخليق ڪندا آهن. اهڙي ادب ۾ پنهنجو پاڻ کان باهر تہ ڏسڻو ئي ناهي تہ ڪٿي ڇا پيو وهي واپري. ليڪ ڪنڌ ڦيرائي پنهنجي ڪلهن کان پرتي ڏسي ئي ڪونہ ٿو. موجوده ادب هڪ پرائيويٽ افيئر بڻجي چڪو آهي.

بفورڊ: مون کي جوزف براڊ سکي جو هڪ مضمون ٿو ياد اچي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي تہ ويهين صديءَ ۾ روسي ٻوليءَ ۾ ڪوبہ اصلي ۽ حقيقي ناول لکجي ئي نہ سگهيو آهي ۽ نہ ئي لکي سگهبو، ڇاڪاڻ تہ روس ۾ ادبي تصور تي اتان جي سرڪار جو دٻيو آهي. جيئن سرڪار چوي تيئن لکو، سرڪار جي اشارن تي نچو، تنهنجو ڪم تہ بنا ڪنهن شڪ جي رياست جي مرضيءَ سان سرجندو رهيو آهي اهو ڪم تہ تاريخ جي ماتحتي جي برابر آهي.

ڪاپوشنسڪي: مون کي تہ ڪا اهڙي خبر ناهي. آئون ڪو

مينيفسٽو ته ڪونه ناهيندو وتان ۽ نه ئي وري ڪو حڪم هلائڻ وارن مان آهيان، پر آئون اهو ضرور محسوس ڪريان ٿو ته اسان ادب کي نئون رخ ڏنو آهي، مون کي لڳندو آهي ته آئون ادب جي دنيا ۾ ڪو مڪمل طور تي نئون ڪم ڪري رهيو آهيان ۽ اهڙي ڳالهه والاري اٿم جيڪا اڳ ۾ ڪنهن کي هٿ نه ته آئي هئي ۽ نه ئي وري انهيءَ کي ڪنهن لکڻيءَ ۾ ڪولي پڌرو ڪيو ويو هو.

بفورڊ: سياسي تجربن تي ٻڌل ادب؟

ڪاپوشنسڪي: اها ڳالهه ته غلط آهي، ادب ڪر منهنجي ذاتي ملڪيت ته ڪونه هو. توکي خبر آهي ته ڪڏهين ڪڏهين ڳالهيون لکڻ وقت آئون ڳالهين جي جهنگ ۾ ڦاسي پوندو آهيان ته چا ڏنم، ڪيئن وقت گذاريم ۽ ڪيئن سفر ڪيم. دنيا کي لفظن ۾ جهٽڻ لاءِ ماڻهوءَ کي سندس وس آهر هر پاسي ڏانهن ڏسڻو پوندو آهي.

بفورڊ: پر ڳالهين جي انهيءَ جهنگ مان ڪهاڻي جوڙڻ ۽ انهيءَ ۾ لاجڪ پيدا ڪرڻ لاءِ تو ذهن ته ناهيو هوندو؟ توکي لکڻ لاءِ بيانيا انداز اختيار ڪرڻو پيو.

ڪاپوشنسڪي: ها، ڪهاڻيءَ جي شروعات ته ڪرڻي ئي پوي. شروعات ئي بيان ڪرڻ اڌ کان وڌيڪ حاصلات ته آهي. پر اها تيستائين اڌوري آهي، جيستائين خود ليکڪ انهيءَ جو حصو نٿو بڻجي. ليکڪ جي حيثيت ۾ ڪنهن واقعي جو تجربو ئي هٽ اچي منهن سان لڳندو آهي. اهو تجربو ئي ته لاجڪ بڻبو آهي، اصل ۾ اهو تجربو ئي ڳالهين جي جهنگ جو مرڪز هوندو آهي.

روايتي قسم جون اٽڪلون ته ليکڪ کان لڪل رهنديون آهن، ڪهاڻيءَ جي مڙهت جي بيان ڪندڙ جي مڙهت هوندي آهي. جنهن ۾ اصليت موجود هوندي آهي. مون لاءِ جيڪا صحيح سالم ڳالهه آهي، اها اِهائي آهي ته آئون اتي هئس ۽ واقعو اکين سان ڏٺم ۽ پوءِ بيان ڪيم. آئون هڪڙي ڳالهه مڃيان ٿو ته لکڻ وقت منهنجي انا ۽ پنهنجو ذڪر موجود هوندو آهي، مون کي جڏهين گرمي چڪي اچي ڪٽندي هئي، بک جو مارو هوندو هو ۽ اندر ۾ بارا هوندا هئا ته اهي سڀ منهنجي لکڻيءَ ۾ ته ضرور اچڻا هئا. رڙيون ته ڪيون اٿم، منهنجي لکڻيءَ جي انهيءَ حصي کي تون منهنجا ذاتي تاثرات چئي سگهين ٿو، چاڪاڻ ته لکڻيءَ ۾ ليکڪ

تہ موجود هوندو آهي. دل چوندي آهي تہ آئون پنهنجي انهيءَ ذڪر ڪي آڱوٺي تي چاڙهي ڇڏيان.

بفورڊ: تنهنجي صحافت جدت پسنديءَ واري صحافت ڪان ڪيئن الڳ آهي؟ خاص ڪري هنٽر ايس ٿامس، جان ڊائيو ڊون يا وري ٽام وولف جي صحافت ڪان، اهي سڀ جا سڀ فرسٽ پرسن ۾ لکندا آهن.

ڪاپوشنسڪي: اهو ڪم جو سوال آهي، آئون جڏهين آفريڪا ۾ هوس تہ انهيءَ وقت اهڙي صحافت ڪان اڻ ڄاڻ هوس. هاڻي پيو ڏسان تہ جدت پسنديءَ واري صحافت شروع ٿي چڪي آهي، اها جرنلزم حقيقت ۽ فڪشن کي ملائي لکي پيئي وڃي. اها صحافت آمريڪا جي اوپرائپ جي باري ۾ آهي، منهنجي نظر ۾ اها جدت پسنديءَ واري صحافت نہ، پر جدت پسنديءَ وارو ادب آهي، جيڪو نئون آهي.

پر ڳالهہ اها آهي تہ آئون آخر ليکڪ چو آهيان، مون ايترا پيرا سر تي چو خطرا کنيا جو ڪيترائي پيرا مرندي مرندي بچيس، ڇا پڙهندڙن کي رت ڪرڻ لاءِ اها صحافت اختيار ڪيم يا پگهار لاءِ پئي ڪئي هئس؟ مون لاءِ اهو ڪو ڏنڌو نہ هو، پر منهنجي اها مشن هئي. آئون انهيءَ ڳالهہ سان بڌل ڪونہ هوس. ڏيٺي نہ ونٺي هرويرو پنهنجو پاڻ کي بوهي ۾ وجهان. مون کي تہ تاريخ بابت ۽ اسان بابت ڪجهہ آکڻ لکڻ لاءِ باهہ ۾ ٽپو ڏنو، اهو سڀ ڪجهہ صحافت ڪان متانهون ۽ گهڻو ڪم هو.

وولف: تو صحافت جي سکيا ورتي؟

ڪاپوشنسڪي: نہ ڪڏهين بہ نہ. مون 1950ع ۾ صحافت شروع ڪئي، تڏهين آئون ارڙهن ورهين جو هوس. رڳو سيڪنڊري تعليم حاصل ڪئي هيم، صحافي مون وٽ ايندا هئا تہ اسان لاءِ ڪم ڪر. مون پنهنجي پريڪٽس مان ئي صحافت سکي.

وولف: تون پنهنجي صنف جي چٽائي ڪيئن ڪندين؟

ڪاپوشنسڪي: اها چٽائي ڪرڻ ڏاڍي ڏکي آهي. پاڻ وٽ سڀ شيون پاڻ ۾ وچڙي ويون آهن، جنان ڪتان مختلف صنفن جون چٽنگون پيون نکرن... آمريڪا ۾ جنهن صحافت جنم ورتو آهي، انهيءَ کي هو جدت پسنديءَ واري صحافت ٿا چون، انهيءَ جرنلزم ۾ بيان تہ حقيقتون ڪيون ويندون آهن. مون ۾ ۽ انهن صحافين ۾ ڪو فرق ناهي. آئون وري پنهنجي رپورٽ ۾ مضمون شامل ڪري ڇڏيندو آهيان. منهنجين

لکڻي ۾ تي اسم هڪ ٻئي سان شامل هوندا آهن. پهرئين ته ٽيو سفر. اهڙو سفر نه جيڪو ٽوئرسٽ ڪندا آهن. پر اهڙو سفر جنهن ۾ آئون زندگيءَ جي لڪل پهلوئن کي کوٽي پڌرو ڪندو آهيان. زندگيءَ جي ماهرن تي ڌيان ڏيندو آهيان. ڌيان ڏسي پرک ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي لکڻ جو مقصد حاصل ڪندو آهيان. ٻيو هوندو آهي ته ڄاڻايل موضوع جي باري ۾ وڌيڪ معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ ڪتاب مضمون ۽ تحقيق پڙهي ڪري وڌيڪ نتيجا حاصل ڪرڻ. ٽيو اسم هوندو آهي منهنجو پنهنجو پڙهيل ۽ اکين سان ڏٺل حالتن جي باري ۾ پنهنجي طرفان جذبن، احساسن ۽ سوچ. منهنجا سڀ جا سڀ ڪتاب انهن ٽنهين اسمن تي ٻڌل هوندا آهن.

وولف: تنهنجي لکڻ جي طور طريقي ۽ نرالي صنف جو توکي ڪڏهين خيال آيو؟ سرڪاري ڏنل معلومات مٿان جيڪي ته اچن ٿا اهي ڪيئن ٿا اچن؟

ڪاپوشنسڪي: لکڻ جو طور طريقو ڪو نئون ناهي. اصل ۾ اڻويهين صديءَ جي روسي روايت تي ٻڌل آهي. جيستائين اسان جو پنهنجو تعلق آهي ته اسان جي پوري پوري ڪوشش رهي آهي ته وس آهر جيترو به پڇي سگهي اوترو لکي سگهون. ڇاڪاڻ ته اهو ڪم روپوشيءَ ۾ رهي ڪري ڪونه لکيو ائٿون. روپوشيءَ وارو ادب ته ستر واري ڏهاڪي ۾ شايع ٿيڻ لڳو جڏهين ٽيڪنيڪي ترقيءَ انهيءَ کي ممڪن بڻايو. انهيءَ کان اڳ ۾ اسان کي سنسر شپ کي منهن ڏيڻي لک لڪوٽي ڪندي لکڻو پوندو هو. ڇپر ۾ ڳالهه ڪرڻي پوندي هئي. اها اسان جي هڪ قسم جي جدوجهد ڪرڻي پوندي هئي. پولينڊ ۾ منهنجي ڪتاب Emperor کي نئين طور طريقي جي لکڻي سمجهيو وڃي ٿو ۽ گڏوگڏ روس ۾ به حقيقت اها آهي ته انهيءَ ڪتاب ۾ رڳو اٿوپيا هيل سلاسي ڪم نه ٿا اچن. پر انهن سان گڏوگڏ ڪميونسٽ پارٽي جي سينٽرل ڪميٽي به ان سڏيءَ طرح اچيو ٿي وڃي.

وولف: پر تو ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سينٽرل ڪميٽيءَ جو ذڪر ته نه ڪيو آهي.

ڪاپوشنسڪي: ذڪر ته برابر ڪونه ڪيو اٿم. پر اقتداري ڪميونسٽ پارٽيءَ کي منهنجي لکڻ مان ئي اهو اندازو ٿي ويو ته هيل

سلاسي جي ڏاڍ جي پويان ڪير آهي. اهوئي ڪارڻ هو جو هڪ ته انهيءَ ڪتاب جي سرڪيوليشن کي محدود ڪيو ويو ۽ ٻيو ته انهيءَ ڪتاب تي ٻڌل فلم ناهڻ جي ڪم کي روڪيو ويو ۽ اسٽيج ناٽڪ ڪرڻ کان به روڪيو ويو. انهيءَ زماني ۾ ايٿوپيا ۾ هيل سلاسي جي آپيشاهي جي ڪميونسٽ پارٽي جو جنرل سيڪريٽري گئيرڪ پٽ ۾ هو. انهيءَ ڪري اسان زبان ئي اهڙي استعمال ڪئي جو پڙهندڙ انهيءَ کي سمجهي وڃن. مطلب ته نانگ به مري لٺ به نه ڀڄي.

ڪوهين: مورڳو هڪڙو ڏينهن اڳ ۾ اسان پاڻ ۾ اها ڳالهه پئي ڪئي ته پڙهندڙن لاءِ وڏو مامرو ٿي پيو آهي، پر پوءِ حيرت جي ڳالهه اها آهي ته پڙهندڙن ٻنهي معنائن کي به سمجهيو وڃن ٿا. پوءِ پلي ڪو ڪتاب ڪيترو به مونجهاري ۾ وجهندڙ هجي.

ڪاپوشنسڪي: ڪميونسٽن پڙهندڙن لاءِ ايترا ته ذريعا محدود ڪري ڇڏيا هئا جو انهيءَ جو سياسي اثر پڙهڻ تي پيو آهي. ماڻهن وٽ رڳو ڪتاب هوندو هو، ٽيليويزن يا ٻئي ڪا اهڙي شئي ڪليءَ طور ته هئي، نه ڪا اهڙي خاص تفريح هئي. تنهن ڪري ماڻهو هڪڙي ساڳئي ڪتاب کي چڱيءَ طرح اکر اکر ڪري به پڙهندو هو ۽ ورجائي ورجائي به پڙهندو هو. انهيءَ وقت پڙهڻ جو ڪم زوران زور به هو ۽ سچو ڏيان به ڪتاب ڏانهن هوندو هو. رڳو ڪتاب ئي ته معلومات جو ذريعو هو. اها ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهي ڇڏ ته جيڪا روسي ادب جي ڳري روايت هئي، اها انهيءَ ڪري هئي جو روسي ماڻهو پڙهڻ جا وڏا شوقين هئا. اوير ۾ شاعري توڙي نثر ماڻهن کي دل سان لڳندا هئا. چاڪاڻ ته وٽن سڪڻ جي روايت موجود هئي، ادب ۽ پڙهندڙن جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق هو. پڙهندڙ مواد کي دل سان هنڊائيندا هئا. پر هاڻي اها روايت گم ٿي چڪي آهي.

ڪوهين: تون ڪڏهين پهرئيون ڀيرو آفريڪا پهتين؟

ڪاپوشنسڪي: پهرئيون ڀيرو تڏهين پهتس، جڏهين 1958ع ۾ صحارا جا ڏاکڻيان ملڪ پهرئين پهرئين آزاد ٿيا آفريڪي ملڪن مان پهرئين پهرئين آئون گهانا پهتس ۽ ملڪ گهمي ڏٺم. انهيءَ زماني ۾ مون لوممبا ۽ نڪروما جي باري ۾ رپورٽن جي سيريز لکي. ٻيو ڀيرو وري انهيءَ کان ٻه سال پوءِ پهتس. انهيءَ زماني ۾ ڪانگو آزاد ٿيو هو. سو اتان جي باري ۾ رپورٽون لکي موڪليم. مون کي ڪنساشا وڃڻو

هو. پر مون کي اوڏانهن وڃڻ جو اجازت نامو ڪونہ مليو. پر تنهن هوندي بہ آئون ۽ چيڪو سلوويڪيا جو دوست پاڻ ۾ گڏجي بنا ڪنهن اجازت جي لڪ لڪان ۾ سوڊان ڪانگو جو بارڊر ٽپي غير قانوني طور تي اتي پهتاسين. بارڊر ڪراس ڪرڻ وقت بارڊر تي پهرو نظر ڪونہ آيو. اتان پوءِ آئون ڪنشان گاني پهتس.

ڪوهين: جڏهين تون ڪنشاسا پهتين انهيءَ وقت اهو علائقو آزاد هو؟

ڪاپوشنسڪي: نہ انهيءَ کان پوءِ ٿيو. اهو زمانو بين الاقوامي چڪ چڪان جو تڪليف ده زمانو هو. مون کي خبر هئي تہ نانگ جي ٻر ۾ هٿ وڌو اٿم. اهڙا امڪان بينا هئا تہ ڪانگو جي ڪري ٽيئن مها ياري جنگ لڳي سگهي ٿي. آئون جڏهين مهاياري جنگ جي ڳالهہ ڪندو آهيان تہ ماڻهو کلي ڏيندا آهن. پر انهيءَ زماني ۾ هر ڪو ماڻهو وائڙو هو تہ الائي ڇا ٿيڻ وارو آهي. روسي اوڏانهن پئي ويا. آمريڪي ۽ فرينچ اوڏانهن پئي ويا. اقوام متحده ڌار وٺ وٺان ۾ هئي. مون کي اجا تائين ياد بينو آهي تہ ڪشان گاني جي ايئرپورٽ تي سوويٽ يونين جا جهاز پئي لٿا. سڀ صحافي اتي اچي گڏ ٿيا. اسان سڀني جو اندازو هو تہ دنيا وڙهي مرندي.

ڪوهين: انهيءَ زماني ۾ 1960ع جي شروعات ڌاري تہ صرف ٿي آمريڪي صحافي هئا جيڪي آفريڪا مان رپورٽون موڪليندا هئا.

ڪاپوشنسڪي: گهٽ هئا. پر گهڻا صحافي برطانيہ، فرانس ۽ اٽليءَ مان پهتا هئا. انهن ملڪن جوئي تہ آفريڪا ۾ بينڪيت جو راڄ هو. اتي اٽلين ماڻهو بہ آباد هئا. ظاهر آهي تہ روسي صحافي بہ جام هئا.

وولف: اها چند ماڻهن جي وچ ۾ چڪ چڪان هئي ڇا؟

ڪاپوشنسڪي: نہ. اسان سڀ صحافي هڪ ٻئي سان تعاون ڪندا هئاسين. اهو خيال ڪونہ رکندا هئاسين تہ ڪير اوڀر جو آهي، ڪير اولهہ جو آهي ۽ ڪير ڪهڙي ملڪ جو آهي. انهيءَ جو ڪارڻ اهو هو جو اسان تمام وڏي ڏچي ۾ هوندا هئاسين ۽ پنهنجو پنهنجو ڪم ڪندا هئاسين. اهو نہ اسان کي هر حال ۾ ڪرڻو ئي هئو. اسان گروپن جي صورت ۾ هڪڙي بغادي کان ٻئي بغادي تائين پيا ڊوڙون پائيندا هئاسين. جي ڪو بغادو ڪابيءَ ڌر وارا ڪنهن ملڪ ۾ ڪندا هئا تہ آئون پاڻ سان گڏ مغرب

جا صحافي ڪتندو هئس، جيڪي منهنجا دوست ٿي هوندا هئا. چوندو هوس تہ، "ڏسو، هنن صحافين کي مون سان گڏ اچڻ ڏيو." جي ڪي ساڄيءَ ڏر وارا بغادو ڪندا هئا تہ مغرب جا صحافي مون کي سانُ وٺي ويندا هئا ۽ اڳين کي چوندا هئا تہ، "نہ نہ، هي پنهنجو همراهہ آهي، قرب ڪري ڪيس ويزا ڏيو. هن کي اسان سان گڏ هلڻو آهي. هيءَ اسان جو گهاٽو يار آهي."

ائين پيا ڪم ٺپائيندا هئاسين. ظاهر آهي تہ آئون نيو يارڪ ٽائمز جي نمائندي سان ريس تہ نہ ڪري پيو سگهان. ڇاڪاڻ تہ آئون پولشن نيوز ايجنسي جو نمائندو هوس. مون سان مغرب وارن جي ڀيٽ ۾ صفا معمولي قسم جي ۽ انهيءَ جي ڪابہ اهميت نہ هئي. مٿان وري اتان جون حالتون تہ ايڏيون تہ خراب هيون، جو اتان کان خبرون موڪلڻ جو ڪو خاص ذريعو ڪونہ هئو. اصل سڀ واڪائون بند هيون. ٻيو تہ نهيو پر آفريڪا ۾ ٽيليڪس بہ ڪٿي ڪٿي هوندي هئي. سو جڏهين ڪو صحافي هوائي جهاز ۾ چڙهي يورپ ۾ وڃي پهچڻ وارو هوندو هو تہ اسان انهيءَ کي رپورٽون ڏيئي ڇڏيندا هئاسين. اهو يار يورپ پهچڻ کان پوءِ سيني جون رپورٽون اسان جي پنهنجن ادارن ڏانهن موڪلي ڏيندو هو. مون کي ياد آهي تہ جڏهين 1975ع ۾ انگولا کي آزادي ملي تہ پهرئيان ٽي مهينا تہ صرف آئون ئي هڪڙو صحافي اتي هوس. هڪڙي ڏينهن هوٽل جي ڪمري ۾ هجان تہ در تي ٺڪ ٺڪ ٿي، دروازو کوليم تہ ڪوئي ٻاهر بيٺو هو، چوڻ لڳو تہ، "آئون نيو يارڪ ٽائيمز جو نمائندو آهيان." اهو وقت هو، جڏهن انگولا ۾ آزاديءَ جو سرڪاري جشن چار پنج ڏينهن هلڻو هو. انهيءَ ڪري سڄي دنيا جي صحافين جي هڪ گروهہ کي ملڪ ۾ اچڻ جي اجازت ملي هئي ۽ اهي ياڙي تي ڪيل هوائي جهاز ۾ اتي اچي پهتا هئا. سو اهو صحافي مون کي چوڻ لڳو، "مون کي افسوس وچان چوڻو ٿو پوي تہ آئون هتي ٿئون ماڻهو آهيان ۽ بدو اٿم تہ تون هتي ڪافي عرصي کان ترسيل آهين. آئون ڪجهہ انگولا جي باري ۾ لکڻ ٿو چاهيان. هيءَ هڪڙو مضمون لکيو اٿم، جيڪو نيو يارڪ ٽائمز ڏانهن موڪلڻ ٿو چاهيان. مهرباني ڪري اهو پڙهي درست ڪري ڏي ۽ جيڪي خاموں رهيل آهن، اهي بہ ٺيڪ ڪري ڏي." انهيءَ کان پوءِ هو وسڪيءَ جي ٻوتل کڻي ايو. جيڪا ڪمال جي شئي هئي. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ وقت

انگولا ۾ وسڪي ته چاءِ پر سگريٽ خوراڪ ۽ ٻئي هر شئي جي اٿاٿ هئي. هاڻي ته خيراتي سڀ ڪجهه ملي ٿو، سو جو اهو حال هو، پر انهيءَ هوندي ڪري به جيڪڏهين تون انهيءَ زماني جون رپورٽون فرينچ اخبار "ولي موندي" ۽ "دي ٽائمس" ۾ پڙهندين ته توکي خبر پوندي ته انهن جي نمائندن ۽ ليڪڪن وٽ انگولا جي پس منظر ۽ موضوع جي باري ۾ وٽن تمام گهٽ معلومات هئي اها تمام اعليٰ درجي جي صحافت هئي. سو اسان پنهنجي جاءِ تي آفريڪا جا اسپيشلسٽ هئاسين.

وڊ فورڊ: پروفيسر پيوٽر مائيڪلو وسڪي جو چوڻ آهي ته هو پولينڊ ۾ ٿي نندو تي وڏو ٿيو. انهيءَ زماني ۾ پولينڊ جا ماڻهو تنهنجين موڪليل رپورٽن کي ڏاڍو ساراهيندا هئا ته اهي رپورٽون دنيا جي سياست ۾ اهم ترين جڳهه والارين ٿيون ۽ پڙهندڙن کي مٿان ڪان وٺي سٽين ٿيون. پولينڊ جي هر طبقي ۽ هر هنڌ تنهنجي رپورٽن جا واجٽ هئا. پوءِ تون جڏهين پولينڊ پهسي ته توسان پڙهيل توڙي بين کان پڙهائي ٻڌڻ وارن اڻ پڙهيل ماڻهن توکان پڇائون ته ڪيون هونديون ته چا ڏنئي ۽ ڪيئن ڏنئي؟

ڪاپوشنسڪي. ها، تمام گهڻو. سندن دلچسپي منهنجين رپورٽن ۾ تمام گهڻي هئي. انهيءَ زماني ۾ منهنجي ڏنل معلومات کي يڪتا قسم جي ڪري ليکيو ويندو ۽ خود آفريڪا جي حالتن جي ڏس ۾ به ماڻهن جي گهاتي دلچسپي هئي. خاص طور تي ڪولڊ وار جي پس منظر ۾. پر هاڻي ائين ناهي.

وولف افريڪا جي باري ۾ پولش ماڻهن وٽ ڪا خاص ڄاڻ هئي؟

ڪاپوشنسڪي محدود ڄاڻ هين. آفريڪا کي سڃاڻڻ ۽ پرکڻ جي ڏس ۾ سڄي يورپ جي سفيد فام ماڻهن جو ساڳيو رويو آهي. اهو رويو يڪسانيت ۽ تعصب جو شڪار ٿيل آهي. ائين برابر آهي ته يورپ جي ڪن ڪن حلقن ۾ آفريڪا لاءِ چڪ موجود آهي. اهو به شايد انهيءَ ڪري آهي ته ادب ۾ آفريڪا پاتو وڃي ٿو. انهيءَ جو هڪ مثال ڪونراڊ جو لکيل ڪتاب Heart of Darkness آهي.ڪونراڊ کي پولش ليکڪ سمجهيو وڃي ٿو. آفريڪا ۽ پولينڊ ۾ جيڪي هڪ جهڙائيون آهن. انهيءَ جي باري ۾ آفريڪا جي ماڻهن سان خيالن جي ڏي وٺ به ڪندو هوس ته

آفريڪا توڙي پولينڊ مغربي قوتن جون ڪالونيون رهيون آهن. اسان ته 130 سالن کان وٺي بينڪيت رهيا آهيون. اسان پنهنجي آزادي ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ وڃائي. 1918ع واري پهرئين عظيم جنگ پولينڊ کي ٽن حصن ۾ ورهايو. انهن ٽن حصن تي روس، پرشيا ۽ آسٽريا جو قبضو ٿي ويو. سو پولينڊ جي حالت به آفريڪا واري رهي آهي. اها ڳالهه ڪرڻ وقت ڪڏهين ڪڏهين منهنجو ۽ آفريڪين جو پاڻ ۾ ڏند چڪ ٿي ويندو هو. آئون کائنس پڇندو هوس ته، "توهان ڪيترو وقت غلام رهيا؟" هو جواب ڏيندا هئا ته "اسي سال" انهيءَ تي موٽ ۾ مون کي چوٽو پئجي ويندو هو ته، "اسان پنجاهه سالن کان وڏيڪ بينڪيت جو شڪار آهيون" اها ڳالهه ٻڌي آفريڪي ٻوڏار ۾ پئجي ويندا هئا. پلي ڪٿي هڪ جهڙائي هجي، پر عام کي انهيءَ جو شعور ئي ناهي.

وولف: ڪوپر نيڪس ليڪچر جي آخر ۾ چيو هو ته تو شهنشاهيتن جي باري ۾ انهيءَ ڪري لکيو آهي ته تنهنجي سوچ ۽ شين کي ڏسڻ جو انداز پولينڊ وارو آهي. آفريڪا ۾ وڃي ڪري توکي تجربا سامهون آيا. انهن کي ڏسي ڪري تو اها ڳالهه ڪئي يا وري روس جي روين کي سامهون رکي ڳالهه ڪئي؟

ڪاپوشنسڪي: روس جي اها ڳالهه خاص ڪري روس جي روين مان ڦٽي نڪتي. اسان جي تاريخ ۽ پولينڊ روس جي لڳ لاڳاپن جي تاريخ ڏاڍي ڏک واري ۽ گهمريون ڏيندڙ رهي آهي. اسان مٿهن ڏاڍا عذاب سٺا آهن. اسٽالين اسان جي سڄي انٽيليجنشيا مارائي ڇڏي. هڪ لک ماڻهو مارائي ڦٽا ڪيائين. مطلب ته سندس اها خواهش هئي ته ڪو به لکيو پڙهيو پولش نه بچي هڪ لک ماڻهو. جنهن زماني ۾ Imperium ڪتاب پئي لکيو ته اهو منهنجي ظرف ۽ ضمير جو معاملو هو. مون اهو ڪتاب پولش نڪته نگاهه کان لکيو هو. اهو ڪتاب مغرب جي پڙهندڙ کي ڏکيو به لڳو. ناقابل قبول به لڳو ۽ مانو به لڳو..... پوءِ پولش تجربي کي وساري، اڻ ڏريو تي روس جي باري ۾ لکيم.

وولف: عذابن ۽ اذيتن تي لکڻ جي هير ته نه هوندي آهي؟ ڪو به ماڻهو هڪڙي پاسي روزمره جا عذاب ته ٻئي پاسي سماجي جوڙ جڪ جي اذيتن تي لکندي ڪري ڪڏهين هڪڙ پاسي ته ڪڏهين ٻئي پاسي هيٺ مٿي ته نه ٿيندو رهندو آهي؟ روس جي ڪلچر ۾ قدرتي طور تي توڙي

فطري طور تي عذاب پاتا وجن ٿا، انهن کي ڪو ڪيئن ٿو سمجهي سگهي؟

ڪاپوشنسڪي: پولينڊ ۾ ٿيندڙ تجربن ۽ روس کي درپيش ايندڙ مسئلن ۾ بنيادي فرق آهي. پولينڊ کي ٻاهريون قوتون رت ڪنديون رهنديون آهن، انهيءَ ڪري اتي اسٽيٽ کان انڪار ڪرڻ جو عمل حب الوطني سمجهيو ويندو آهي. روس ته خود اتان جي پنهنجي حڪومت ۽ رياست اتان جي شهرين تي توڙي ٻين ملڪن جي ماڻهن تي دابو رکندي پئي آئي آهي. انهيءَ ڪري اتان جون حالتون منجهيل نظر اينديون آهن. جنهن جا ڪارڻ آهن. اصل ۾ روسي ڪلچر جو بنياد اتان جي سخت مذهبيت جو شڪار آهي، اتي جيڪو به عذاب اچي ٿو ته اتان جا ماڻهو سمجهندا آهن ته اهو عذاب قدرت طرفان متاڻن نازل ٿيل آهي. انهيءَ ڪري اتان جا ماڻهو ڪنهن جي ڏاڍ کي پنهنجو نصيب سمجهن ٿا ۽ اهو سمجهن ٿا ته هو قرباني ڏيئي رهيا آهن. سو روس جي رياست جڏهين آپيشاهي هلائي ٿي ته اها آپيشاهي روسي سوسائٽي جو اهم ۽ لازم جز آهي.

وولف: روس ۾ جيڪي عذاب پاتا وجن ٿا، انهن ۾ ويهين صديءَ جي شروعات کان وٺي جيڪو خانه جنگي جو ٻڙدڪ متيل رهيو آهي ته انهن ٻنهين ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

ڪاپوشنسڪي: اهو الڳ معاملو آهي، پهرئين عظيم جنگ ۾ ته قوم پرستي جي شايد جذبي ڪم ڏيکاريو. انهيءَ جذبي تحت ڏاڍي خونريزي ٿي، پر جڏهين سوويت يونين جو زمانو آيو ته پوءِ جذبات کان هٽي ڪري هڪ سسٽم تحت ڪيئي خون ڪيا ويا جيئن هولوڪاسٽ ۾ ٿيو. يوڪرائين ۾ اسٽالين ڏهن لکن کان ٻارنهن لکن تائين ماڻهو مارياءِ سي به سوچي سمجهي. ۽ بک جي وگهي، 1932-1933 يوڪرائين ۾ جيڪو ڏڪار آيو، اهو هٿ وٺي آندو ويو هو. انهيءَ لاءِ وڏي رٿا بندي ڪئي ويئي هئي. موجوده دور جي روس ۾ ڪنهن به سرڪاري يا فارمل طور طريقي سان ماضيءَ جو ڪاٿو لڳائڻ ڏکيو آهي. سرڪاري ڪاغرن پٽن ۾ رڳو ايترو ڄاڻايل آهي ته اتي ڪوبه ماڻهو اها ڳالهه ڪرڻ لاءِ تيار رهيو.

وڊ فورڊ: خرشچيف جي 1956ع واري زماني جي باري ۾ تنهنجو خيال ڇا ٿو چوي؟

ڪاپوشنسڪي: آئون ته مورڳو وينو اڄ ڪلهه جي ڳالهه ڪريان. روسي رياست جي سرڪار ۽ خارجه پاليسي اجا تائين اهو ٻڌائڻ لاءِ تيار ناهي ته اهي پاليسيون بولشويڪ پاليسي ۾ اضافي حيثيت رکن ٿيون، اجا تائين پراڻين پاليسين کي رد قد نٿا ڏين. جي تون روس جي لبرل اسڪالرس ۽ سياستدانن کان پڇندين ته روس جون پاليسيون اسان لاءِ، ٻئي يورپ لاءِ ۽ سڄي دنيا لاءِ خطرناڪ آهن ته اهي به چوندا. "نه نه ڪا خطرناڪ پاليسي ناهي. اسان اجا ڪمزور آهيون، اسان وٽ اقتصادي بحران لڳو پيو آهي، پرڏيهي واپار ۾ ڏکيائون درپيش اچي رهيون آهن. اسان جي فوج چڙواڳي ڏانهن وڌي رهي آهي، هيئنئن ٿيو، هوئنئن ٿيو." مطلب ته رڳو بهانا پيا ڏيندا. اهي ماڻهو ايتري ڳالهه به ڪرڻ لاءِ تيار ناهن ته. "اسان جيڪا ماضيءَ ۾ ويڙهه ويڙهان ڪئي، ماڻهن مٿان جنگيون مڙهيون ۽ جيڪي ڏوهه ڪياسين، ائين هاڻي ڪڏهن به ڪونه ٿيندو." ائين چوڻ جي بدران اها ڳالهه ڪندا، "اسان مان توهان کي ڪوبه خطرو ناهي، ڇاڪاڻ ته اسان ۾ ايتري سگهه ئي ڪانهي."

ڪوهين: جڏهين واسلاو هاويل چيڪوسلوويڪيا جو صدر هو، تڏهين ڪانئس پڇيو ويو ته ڇا سندس رياست اها ڳالهه قبول ڪندي ته اڳ ۾ جيڪا مار ماران ڪرائي ويئي، ماڻهن کي دٻايو ويو ۽ ملڪيتون ضبط ڪيون ويون، اها چيڪو سلوويڪيا جي اڳين حڪومت جي ذميواري آهي؟" انهيءَ تي "ها" ۾ جواب ڏنائين. اهڙو ساڳيو سوال سائوٿ آفريڪا جي سرواڻ نيلسن منڊيلا کان پڇيو ويو هو ۽ هن ساڳيو جواب ڏنو هو. هاڻي ته پولينڊ جي حڪومت کان ساڳيو سوال ٿو پڇيو وڃي ته اها پنهنجي اڳين حڪومتن جي بدران سڀ الزام روس ۽ اسٽالين تي مڙهيو ڇڏين.

ڪاپوشنسڪي: اهو مامرو ڏاڍو ڏکيو آهي. ماضيءَ جي مامرن جي باري ۾ پرک ۽ تنقيد جي کوٽ آهي. پر توکي اها ڳالهه سمجهي وڃڻ گهرجي ته پولينڊ جي حڪومت ۾ به پارٽي اقتداري طبقي جا ماڻهو ويٺل آهن. سو اهي ماڻهو خود تنقيد ڪندي ماضيءَ جا ڏوهه قبول ڪرڻ جي اهل ئي ناهن.

# عبراني ٻوليءَ جي ليکڪ ايموس اوز سان ڳالهه ٻولهه

ايموس اوز هڪ ننڍڙي شهر "آراد" ۾ رهي ٿو، جتان جي ڪل آبادي ٻاويهه هزار کن ماڻهن تي مشتمل آهي. اهو شهڙڙو 1961ع ڌاري نيغيب نالي صحرا ۾ جوڙيو ويو هو. ونس پهچڻ لاءِ جيروسلم مان بس تي چڙهي پهرئين بيرشيبا پهتس. اتان ٻئي بس ۾ چڙهيس. جنهن مون کي اچي آراد ۾ ڇڏيو. بس اسٽينڊ وٽ موجود سڀني ماڻهن کي ايموس اوز جي خبر هئي. هڪڙي همراهه مون کي گهر جو ڏس پتو سمجهائيو. سندس ڏنل ڏس تي آئون پيادو روانو ٿيس. وڏو ۽ ويڪرو روڊ هو. روڊ جي ٻنهين پاسن کان وڻ ون سان لڳو بيٺو هو. انهن وڻن جي پويان وري اڇي رنگ جي پٿرن مان ٺهيل وچولي درجي جا گهر ٺهيل هئا. انهيءَ روڊ تي اُيڪپرو هلندي اچي دڙي جي چوٽيءَ تي پهتس. جتي نسبتن وڏا گهر هئا. هر گهر جي چوڌاري وڻن، ٻوٽن، ولين ۽ گلن جي گهاٽي وٽڪار هئي. دڙي تي ٺهيل گهرن جي گهٽين مان ٿيندو اچي ايموس اوز جي گهر تي پهتس. اهو گهر ٻين سڀني گهرن کان مٿي چوٽ تي ٺهيل هو. جنهن جي چوڌاري گهاٽي وٽڪار هئي. گهر جي پويان صحرا هو. سندس گهر سڌو سادو ۽ آڏر ڀاءُ ڪندڙ لڳم. گهر ۾ گهڙڻ کان پوءِ ايموس اوز سان گڏجي گهر جي منهن ۾ موجود چاڙهين تان هيٺ لٿس. جتي ايموس اوز لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪندو هو. اتي اچي پهتاسين. ڪمرو صاف سٿرو ۽ ماڻ جي هنج وانگيان نرم گرم هو. ڪمري ۾ پٿين سان لڳ ناهيل ڪٻٽن ۾ رکيو ڪتاب ئي ڪتاب هئا جتان جتان پيت خالي هئي. اتي سندس ڪتابن جي مختلف ايڊيشنز جا ٽائيٽل چنبڙايا ويا هئا.

ڪمري اندر جيڪو سامان هو، انهيءَ جو رنگ هلڪو ڪار سرو هو. انهيءَ سامان ۾ آرامده صوفا، هڪ عدد ڪرسي، ڪافي رکڻ واري ميز، لکڻ جي وڏي ۽ ويڪري ڊيسڪ ۽ پڙهڻ لاءِ جهول واري ڪرسي اچي ٿي ويا. ڪمري ۾ هنڌان هنڌان ننڍيون ڊريون ڪليل هيون، جتان گل ٻوٽا نظر اچي رهيا هئا. گهر جي پويان وري رڳو واريءَ جا دڙا ڏسڻ ۾ پئي آيا. ايموس اوز چٽي انگريزي ته ڳالهائيندو آهي، پر سندس لهجو ٿورو ٿورو مقامي طرز جو آهي. ڳالهائڻ وقت هو هڪڙو هڪڙو اکر چٽي ڳالهائيندو آهي ته جيئن سامهين واري کي سندس ڳالهه سمجهه ۾ اچي. هو 1939ع ۾ روسي اسڪالر جي گهر ۾ ڄائو. سندس وڏا 1920ع ۾ لڏي اچي جيروسلم ۾ ويٺا، جتي سندس جنم ٿيو. هو جڏهن پندرهن ورهين جو ٿيو ته ماٽائٽو گهر ڇڏي خلدا نالي هڪ ڳوناٺي وسنديءَ ۾ اچي وينو ۽ اتان جو ٿي رهجي ويو. پر هن انٽرويو ڏيڻ کان ڪجهه سال اڳ سندس پٽ کي ساهه جي بيماري ٿي پئي، جنهن ڪري سولو ساهه کڻي نه پيو سگهي، تنهن ڪري اهو مناسب سمجهيائين ته اهڙي هنڌ وڃي رهجي، جتي صحرا جي صاف هوا ۾ سندس پٽ چڱيءَ طرح ساهه کڻي سگهي ۽ طبيعت نيڪ رهيس. اها ڳالهه ڪئي هو اچي آراد ۾ وينو.

ايموس اوز جيروسلم جي هيبريو يونيورسٽيءَ مان فلسفي ۽ ادب ۾ گريجوئيشن ڪئي. انهيءَ کان پوءِ کيس لازمي طور تي رزرو فوج ۾ ڪم ڪرڻو پئجي ويو. پر 1967ع ۾ جڏهين سينائي صحرا ۾ جيڪا ڇهن ڏينهن لاءِ جنگ لڳي ته انهيءَ ۾ حصو ورتائين. هيستائين سندس درجن کن ناول، ڪجهه ڪهاڻين جا مجموعا ۽ ٽي عدد مضمونن جا مجموعا ڇپجي چڪا آهن. مضمونن ۾ هن فلسطينين کي هڪ آزاد قوم ڪري سڏڻ پاسو ورتو آهي. سندس زال نلي آراد شهر ۾ فنڪارن لاءِ انٽرنيشنل آرٽسٽس ڪالوني ناهي آهي ته جيئن سڄي دنيا جا آرٽسٽ سٺي آب هوا ۾ اچي ست اٺ مهينا رهن، سوچين، ڪم ڪن ۽ آرام ڪن. ايموس اوز جي اولاد ۾ ٻه ڌيئرون ۽ هڪ ننڍو پٽ اچي وڃن ٿا.

ايموس اوز جيرشيبا ۾ قائم ٿيل بين گورين يونيورسٽيءَ ۾ هيبريو ادب پڙهائيندو آهي. انهيءَ کان علاوه هو برطانيه ۽ آمريڪا جي ڪيترن ئي يونيورسٽين ۾ وزٽنگ پروفيسر پڻ آهي. تنهن کان سواءِ فرانس، پولينڊ، بيلجيم، جرمني ۽ اٽلي جي يونيورسٽين ۾ ليڪچر ڏيڻ لاءِ ڇڪ ڇڪان ڪري کيس اوڏانهن نيو ويندو آهي. هي انٽرويو ڪانئس

سندس ئي گهر ۾ ورتو ويو.

انٽرويو وٺندڙ: سڄي دنيا ۾ وڃي ليڪچر ڏيڻ جي ايڏي ساري گهڻي مصروفيت جي هوندي به توهان باقاعدگيءَ سان ڪتاب لکندا ٿا رهو. آخر توهان لکڻ لاءِ وقت ڪيئن ٿا ڪڍو؟ سڄي سال ۾ لکڻ جو توهانجو طريقو ڇا آهي ۽ روزانو لکڻ جو ڪهڙو طريقو آهي؟

اوز: منهنجو پهريون قائدو قانون اهو آهي ته جڏهن منهنجي پيٽ ۾ ڪو ڪتاب پيو پلبو آهي ۽ آئون پيٽ سان هوندو آهيان ته حمل جي اهڙيءَ حالت ۾ آئون سفر ڪرڻ کان نابري واري ويهندو آهيان ۽ پيٽ سان هئڻ جي ڪري سفر ڪري ڪونه سگهندو آهيان. لکڻ ۾ جڏهن گتل هوندو آهيان ته پوءِ ٻيا ملڪ ته ڇا، پر گهر مان به ٿي چار پيرا هن شهر ۾ به مس وڃي نڪرندو آهيان. منهنجو اهوئي طور طريقو هوندو آهي پوءِ ڳالهه ٺهي يا نه ٺهي. باقي رهي روزانو جي ڳالهه ته منهنجي ڏينهن جي شروعات صبح جو ڏهين وڳي کان ٿيندي آهي. پهريون منو ڪلاڪ ته پنهنجي گهر جي پوين واريءَ جي دڙن تي پيو گهمندو آهيان. پوءِ گهر موٽي اچي لکڻ جي ڪم ۾ لڳي ويندو آهيان. پوءِ پلي سيارو هجي يا اونهارو. مون لاءِ ڳالهه مڙيوئي ساڳئي آهي.

انٽرويو وٺندڙ: سياري جي مند ۾ پلا واريءَ جي انهن دڙن تي برف ڪرندي آهي؟

اوز: ها، پر ٻن ٽن سالن کان پوءِ ڪرندي آهي. جڏهن برف ڪرندي آهي ته اتان لنگهندڙ قافلن ۾ ويچارن انن جا ٻوٽ ڏسڻ وٽان هوندا آهن. انهن انن جا تاثر ڏسڻ کان پوءِ مون کي خبر پيئي ته، "آزروت ٽيڻ" يا پنهنجو پاڻ مان رت ٽيڻ. جي اصلي معنيٰ ڇا آهي. پر جي برف نه به ڪرندي آهي ته به اهڙي ٿڌي هوا لڳندي آهي جو بت کي چيريندي ويندي آهي. فجر جو سياري جي طوفاني هوا جا برڙات پيا پوندا آهن. ائين لڳندو آهي ته اها هوا سڄي آراد شهر کي ڪٽي وڃي وچ صحرا ۾ سٽيندي. اسان جڻ ڪي موسم جا قيدي هجون. آئون به ڪڏهن گهمڻ لاءِ نڪرندو آهيان ته مون مٿان به هوا جي سوسٽ هوندي آهي ۽ ڏر ڏر ڪرندي ڪرندي بچندو آهيان هوا جي واڄٽ پيا پوندا آهن. اتان ڪهمي ڦري جڏهن گهر موٽندو آهيان ته اتي ويهي پهريون ته اخبارون پڙهندو آهيان. انهن اخبارن ۾ وري سياستدانن جا اهڙا بيان هوندا آهن ته هيننن يا هوننن ڪڏهن به ڪونه ٿيندو. پر مون کي

خبر آهي تہ هينئن يا هونئن سدائين قائم دائم رهندو آهي. ٻيون تہ ڳالهيون ڇٽيون، رڳو اسان واري انهيءَ صحرا کي وٺ تہ انهيءَ ۾ هزارين سالن کان وٺي ڪابہ تبديلي ڪانہ آئي آهي ۽ نہ ئي ڪا ايندي. پر سياستدان تہ پيا ايندا ويندا آهن. ڀلا مهينو؟ مهينو. نہ، تہ ڀلا ڇهہ مهينا؟ ڀلا ٽيهہ سال؟ پوءِ بہ صفا ڪاري اونداهہ لڳي پيئي هوندي آهي. جنهن ۾ ڪير ڪنهن کي سڃاڻي بہ نہ سگهندو آهي. بي انصافي پيئي ڊوڙون پائيندي آهي.

انهيءَ ڪان پوءِ هن ڪمري ۾ ڪافي ڪجهہ ايندي آهي ۽ مون واري ڊيسڪ تي پئي پئي ٽڏي ٽيندي آهي. انهيءَ وچ ۾ آئون نڪو پڙهان، نڪو سنگيت ٻڌان ۽ نہ ئي وري فون کڻان، بس رڳو پيو لکندو آهيان. ڪڏهين جملو تہ ڪڏهن پئرا گراف. جو ڪو ڏينهن سڀاڳو هوندو تہ ڏيئي وٺي اڌ صفحو. ائين هن ڪمري ۾ بنا ڪجهہ وڏيڪ لکڻ جي روزانو ست اٺ ڪلاڪ گاري ڇڏيندو آهيان ۽ پنهنجو پاڻ کي ڏوهي سمجهندو آهيان تہ انهن ستن اٺن ڪلاڪن ۾ آئون سنڌ چو ٻڌجي ويو آهيان. اهو بہ تڏهين، جڏهين آئون هن پٽ ۾ هوندو آهيان، جتي ٻيا سڀ پنهنجن ڪمن ڪارين ۾ لڳا پيا هوندا آهن. ڪو ٻنين ۾ وڃي اتي هر پيو هلائيندو آهي. ڪو ڍڳيون پيو ڏهندو آهي ۽ ڪو باغيچن ۾ وڻن ٻوٽن جي سار سنڀال ۾ پورو هوندو آهي، پوءِ مون کي لڳندو آهي تہ هاڻي مون کي پنهنجو دوڪان کولڻو پوندو. دوڪاندار جو ڪم ئي آهي صبح ساڻ دوڪان کولي ويهي تي ويهي گراهڪن جو انتظار ڪرڻ. جي صبح ساڻ ڪو گراهڪ اچي وڃي تہ گهٽي ٿيو وڃي، جيڪا ڀاڳ جي نشاني هوندي آهي، جي ڀلا ڪو گراهڪ نٿو اچي تہ بہ مونکي تہ دوڪان تي ويهڻو پوندو آهي، جيڪا وري نياڳ جي نشاني آهي. پوءِ تہ نہ چاهيندي ڪري بہ آئون خطن، فيڪس ۽ فون تي ايندڙ ڪالن جو جواب ڏيڻ ۾ پورو هوندو آهيان، تان جو ماني ڪائڻ جو ٽائيم ٿيو وڃي. باقي جي اٿڻ ساڻ ”ٻهڻي“ ٿيو وڃي تہ پوءِ پيو قلم وهندو آهي.

مون سميت جيڪي شاعري ۽ ڪهاڻيون لکندا آهن، انهن جي ڪم جو رنگ ڍنگ مختلف آهي. شاعري رات گذاري وارو پيار آهي، ڪهاڻي، واسطيداري وارو عشق هوندي آهي ۽ ناول لکڻ نجي ٻجي شادي هوندي آهي. جنهن ۾ ڊسپلين رکڻو پوندو آهي. ناول ۾ شادي، وانگيان هوشياري ٿي کپي، سمجهوتن ڪرڻ جا گر تا ڪپن ۽ قربانيون ڏيڻيون ٿيون پون.

انٽرويو وٺندڙ: شامون ڪيئن گذرنديون آهن؟ آزاد ڪو اهڙو شهر تہ

ڏسڻ ۾ نٿو اچي. جتي رات جون رنگينيون پاڻ ڏانهن ڇڪين. هتي ته اهو ٿو لڳي ته صبح ٻيني جون شامون گهاٽيءَ ننڊ ۾ گذرنديون هونديون.

اوز: ڳالهه ٻڌ. توکي الائي اعتبار اچي يا نه اچي. پر هتي ريسٽورنٽ آهن. ٽي ٻئنڪون آهن. هڪ جديد قسم جو شاپنگ مال آهي. هڪ عدد حجامت ڪرائڻ جو جديد ترين دوڪان آهي ۽ هڪ ڪتابن جو دوڪان آهي. هتي آئي ڏينهن روسي يهودي آباد ٿيڻ لڳا آهن. جيڪي هتان جي اصلي ماڻهن کان وڌيڪ صلاحيتن جا مالڪ آهن. سو اسين چوندا آهيون ته اهو روسي ئي ڪهڙو، جنهن وٽ وائيولين يا پيانو نه هجي، انهن ماڻهن جي ڪري شام جو هتي سنگيت جون پليون پليون محفلون مچنديون آهن. ڪڏهين ڪڏهين اٺين به ٿيندو آهي ته آئون رات جي ماني کائي هن ڪمري ۾ هليو ايندو آهيان. هتي اچي صبح جو لکيو پڙهندو آهيان. جي پنهنجو لکيو نه وڻندو اٿم ته وڏي بي رحميءَ سان پنهنجو لکيو ضايع ڪري ڇڏيندو آهيان ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو نئين سر لکندو آهيان. ڪڏهين ڪڏهين وري گهر مان نڪري وڃي مقامي پارليامينٽ ۾ ويهندو آهيان. اها پارليامينٽ انهن ماڻهن تي مشتمل هوندي آهي. جيڪي ڪيفي جي ٻئنچن تي ويهي اها دليل بازي ڪندا آهن ته زندگيءَ جو مطلب ڇا آهي. رب جي رضا ڇا ۾ آهي. تاريخ جي اهميت ڇا آهي ۽ نيٺ ڇا ٿيڻو آهي. يارن جون اهي ڳالهيون مون کي وڻنديون آهن. سو منهنجو سٺو وقت گذري ويندو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: توهان جيڪا جرنلزم لکندو آهيو، انهيءَ جا ڪي ڪارڻ؟

اوز: آئون اخبارن ۾ ڪو انهيءَ ڪري مضمون ڪونه لکندو آهيان ته ڪا مون کان لکڻ جي گهر ٿيندي آهي، پر آئون انهيءَ ڪري لکندو آهيان ته مون کي ڇڙ جا بارا اچي ڪندا آهن. انهيءَ ڇڙ ۾ اچڻ کان پوءِ آئون سرڪار سڳوريءَ کي ڇڱيءَ طرح رهڙا ڏيندو آهيان ته ڪين ڇا ڪرڻ کپي ۽ ڪين ڪهڙي وات وٺڻ گهرجي. ٻر سرڪار ڪنهن جي ٻڌي تورو ئي ٿي. پنهنجي واڙيو وينا هوندا آهن. هتان جي اخبارن ۾ ئي منهنجا اهي مضمون ڇپبا آهن. پوءِ وڃي اهي ساڳيا مضمون امريڪا ۽ نيو يارڪ ٽائيمس وارا ۽ برطانيه ۾ گارجين اخبار وارا لفٽ ڪندا آهن. ڏس نه، ڳالهه ته اها آهي ته آئون ڪو پيشه ور سياسي مبصر ناهيان. آئون ته تڏهين لکندو آهيان. جڏهين ڪا بي انصافي محسوس ڪندو آهيان. اها بي انصافيءَ جي خلاف هڪ قسم جي بغاوت

هوندي آهي. پر اهو بہ تڏهين لکندو آهيان، جڏهين آئون پنهنجي راء سان سو سيڪڙو ٻڏل هوندو آهيان ۽ اهو وقت آهر هوندو آهي. جڏهين آئون پاڻيءَ مان نڪتل هوندو آهيان ۽ چڙ وچان ائبنارمل ٻٽيل هوندو آهيان. باقي جڏهين آئون نارمل هوندو آهيان تڏهين منهنجي راء اڌوري هوندي آهي، پوءِ ڇا ڪندو آهيان جو ساڳئي سياسي مامري کي ٽن يا پنجن رخن کان ڏسي تورتڪ ڪندو آهيان. پوءِ مضمون جي پچر ڇڏي ساڳئي موضوع تي ڪهاڻي لکي ويندو آهيان. پر اهو بہ ٻڌي ڇڏ تہ آئون ڪهاڻيون ۽ ناول انهيءَ ڪري ڪونہ لکندو آهيان تہ ڪو مون کي ماڻهن جي سياسي سوچ تي اثر انداز ٿيڻو هوندو آهي. باقي اخباري مضمون ۾ آئون اهو ڏنتو ڪندو آهيان تہ ماڻهن جي سياسي سوچ تي اثر انداز ٿيڻ کپي. اخباري مضمون لکڻ لاءِ مون وٽ هڪڙي بال پوائنٽ هوندي آهي ۽ ڪهاڻي يا ناول لکڻ لاءِ مون وٽ ٻي بال پوائنٽ هوندي. قلم بہ ڏار ڏار، اهي بال پوائنٽ قلم وڏ ۾ وڏ ٽي هفتا هلندا آهن.

ڪهاڻين جي ابتڙ مضمون هڪڙي ئي ڏڪ ۾ لکي ويندو آهيان، جنهن ۾ مون کي ڇهہ ست ڪلاڪ لڳندا. اهي مضمون ائين هوندا آهن، جڻ آئون پنهنجي زال سان جهيڙو ڪري رهيو هجان، مون کي ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ اسان زال مڙس رڙيون ڪري هڪ ٻئي تي ڪاوڙ چنڊبيندا هجون ۽ گهر ۾ ٻاڪر ڪتو لڳو پيو هجي. جڏهين مضمون لکي پورو ڪندو آهيان تہ پوءِ لڳندو اٿم تہ اسان زال مڙس پاڻ ۾ پرچي وِيا هجون. منهنجو مضمون ائين هوندو آهي، جڻ آئون ۽ مون واري زال انگمر برگ مين جي فلم ڏسڻ جي بدران فيليني جي ڪا مار ڌاڙ واري فلم ڏسي رهيا هجون. اصل ۾ خاموشي ۽ مايوسي کان تہ پينگ پلي آهي. سياست جي باري ۾ منهنجو اهوئي نڪتہ نگاهہ آهي.

انٽرويو وٺندڙ: توهان ناول هٿ اکرن سان لکندو آهين يا ورڊ پروسيسر استعمال ڪندو آهين؟

اوز: پهرئين جيڪي ڪجهہ ورجائي ورجائي لکندو آهيان، سو تہ هٿ اکرن سان لکندو آهيان. پوءِ ورڊ پروسيسر تي ڪمپوز ڪندو آهيان، جيڪو اهو سامهون پيو اٿيئي. ڳالهہ ڇا آهي جو ڪيترن ئي سالن کان وٺي منهنجو اهو معمول رهيو آهي تہ پهرئين هٿ اکرن سان لکندو هوس، پوءِ بہ ورجائي ورجائي مسودي کي سڌو ڪرڻ کان پوءِ انهيءَ جي ايڊيٽنگ بہ هٿ اکرن سان ڪندو هوس، تنهن کان پوءِ وڃي آخري مسودو

ٽائيپ رائٽر تي ٽائيپ ڪندو هوس. پر هاڻي ٽائيپ رائٽر وارو ڪم ڪمپيوٽر واري ورڊ پروسيسر کان وٺندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: تو لکڻ لاءِ هيبريو ٻولي چونڊي، جنهن جا مون کي ٻه ڪارڻ سمجهه ۾ ٿا اچن. هڪڙو اهو ته هيبريو هتان جي سرڪاري ٻولي آهي. ٻيو اهو ته هيبريو ٻوليءَ مان تنهنجي شناخت پڌري...

اوز: نه ادا نه. هيبريو ٻوليءَ جي مون چونڊ ڪانه ڪئي آهي. هيبريو ٻوليءَ منهنجي چونڊ ڪئي آهي. آئون ته ڄائو ئي هيبريو ٻوليءَ ۾ آهيان. آئون ته خواب به هيبريو ۾ ڏسندو آهيان. ڪلندو به هيبريو ۾ آهيان، گاريون به هيبريو ۾ ڏيندو آهيان، آئون ته ڪيترائي پيرا چئي چڪو آهيان ته آئون صرف هڪ ڳالهه ۾ شائونسٽ آهيان. اها آهي منهنجي ٻولي هيبرو. آئون وطن کان ڌار ٿي سگهان ٿو. پر پنهنجي ٻوليءَ کان ڌار ٿي نٿو سگهان. آئون جيترو پيار پنهنجي ٻوليءَ سان ڪندو آهيان. ايترو پيار پنهنجي ملڪ سان ڪونه ڪندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: پر انهيءَ جو ڪارڻ اهو به ته آهي ته هيبريو ٻولي پويتر ٻولي هئڻ سان گڏوگڏ ائين ئي مذهبي ٻولي آهي، جيئن عربي ۽ سنسڪرت آهن. ائين اها ٻولي ڪي مذهبي فرض به عائد ڪري ٿي. موجوده هيبريو ٻوليءَ لاءِ چيو وڃي ٿو ته اها وڌ ۾ وڌ هڪ سئو سال پراڻي آهي. انهيءَ جديد هيبريو کي بائبلڪ جهڙن شاعرن ۽ ٻين ليکڪن هٿي وٺرائي. تون ڪڏهين انگريزي ٻوليءَ ۾ لکي سگهيو آهين؟

اوز: نه. انگريزيءَ ۾ لکي نه سگهيو آهيان. هيبريو ته اهڙي ٻولي آهي. جنهن ۾ آئون سوچيندو آهيان، انگ ڳڻيندو آهيان. ٺهڪ ڏيندو آهيان ۽ ڏک قٽ ڪندو آهيان. اها منهنجي وجود جو اڻ ٽر حصو آهي. باقي تنهنجي اها ڳالهه صحيح آهي ته قديم هيبريو ٻولي. قديم يوناني ۽ لاطيني ٻولي وانگر رڳو ڳالهائڻ جي حد تائين رهي ۽ پوءِ ڳالهائڻ جي حد تائين ته مري به ويئي. انهيءَ قديم هيبريو ٻوليءَ ۾ زباني ڪلامي ادب ته ملي ٿو. پر روز مره جي زندگيءَ ۾ ڪتب ايندڙ ڪرنسي نٿي ملي. جيڪا هينئر ٿي ملي. اصل ۾ اها پراڻي هيبريو ٻولي مختلف ملڪن ۾ رهندڙ يهودين لاءِ عبادت طور ڪم ايندي هئي. وچين دور ۾ ته ڏهين جي مسلمانن جي ملڪ اسپين ۾ رهندي يهودين اعلي قسم جي شاعري به ڪئي. پر پاڻ ۾ ڳالهائڻ وقت اها ٻولي استعمال ڪونه ڪندا هئا سو تنهنجي اها ڳالهه صحيح آهي ته سئو سال

کان اڳ انهيءَ ٻولي کي نئين رنگ نئين ڍنگ ۾ آندو ويو. پر اهو فيصلو ڪو مذهبي فيصلو ڪونه هو ۽ نه ئي وري فلسفيانه نظرين تي ٻڌل هو. هونئن به ٻوليون ڪنهن فيصلي مان جنم ڪونه وٺنديون آهن، سوچي سمجهي ايجاد نه ڪيون وينديون آهن. ڪنهن به فيصلي يا دليل ڏيڻ جي نتيجي ۾ ڪئناڊا جا ماڻهو ڦناڦٽ ڪورين ۽ جپاني ٻوليون استعمال ڪرڻ ڪونه لڳندا. اصل ۾ نئين هيبريو جي وجود ۾ اچڻ جو سبب اهو هو ته جيڪي يهودي مختلف ملڪن مان لڏي اسرائيل ۾ اچي وينا ته انهن کي اهڙي ٻولي تي ڪٺي، جيڪا منجهن ڪامن هجي. مشرق جا يهودي عربي، فارسي ۽ ترڪي ٻولين ۾ ڳالهائيندا هئا. يورپ جا يهودي وري يدش، روسي ۽ پولشن ٻوليون ڳالهائيندا هئا. پر هت اچڻ کان پوءِ انهن ماڻهن جي مجبوري هئي ته اهي ڪا هڪڙي اهڙي ٻولي ڳالهائين جو ڪنهن پاڙي يا گهٽيءَ جي هڪ ٻئي کان پڇا ته ڪري سگهن يا وري ڪو ڪنهن کي فليٽ يا دوڪان مسواڙ تي وٺڻو هجي ته هڪ ٻئي سان سولو ته ڳالهائي سگهن، ڪو سودو سٽرو ته ڪري سگهن. انهيءَ ڪري پنهنجي عبادت وارن ڪتابن مان اها هيبريو کنين.

اها تي عام ڳالهه. باقي مون لاءِ هيبريو ٻولي تڏهين شروع ٿي، جڏهين هتي پهچندڙ پهرئين چوڪري پهرئينءَ چوڪريءَ کي هيبريو ٻوليءَ ۾ چيو، "آئون تو سان عشق تو ڪريان." يا وري ساڳئي ڳالهه چوڪريءَ چوڪري سان ڪئي. چوڪري ۽ چوڪريءَ جي وچ ۾ اها ڳالهه ڪا سترهين صديءَ ۾ نه ڪانه ٿي. مون کي اميد آهي ته اهي ٻئي جڻا هڪڙي ئي وات تي رهندا ۽ وڳندا رهندا هوندا. ڇاڪاڻ جو ڪين پيار ڪرڻ لاءِ هڪ نئي ٻولي ٿي ڪتي. جي ائين نه هجي ها ته ڪر نئين هيبريو ۾ جديد ادب جنم ڪونه وٺي ها. پر ائين ٿيو تڏهين هيبريو ٻوليءَ ۾ بيالڪ، برينر، برديچيوسڪي ۽ مينديلي جهڙا ليکڪ ايريا تي سگهي تو ته تو لاءِ ۽ منهنجي پڙهندڙن لاءِ اهي نالا نوان هجن. پر آئون ته سندن ڪلهن تي ڪڏان تو.

ٻئي پاسي اها به هڪ حقيقت آهي ته انهيءَ جديد هيبريو ٻوليءَ راتي ايلزبيٿ جي دور ۾ انگريزيءَ وانگر هڪ پرندڙ جبل جيان ڦاٽ ڪاڏو. آئون ته ڪونه چوندس ته ڪو اسان جا سڀ شاعر شيڪسپيئر لڳا پيا آهن، سو اهڙي ڪا ڳالهه ناهي. اهو سلسلو ائين جو شروع ٿيو، تنهن ڪري هيبريو ٻوليءَ ۾ لکڻ هڪ مزيدار چئلينج تي ايريو.

تو چيو ته هيبريو مذهبي ٻولي آهي. سو اها ڳالهه هڪڙي ڪري

آهي تہ صحيح. پر تون پاڻ سوچ تہ جڏهين ڪنهن چرچ ۾ چيمبر نالي سنگيت برندو آهي تہ توکي وڏي خبرداريءَ سان انهيءَ سنگيت جي لهاندين چڙهاندين تي غور ڪرڻو پوندو. جي تون انهن آوازن جي جوڙجڪ ڪان چڱيءَ طرح واقف نہ هوندي تہ پوءِ اهي آواز توکي ڪونہ وڻندا ۽ تو لاءِ رڳو نلها پڙاڏا بڻجي ويندا. اهڙي هنڌ تي توکي رڳو عيسائيت سان لاڳاپيل لفظ اصطلاح ۽ جملا ڳالهائڻا پئجي ويندا. پر جي تون چرچ جي بدران گهر ۾ خرچ پکي جون ڳالهيون ڪندين تہ پوءِ توکي اصلي بولي ڳالهائڻي پئجي ويندي. جيڪا چرچ جي پابندين کان آجي هوندي. جي گهر ۾ بہ چرچ واري بولي ڳالهائين تہ پوءِ سمجهي ڇڏ تہ تنهنجا پير بارودي سرنگهہ مٿان هوندا. اهڙي حالت ۾ تون رڳو بارود جو ڌماڪو ڪري سگهين ٿو. سو بوليءَ جو معاملو انين آهي. البت لکڻ وقت توکي سنگيت ۾ بدل بولي استعمال ڪرڻي پوندي. آئون بہ لکڻ وقت ڏنون تخليق ڪرڻ ۾ خوش هوندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: اسرائيل جي رياست طرفان اهڙي اڪيڊمي ناهي وئي آهي. جيڪا هيبريو بوليءَ جي سڌاري واڌاري لاءِ ڪم ڪندي آهي تہ جيئن هيبريو بولي وقت سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلي سگهي. جديد ترين بڻجي سگهي ۽ نون نون لفظن سان پرجي سگهي. ڇا تنهنجي خيال ۾ اهو ڪم ضروري آهي؟ يا وري بولي پنهنجا رستا پاڻ ناهيندي ويندي آهي؟

اوز: هيبريو بوليءَ کي هٿي وٺائڻ تمام ضروري هو. انهيءَ اڪيڊمي جي سلسلي ۾ جيڪا پهرئين ڪميٽي ٺهي ۽ جنهن ڪميٽيءَ "اڪيڊمي آف هيبريو لينگئيج" کي جنم ڏنو، انهيءَ ڪميٽيءَ جو آئون بہ ميمبر هوس. جنهن تي مون کي فخر آهي. اها اڪيڊمي موجوده سائنسي دور ۾ استعمال ٿيندڙ ٽرمنالاجي کي تہ تخليق ڪري سگهي ٿي. پر بوليءَ تي ڪنهن بہ صورت ۾ ڪنٽرول ڪري نٿي سگهي. آئون تہ پاڻ چوندو آهيان تہ بولي پنهنجي ليکي واهڙ وانگر وهندي ويندي آهي. بولي پنهنجو پاڻ کي ناهيندي ويندي آهي. بوليءَ کي رسن ۾ ٻڌي قابو ڪري نٿو سگهجي.

انٽرويو وٺندڙ: هيبريو بوليءَ ۾ تنهنجا سانپر جا ٻيا بہ مشهور ۽ معروف ليکڪ جانا تا وجن. انهن ۾ ايس واءِ اگنون (نوبل لاريٽ) اي بي ييهوشئا، ڊيوڊ گراسمين ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. سندن لکڻين سان لڳي ٿو تہ هن ملڪ ۾ ليکڪن کي تمام سنجيدگيءَ سان ورتو وڃي ٿو. پر مغرب ۾ ڪمرسل سوچ جو وڏيڪ اهم ڪردار آهي. شيلي اها دعوي ڪئي تہ

"شاعر دنيا جا اڻ ڄاتا ۽ اڻ ڳاتا قانون ساز آهن." شيلي جي چيل اها ڳالهه اسان مغرب جي ماڻهن بدران هن ملڪ ۾ نهڪي اچي ٿي، ائين آهي ڇا؟

اوز: ڪنهن حد تائين اسان جون روايتون مغرب کان مختلف آهن. سو به خاص ڪري مغرب جي انهن ملڪن کا. جتي انگريزي ڳالهائي ٿي وڃي. انگريزي بولي ڳالهائيندڙ ماڻهن لاءِ وڏن وڏن ليکڪن ۽ شاعر جي ڪم ڪي وندر جو ذريعو سمجهيو وڃي ٿو. بيا ته ڇڏ، پر شيڪسپيئر جهڙو ديالٽ ليکڪ، شاعر ۽ دراما نگار به وندر جو تمام وڏو ذريعو بڻجي چڪو آهي. انهيءَ جي ابتڙ جوديو سلاوڪ روايتن موجب ليکڪن جي حيثيت ديوتائن واري آهي. انهن ليکڪن تي جيڪا ايڏي ذميواري عائد ٿئي ٿي ته اهڙي ذميواري ڪٿڻ منهنجي وس کان ته ٻاهر آهي. ديوتائن کي ته مٿان آواز ايندو آهي، پر آئون ته مٿان لٽل ناهيان. نه ئي وري ڪن مافوق الفطرت قوتن سان پاڻ کي ڳنڍيل ٿو سمجهان ۽ نه ئي وري ڪي ماڻهن جي آئيندي جي باري ۾ مون کي پسڻ چوندا آهن جو آئون پنهجو پاڻ کي برطانوي ۽ آمريڪي ليکڪن کان مٿانهون سمجهندو هجان. تنهن هوندي به اسرائيل، پولينڊ ۽ روس ۾ ليکڪن ۽ شاعرن کان توقعات رکيون وينديون آهن.

جيڪڏهن اسان رڳو هڪڙي لفظ لاءِ متبادل طور تي اڪيڊمي وارن هيبريو جو لفظ "بيدايون" طئه ڪيو آهي، پر اهو لفظ استعمال ئي نٿو ٿئي. جي تون ڪتابن جي دوڪان تي وينديں ته اتي نه ڪو منهنجو ناول ۽ نه ئي وري ٻين ليکڪن جي ناولن ۽ ڪهاڻين جي ڪتابن تي اهو لفظ ملندو. البت انهن ڪتابن تي "سيپوريل" جو سرو ملندو، جنهن جي معني آهي "بياني نثر" هڪڙي حساب سان اهو لفظ وڌيڪ مناسب ۽ صحيح آهي، ڇاڪاڻ جو لفظ "فڪشن" مان ڪوڙي جي بوءِ ٿي اچي، جيڪو سچ جي ابتڙ آهي. اها ڳالهه آئون انهيءَ ڪري ٿو چوان ته جي ناول ڪوڙ تي ٻڌل هجي ها ته پوءِ جيمس جوائس کي ڪهڙي پيئي هئي جو هو ناول لکڻ لاءِ تڪليف برداشت ڪندي ٽپال جي دبي کان وٺي شراب خاني تائين دگهو پنڌ ڪندي وڪون ڳڻتي ها ته اهي ٻئي هند هڪ ٻئي کان ڪيترين وکون پري آهن. ليوٽالسٽاءِ کي ڪهڙي پيئي هئي جو War and Peace جهڙو ناول لکڻ لاءِ بورڊينو واري جنگ جي ذري پرزي متعلق ريسرچ ۾ پاڻ کي ٻوڙي ڇڏي ها. ٻئي پاسي وري صحافين لاءِ اهو چيو ٿو وڃي ته اهي سچ ٿا لکن. ڪيترائي صحافي جنگ جي باري ۾ اهو

ڪليشي ڪم آڻيندا آهن ته "وچ اوپر" بري ايامندڙ جنگ. اهڙن جملن ڪي وري سچ سمجهيو وڃي ٿو. اهي صحافي ته اڳوات طئه ٿيل سياسي نڪته نگاهه طئه ڪري پوءِ لکندا آهن. پهرئين نتيجو ڪڍو، پوءِ جانچ لهو. اهو وري ڪتان جو سچ آهي. پر ناول نگار وٽ اڳوات طئه ٿيل سياست زدگي ڪونه هوندي آهي. اهي پهرئين ڪيترن ئي پاسن کان حقيقتن جي جانچ لهندا آهن، پوءِ ناول ۾ انهيءَ موضوع کي ڇيڙيندا آهن. سچ ته ڳولي لهبو آهي. سو آئون ناول نگار ته آهيان، پر نه ديوتا آهيان ۽ نه ئي وري ڪنهن جو ڪو گائيڊ آهيان. آئون ڪوڙ ايجاد ڪندو ڪونه وتان.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي ڪم جون پاڙون اسرائيل جي حقيقتن ۾ ڪتل آهن. ڇا، تون هتان جي عوام ۽ سرڪار کي ٻڌائيندو آهين ته فلاڻي ڳالهه صحيح آهي ۽ فلاڻي ڳالهه غلط آهي.

اوز: ڇاڪاڻ ته اسان جون زندگيون تاريخ ۾ جهڙو ڀوڙ ٿيل آهن. تاريخ اها ناهي جيڪا ٽي وي تي نظر اچي ٿي. تاريخ اها ناهي جيڪا اسيمبلين ۾ نظر اچي ٿي. تاريخ ته هر هنڌ هوندي آهي. تاريخ انسان جي بدن جي گهر جيوڙڻ ۾ به موجود هوندي آهي. مثال طور تازو جيڪا عراق ۽ ڪويت واري جنگ لڳي ته اسان کي گئس ماسڪ ڏنا ويا ته جيئن ڪيميائي بمن جي ڦهلاءَ کان بچي سگهون. منهنجي پٽ کي ته ساهه جي بيماري آهي، تنهن جو ماسڪ پاتو ته ساهه منجهڻ لڳس. اسان جا گهر ته ڇا، پر گهر اندر جيڪي ڪمرا هئا، انهن جا در ۽ دريون ٽائيٽ ڪري بند ڪرتا پيا سون. سڀ ڪجهه بند ڪري اهي جناتي قسم جا ماسڪ پائي ائين ويٺا رهياسين، ڄڻ ڪي جنازو هجون. جنگ اسان کان ٻه هزار ميل پري لڳي، پوءِ به جنگ جو خطرو اسان جي گهرن ۾ گهڙي آيو. اسان جي پرائيويسي ختم ٿي ويئي، ظاهر آهي ته اهڙين حقيقتن کان پڇي جند ڇڏائي نٿي سگهجي. هتان جا ماڻهو ته تمام ننڍڙين ڳالهين کي به تاريخ سان ڳنڍي ۽ ماپي پوءِ ڳالهه ڪي ڪندا آهن. مثال ته ڪو چوندو ته، "منهنجي شادي ڇهن ڏينهن واري جنگ ۾ ٿي." ڪو وري ائين چوندو ته "جڏهين انور سادات هتي آيو، انهن ڏينهن ۾ منهنجي ڌيءُ ڄائي." اهو ته اسان جو حال آهي.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجا ماءُ پيءُ روسي ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندا هئا يا هيبريو ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندا هئا يا تون پاڻ گهر ۾ ڪهڙي ٻولي ڳالهائيندو آهين؟

اوز: بابا وارا وڏا اصل ۾ ته اوڊيسا جا رهاڪو هئا. جيڪي پوءِ لڏي

اچي لتونيا ۾ وينا، جيڪو انهيءَ وقت پولينڊ جو حصو هو. منهنجي ماءُ وري يوڪرائين جي هئي، سو ٻئي ڄڻا روسي يا پولش زبان ۾ ڳالهائيندا هئا پر سندن ملاقات وري تڏهين ٿي، جڏهين ٻئي ڄڻا جيروسلم ۾ هيبريو يونيورسٽي ۾ پڙهندا هئا. منهنجي پيءُ کي سورهن ٻوليون سمجهه ۾ اينديون هيون، جن مان ڏهه ٻوليون ڳالهائي به ڄاڻندو هو. منهنجي ماءُ کي ست اٺ ٻوليون اينديون هيون. جڏهين ڪين مون کان لڪائي ڳالهه ڪرڻي پوندي هئي ته روسي ٻولي ۾ ڳالهائيندا هئا. ٻيءَ صورت ۾ سندن سڄو زور هيبريو تي هوندو هو. ڪين اهو ڊپ بڻنو هوندو هو ته جي آئون ڪا يورپي ٻولي سکي ويس ته پوءِ مٿان يورپ هليو وجان. ٻئي ڄڻا يورپ کي پسند به ڪندا هئا، ساڳئي وقت يورپ کان نفرت به ڪندا هئا. ڇاڪاڻ جو سندن دل ته يورپ ۾ اٽڪيل هئي، پر يورپ جي ماڻهن ڪين تڏي يورپ مان ڪڍيو هو. ٻئي ڄڻا عين وقت تي يورپ مان نڪتا، جي عين وقت تي يورپ مان نه نڪرن ها ته آئون ڪر هتي تنهنجا سامهون وينل نه هجان ها.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي سڄي ڪم جون پاڙون اسرائيل ۾ ئي ڪتل آهن. تنهنجين شروعاتي ڪهاڻين ۽ ناولن Perhaps Elsewhere کان وٺي Fima نالي ڪتاب تائين: اسرائيل جي وسندين ۽ ڳوٺن جي زندگي چٽيل آهي. انهيءَ سڄي ڪم جو انگريزي ۾ به ترجمو ٿي چڪو آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو تنهنجي ڪم تي گوڙ به ٿيو آهي. تنهنجي سڀني ناولن جو مک ڪردار خود اسرائيل جي سرزمين آهي. تون انهيءَ ڳالهه تي به ضد ٻڌي بيهي رهيو آهين ته اسرائيل تي جيترو حق يهودين جو آهي، اوترو ئي حق فلسطينين جوبه آهي. ٻنهين ڌرين کان انڪار ته ڪري نٿو سگهجي، پر انهيءَ مسئلي جو آخر حل ڪهڙو آهي؟

اوز: عرب ملڪ اجا تائين هٿيارن ۽ فوج تي هر سال 25 ڪرب ڊالر خرچ ڪن ٿا. ڇو؟ اصل مسئلو ته اهوئي آهي ته فلسطيني ته هتي آس پاس وينا آهن، انهن کي ڪيڏانهن وڃڻ به نه ڪپي، جو اهو ئي سندن وطن آهي. اها ڳالهه ڪجهه هن ريت بيهي ٿي ته ڪي به ماڻهو اهڙا آهن جيڪي ساڳي زمين تي پنهنجو پنهنجو حق ڄتائين ٿا. اهي ٻئي ڄڻا پاڻ ۾ گڏ رهي به نٿا سگهن، تنهن ڪري زمين ورهائڻ ٿا چاهين. منهنجو پنهنجو خيال اهو آهي ته جيترو ٿي سگهي، اوترو جلدي فلسطينين کي ڪپي ته جيڪي علائقا ڪين هٿ آيا آهن، جن تي سندن قبضو آهي، انهن علائقن ۾ اقوام متحده جي نگراني

هيٺ آزاداڻيون چونڊون ڪرائين، پوءِ جيڪو بہ چونڊجي اچي، اهو سندن نمائندگي ڪري ۽ پنهنجي حڪومت ناهي. انهيءَ ڪان پوءِ اهو پهريون پيرو هوندو جو سندن حقي واجبي چونڊيل حڪومت سندن نمائندگي ڪندي.

انٽرويو وٺندڙ: پر جي آزاداڻين چونڊن ۾ انتها پسند چونڊجي آيا تہ پوءِ؟

اوز: هين ڪي تہ چڏ، پر خود حماس وارا بہ جمهوري سياسي مشينري جو حصو هوندا. سندن رويو بہ ذميواري وارو آهي. پلا جي ائين نٿو ٿئي تہ اسرائيل کي قائم رکندي بنهي ڌرين کي هڪ ٿي هنڌ ويهڻ گهرجي. ها بابا، تون اسان سان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ تيار ناهين، ائين؟ ٺيڪ آهي تہ پوءِ ورهاست ٿا ڪريون. تون هيءَ ڪمرو ڪڻ، آئون هي ڪمرو ٿو ڪٺان. تون هو باٿ روم استعمال ڪر، آئون هيءَ باٿ روم استعمال ڪريان. اهو بلڪل ائين آهي، جيئن هڪ ٿي فليٽ کي ورهائي بہ اهڙا گهر ناهجن، جن مان اچڻ وڃڻ جا دروازا ڌار ڌار هجن.

انٽرويو وٺندڙ: پر ساڳئي وقت انسانن جي بنيادي حقن جو بہ مسئلو آهي، انهيءَ ڪري ڪابي ڌر وارا توتي اهو الزام بہ هڻيو وينا آهن تہ تون نہ تہ فلسطينين جي حق ۾ زوردار آواز ٿو اٿارين ۽ نہ ئي وري تون انهن اسرائيلي فوجين کي ٿو ننديين، جيڪي فلسطينين سان ڏاڍائي ڪريو وينا آهن.

اوز: انهيءَ سوال جي چند ڇاڻ ڪرڻي پوندي. فلسطينين ۽ اسرائيلين جي وچ ۾ جيڪو جهيڙو آهي اهو ڪو انساني حقن جو مسئلو ناهي، پر بن آزاد قومن جو هڪ بين الاقوامي دنگائي جهيڙو آهي. اسان نہ اولهہ واري ڪناري ۽ نہ ئي وري غزه واري پٽي تي قبضو ڪيو آهي جو فلسطينين ڪان سندن بنيادي حق ڦريندا هجون. يا کين اهي بنيادي حق ڏيڻ جو حق رکندا هجون. اسان ڪير ٿيندا آهيون بنيادي حق ڦريون يا ڏيون. ائين برابر آهي تہ اسرائيل تي ١٩٦٧ع ۾ حملو ڪيو ويو ۽ کين ملڪ ڇڏڻ جون ڌمڪيون ڏنيون ويون. انهن ڳالهين جي نتيجي ۾ ئي جنگ دوران اسرائيل جي فوجن اولهہ واري ڪناري ۽ غزه واري پٽي تي برابر قبضو ڪيو هو. پر جڏهن اسان پنهنجي بچاءَ جو ڪم پورو ڪري ورتو تہ جيڪي فلسطينين وارا علائقا هئا، اهي کين موٽائي ڏناسين. انهيءَ ڪانپوءِ هاڻي فلسطينين جا بنيادي انساني حق خود فلسطينين جو پنهنجو مسئلو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: پر اسرائيلين انفتدا دوران جيڪا فلسطينين سان

جڏهن ته ماڻهن جي دماغ ۾ اها ڳالهه نه آئي ته اسرائيل وارن فلسطينين جا بنيادي انساني حق ماريا آهن.

اوز: ها، اها ڳالهه صحيح آهي، پر ماڻهو انهيءَ مونجهاري ۾ پئجي ويا ته اهو ڪو دوستاڻو فوجي قبضو هو، پر اصل ۾ اها وڏي زور آوري هئي. مون پنهنجي سڄي جي سڄي سگهه جو ذرو پرزو انهيءَ ڳالهه تي لڳايو ته ڪيئن به ڪري اهو قبضو مڪمل طور تي ختم ڪيو وڃي. اها ڪابه سڌاري جي ڳالهه ناهي، اسرائيل چڱو نه ڪيو آهي. ڇاڪاڻ جو منهنجي نظر ۾ اهو قبضو ڏاڍائي هئي. ڪنهن به قوم تي ٻين طرفان حڪومت هلائڻ سان سڌارو نه ايندو آهي. اسان کي کپي ته ٻين تي حڪم هلائڻ ڇڏي ڏيون. منهنجو اهو رويو هر صورت ۾ پري ويهي انساني حقن جي دعويٰ ڪندڙن جي پيٽ ۾ وڏيڪ ريڊيڪل قسم جو هو. انساني حقن جي دعويٰ ڪندڙن ته مورڳو انهيءَ مسئلي کي ٻن ڪميونٽين ۽ ٻن سماجي طبقن جي ويڙهه ڪري سڏيو آهي. جڏهين ته آئون انهيءَ کي ٻن ڌار ڌار قومن جو بين الاقوامي ٽڪراءُ ٿو سمجهان. قوم ۽ ڪميونٽي توڙي قوم ۽ سماجي طبقن ۾ وڏو فرق آهي. آئون فلسطينين کي هڪ قوم ٿو سمجهان، جڏهين ته انساني حقن جا علم بردار فلسطنين کي نِلهي ڪميونٽي ٿا سمجهن. اها ڳالهه ڳتي ته مون بروقت آمريڪا ۽ يورپ جي ڪابي ڌر وارن کي نهو ڦهه جواب ڏنو. آمريڪا جا ڪابيءَ ڌر جا دانشور فلسطينين کي اسرائيل جي شيدين جي ڪميونٽي ٿا سمجهن ۽ اسان کي صلاح ٿا ڏين ته اسان کين برابريءَ وارا حق ڏيون. پر مون ته اهڙن غير حقيقي نظرين کي پڙ تي تڏي ڇڏيو. ڇاڪاڻ جو مون وٽ فلسطيني هڪ قوم آهن، نه ڪو اسرائيل جي هڪ ڪميونٽي يا طبقو.

انٽرويو وٺندڙ: تو اها جلهه ناٿوم چومسڪي ۽ ٻين يونيورسٽين جي اهڙن دانشورن تي ڪئي ڇا؟

اوز: وچ اوير جو ٽڪراءُ ته چومسڪي جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو آهي، نه هيٺ ٿو لهي ۽ نه ٻاهر ٿو نڪري. مڙيئي ٿيو دنيا کي منجهائڻو ۽ انڌيون اونڌيون ٿيوريون ڏيڻ. ڪجهه سال آئون جرمنيءَ ۾ ڪابيءَ ڌر جي ڪجهه دانشورن سان مليس ته ڏٺم ته اهي دانشور حضرات صدام حسين جي حق ۾ ڳالهائيندي ڪيڙن مان پيا نڪرن. مون کي مٿن ڏاڍي حيرت ٿي ته اهي ايئن چو ٿا سوچين؟ ته مون کي جواب ڏنائون ته هن دنيا ۾ صدام

حسين ئي هڪ اهڙو اڳواڻ آهي، جيڪو ٽئين دنيا جي ستايل ملڪن کي آمريڪا مان جند ڇڏائيندو. مون کين سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته صدام حسين هڪ اهڙي ملڪ جي نمائندگي ٿو ڪري، جيڪو سڄيدن جهڙي ملڪ کان ڪيئي پيرا وڌيڪ امير ملڪ آهي. مون کي چوڻ لڳا ته آئون اها ڳالهه کهڙي بنياد تي ٿو ڪريان. انهيءَ تي ٻڌايو مانءَ ته جي في ڪس آمدني ٻڌجي ته عراق جو ماڻهو سڄيدن جي ماڻهوءَ کا وڌيڪ امير آهي، پر عراق ۾ اها جڻ آهي ته اتان جو عام ماڻهو ڪچن گهرن ۾ ٿو رهي. ٻهراڙيءَ جا ماڻهو ته مال سان گڏ واڙيا پيا آهن ۽ غربت جا هاجا اٿن. جي سڄيدن جي حڪومت عراق جي حڪومت وانگر دنيا جي ٽئي نمبر تي ڳري فوج رکي ها ته ڪر سڄيدن جي عوام جي حالت عراق جي عوام کان به بدتر هجي ها. مون کين سڌو سڌو منهن تي چئي ڇڏيو ته اهي صدام حسين کي انهيءَ ڪري ٿا چاهين جو هو معمر قذافي جو دوست آهي. معمر قذافي وري فيدل ڪاسترو جو دوست آهي ۽ فيدل ڪاسترو وري چي گويرا سان ائين ٻڌل رهيو آهي جيئن ڪو مڙس پنهنجي زال سان ٻڌل هوندو آهي. سو انهيءَ ڪري سندن نظر ۾ صدام حسين چوڪارو ڏياريندڙ آهي.

انٽرويو وٺندڙ: ايئن بهتر نه ٿيندو ته پنهيءَ ڌرين جا چار چڱا مڙس پاڻ ۾ گڏجي ويهن ته پوءِ پاڻهي ئي ڪو نه ڪو حل نڪري ايندو. تون حنان سان مليو آهين؟ وڏي پرخلوص ۽ ٻي جي ڳالهه تي ڪن ڏيندڙ عورت آهي.

اوز: آئون سوين فلسطينين سان ملي چڪو آهيان، هن سان انهيءَ ڪري ڪونه مليس ته جو اسان جون پاڻ ۾ دليون ڳنڍيل هيون ۽ هڪ ٻئي سان خوش جوڙ لڳا پيا هئاسين، پر آئون سي مسئلا، سي دوريون ۽ سي جهيڙا ذهن ۾ رکي ساڻ ملندو رهيو آهيان. پر مغرب ۾ وري وچائين هڪ ٻئي قسم جي غلط فهمي پاتي وڃي ٿي ته اسرائيلين ۽ فلسطينين کي هڪ ٻئي سان ملي جلي هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح ڄاڻن سڃاڻن کپي ۽ هڪ ٻئي جي مزاجن کان واقف ٿيڻ کپي، تڏهين وڃي ڪا چڱائي ٿيندي. مزيدار ڳالهه اها آهي ته آمريڪا جي ڪن ساڪائتن ادارن پاران مون کي هاسيڪار انهيءَ ڪري سڏ ڏنو ويو ته جيئن آئون آمريڪا ۾ فلسطينين سان ڪجهه عرصي لاءِ ملي جلي رهان ته جيئن اسان جي وچ ۾ جيڪي غلط فهميون آهن، سي دور ٿي سگهن. آمريڪا ۾ منهنجو اهو

وقت ڏاڍو سٺو گذريو جو آئون فلسطينين سان گڏجي سير ۽ تفريح ڪندو رهيس. آمريڪين جو اهو خيال هو ته اهڙين ميل ملاقاتن سان ڪو نه ڪو ناهه جو طريقو نڪري ايندو. ملاقات نه ٿي، جڏهن شاديءَ کان اڳ ۾ مڱڻي کان پوءِ شاديءَ جي راهه هموار ٿي سگهي. آمريڪا جي چڱن ماڻهن جو اهو خيال بيٺو هو ته عربن ۽ اسرائيلين ۾ جيڪو جهيڙو پيو هلي، اهو ڪنهن غلط فهميءَ جو نتيجو آهي، پر نيٺ مون کي ڪين سمجهائڻو پيو ته اسرائيلين ۽ فلسطينين جي وچ ۾ ڪنهن به قسم جي ڪابه غلط فهمي ناهي ۽ اسان جون ٻئي ڌريون ساڳي زمين تي قبضو ڪرڻ چاهين ٿيون، جنهن ۾ ڪنهن شڪ جي گنجائش ناهي، ٻئي ڌريون پاڻ ۾ ائين وڙهي رهيون آهن، جيئن انسان انسان سان وڙهندو هجي. اصل ۾ ته اهائي ٽريجڊي آهي. سو انهيءَ مامري کي حل ڪرڻ لاءِ تمام گهڻا تڪليف ده سمجهوتا ڪرڻا پوندا. رڳو گڏجي ڪافي پيئڻ مان ڪجهه ڪونه ورندو، پوءِ پلي ڪٽي ڪافيءَ جا درياهه پيئي ڇڏين. اها ٽريجڊي ائين حل ڪانه ٿيندي. ٻنهين ڌرين کي ڏندن تي زور ڏيڻو پوندو، تڏهين وڃي ڪو نتيجو نڪرندو، باقي نلهين ملاقاتن مان ڪجهه به ورڻو ناهي.

انٽرويو وٺندڙ: ننڍپڻ ۾ ڇا پڙهيئي؟ بالغ ٿيڻ کان پوءِ ڇا پڙهيئي؟

اوز: جڏهين آئون نون ڏهن سالن جو هوس، تڏهين يهوديت بابت پڙهيم ته قديم بادشاهتن ۾ اسرائيل جو ڪهڙو شان شوڪت هو، انهيءَ زماني ۾ مون اهو به فيصلو ڪيو ته دهشت گرد بڻجي برطانيه جي بادشاهيءَ کي ٽوٽا چبرائيندس. انهي ڪم لاءِ هڪ بين الاقوامي سطح جو راڪيٽ به ناهي ورتم، اهو راڪيٽ پگهل ريفريجريٽر ۽ موٽرسائيڪل جا ٽڪرا گڏيندي ناهيم. اهو ارادو بيٺو هو ته انهيءَ راڪيٽ سان بڪنگهم پيلس کي اڏائي ڇڏيندس. پوءِ برطانيه جي شاهي خاندان کي خط لکندس ته جي اوهان کي پنهنجون حياتيون بچائڻيون آهن ته منهنجي ملڪ مان پچي نڪري وڃو. انهيءَ زماني ۾ آئون لڪي لڪي برطانوي فوجين کي پٿر به هڻندو هوس ۽ ڪين هڪل ڪندو هوس ته منهنجي ملڪ مان نڪري وڃو. سو شروع شروع ۾ جيڪي پڙهيو، انهيءَ مون کي خطرناڪ قسم جو قوم پرست بڻائي ڇڏيو. ته اجهو ٿو ٿئين دنيا کي به آزاد ڪرائيان. انهيءَ کان پوءِ جڏهين وڏو ٿيس ته روسين کي ڳولي لڌم، خاص ڪري دوستو وسڪي ۽ ٽالسٽاءِ کي پر انهن ٻنهين کان ڳرو چيخوف هو. چيخوف کي

پڙهڻ کان پوءِ مون کي لڳو تہ جڻ هو ڪو منهنجي پاڙي جو ماڻهو هجي. جيڪي ليکڪ وڏيون وڏيون دعوائون ٿا ڪن، ڳالهين ۾ وٺ وجهي ٿا لکن ۽ دانشور ٿيو پيا هلن. انهن جي پيٽ ۾ چيخوف سڌيون ساديون ۽ هر ڪنهن کي دل سان لڳندڙ ڪهاڻيون لکي دانشورن جو هٿي ننڊون ڦٽائي ڇڏيون آهي.

انٽرويو وٺندڙ: آمريڪي ليکڪن جي باري ۾ ڇا خيال اٿيئي؟

تنهنجو پنهنجو ڪم تہ وليم فاڪنر سان انهيءَ حساب سان ٿو لڳي تہ جيئن فاڪنر پنهنجي علائقي جي باري ۾ ٿي لکيو، پوءِ بہ سندس لکڻين کي بين الاقوامي سطح تي بہ مڃتا ملي ويئي.

اوز: آمريڪا جا ٽي ليکڪ اهڙا آهن، جيڪي مون لاءِ وڏي اهميت رکن ٿا. اهي آهن ميلوائيل، شيروڊ اينڊرسن ۽ وليم فاڪنر. آئون انهن آمريڪي ليکڪن کي نہ رڳو مڃيندو آهيان، پر ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي آمريڪي ادب کان ڌار سمجهندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: تو ليکڪ بڻجڻ جو ڪڏهين فيصلو ڪيو؟ ڇا اهو فيصلو بڪنگهم پيلس کي اڏائڻ کان پوءِ ڪيئي؟

اوز: منهنجي اڳيان بہ متضاد ڪم هئا يا دهشت گرد ٿيان يا ليکڪ ٿيان. منهنجو پيءُ بندش لاءِ خوفناڪ قسم جا پمفليٽ لکندو هو، جن ۾ برطانيہ جي خلاف باهہ ٻريل هوندي هئي. انهن پمفليٽن ۾ هو شيلي، ڪيٽس ۽ بائرن وارن کي بہ منافق ڪري لکندو هو. 1947ع ۾ ڪرفيو لڳو ۽ گهر گهر جو جهاڙو ورتو ويو. بابا جي ڪن روپوش دوستن ڪيس بہ عدد مولوٽوف بم ڏنا تہ هو انهن کي پنهنجي گهر ۾ لڪائي رکي، سو اهو خطرو بيٺو هو تہ متان جهاڙو وٺندڙ کي اهي بم لڀي پون ۽ بابا کي متان دهشت گردي جي الزام ۾ گرفتار ڪري ڪيس موت جي سزا ڏني وڃي. اسان جو گهر تہ ننڍڙو هو، پر هزارين ڪتابن سان سٿيل رهندو هو. بابا ڇا ڪيو جو اهي ٻئي مولوٽوف بم ڪتابن جي هڪ ڪبٽ ۾ ڪتابن جي پويان لڪائي رکي ڇڏيا. اسان کي بہ اهو هنڌ ڏيکاريائين تہ جيئن غلطيءَ وچان انهن ڪتابن کي ڇيڙي وجهون ۽ بم ڦاٽي پون. انگريز آيا. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي تہ انهن انگريزن کي خاڪي رنگ جون جديون پيل هيون. جيڪي گوڏن تائين پئي لڙڪيون ۽ هينان پيرن ۾ وري خاڪي رنگ جا جوراب پيل هئا. جيڪي وري گوڏن تائين ڪسيا پيا هئا. سندن آفيسر شائستہ قسم جو ماڻهو هو. تنهن ڪري پهرئين معافي ورتي. پوءِ ٻن سپاهين سان گڏجي گهر جو جهاڙو

ونڻ لڳو. اسان جو ته ساهه پيو وڃي. هيڏا سارا ڪتاب ڏسي ڪين ايترو اندازو ٿيو ته بابا ڪتابن جو ڪيڙو آهي. سو وري ڪيئن دهشت گرد هوندو. انهيءَ ڪري لاپرواهيءَ سان جهڙتي ونڻ لڳا. آفيسر ايترا سارا ڪتاب ڏسي عزت، احترام ۽ نرميءَ وچان بابا کي چيو ته جي ڪي انگريزي زبان جا ڪتاب هجن ته ڪيس ڏيکرايا وڃن. بابا هائوڪار ڪئي ۽ هڪ ٻئي پويان انگريزيءَ جا شاهڪار ڪتاب ڪڍڻ لڳو. منهنجو ۽ امان جو ساهه پئي ويو ته اجهو ٿا ٻم ڦاٽن. اصل ۾ اسان ٻنهين کان اهو هنڌ وسري ويو هو، جتي بابا ٻم رکيا هئا. بابا انگريزي ڪتاب ڏيکاريندو ويو، پر ڪو به ٻم هٿ ڪونه آيو. اصل ۾ بابا اهي ٻئي ٻم روسي زبان جي ليکڪن باڪونين نيچيق، ڪروپاٽڪن ۽ دوستو وسڪي جي ڪتابن جي پويان لڪائي رکيا هئا.

انٽرويو ونندڙ: تون جڏهين تيرهين ورهين جو هئين ته تنهنجي ماءُ وفات ڪري ويئي. تون پندرهن ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجو گهر ڇڏي وڃي هڪ ڳوناٺي وسنديءَ ۾ ويڻين، اهو ڇو؟

اوز: آئون بابا کان ۽ ڪتابن سان ڀريل گهر جي ماحول کان باغي ٿي ويس. مون کي ٻئي قسم جي زندگي ٿي کپي. مون چاهيو پئي ته بابا جنهن انقلاب جون ڳالهيون ڪيون، آئون به ائين انقلابي ٿي وڃان، پر ڪونه ٿي سگهيس. اصل ۾ ڪو منهنجو ارادو اسڪول ۽ يونيورسٽي ۾ پڙهڻ جو ڪونه هو. مون چاهيو پئي ته اهڙو ٽريڪٽر ڊرائيور ٿي وڃان، جهڙا ٽريڪٽر ڊرائيور سوويت فلمن ۾ نظر ايندا هئا ۽ جيڪي سڄو ڏينهن ٽريڪٽر هلائيندا آهن، شراب پيئندا آهن ۽ پوءِ ڳوناٺيون ڇوڪريون ڦاسائي سڄي رات ڇتي عياشي ڪندا آهن. سو منهنجو اهو ڪم ته ٿي ويو، پر ڪتابن مان جند ڇڏائي ڪونه سگهيس.

انٽرويو ونندڙ: پوءِ لکڻ ڪڏهين کان شروع ڪيئي؟

اوز: پنجن ورهين جي ڄمار ۾ الف بي ملائي اکر ناهڻ سکي ويس، سو ائين سمجهه ته آئون شروع کان وني لکندو اچان. پهرئين ته ننڍڙيون ننڍڙيون آکاڻيون گهڙي لکڻ لڳس. اسڪول ۾ اهو ڏنڌو جاري رکيم. جڏهين هڪڙي ڳوناٺي وسندي ۾ ٽريڪٽر ڊرائيور ٿيس ۽ اتان پوءِ عارضي طور تي فوج ۾ هليو ويس ته اتي به هٿ جون گهڙي ڪهاڻيون لکندو رهيس. پر منهنجي زندگيءَ ۾ وڏو ڦيرو تڏهين آيو، جڏهين منهنجي ذهن ۾ اها ڳالهه ويٺي ته آئون ڄائو ئي ليکڪ ٿيڻ لاءِ آهيان. ائين جو لکڻ جو ڪو پختو ارادو

ڪيم. پهرئين ڪجهه شعر ۽ ڪجهه ڪهاڻيون لکيم. منهنجي لکڻ جو اهو سلسلو تڏهين به جاري رهيو، جڏهين آئون ڦٽين جي پوک جي ڏنڌي سان لڳس. انهيءَ وقت منهنجيون لکيون شايع به ٿيون ۽ داد به حاصل ڪيم. انهيءَ ڪان پوءِ هر هفتي ۾ هڪڙو ڏينهن هاسيڪار انهيءَ لاءِ موڪل ڪيم ته موڪل واري ڏينهن مون کي لکڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪم ڪرڻو ناهي. جڏهين مون ائين ڪيو ته ٻيا به هاري ناري سنيري ٻيا ۽ اها دعوائون ڪرڻ لڳا ته اهي به چوٿيءَ جا آرٽسٽ آهن. تنهن ڪري هفتي ۾ هڪڙو ڏينهن ڪين به موڪل ڪپي. نيٺ ڪميون جي چڱي مڙسن جي ڪميٽي ويني ته اها ڳالهه جانچي لهڻي آهي ته ڪير حقي واجبي ۽ اصلي آرٽسٽ آهي. انهيءَ ڪميٽيءَ جو اهو خيال بيٺو هو ته جڏهين ايموس اوز کي موڪل ٿي ملي ته ٻين ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي. انهن کي به موڪل ملڻ کپي، پر انهيءَ ڪميٽيءَ ۾ هڪ جهونو همراهه به هو، تنهن مون لاءِ راءِ ڏني ته انهيءَ چوري ۾ ڏات جا ڪٺا آهن، اجا ته ننڍو آهي، پر جڏهين وڏو ٿيندو ته ٽالسٽاءِ جا مٽ پڄندو. پر جيئن ته اجا چوڪرو مڙس آهي. تنهن ڪري ڪيس چاليهين ورهين جي ڄمار تائين سڄو هفتو ڪم ڪرڻو پوندو. تنهن کان پوءِ پلي وڃي لکي. پوڙهي مان ڦاٽس ته چڱيءَ طرح. پر منهنجي قسمت چڱي هئي جو ٻين ميمبرن سندس راءِ ريٽي چڏي ۽ منهنجي هڪڙي ڏينهن واري موڪل منظور ڪندي اهو به شرط رکي ڇڏيائون ته باقي رهيل ڇهن ڏينهن ۾ مون کي سخت ڪم ڪرڻو پوندو ۽ هڪڙي ڏينهن جي ڪسر ڪڍڻي پوندي. مون ائين به ڪيو، پر ٻنين ۾ سخت قسم جو ڪم ڪندي به منهنجا ويچار لکڻ جي ڪم جي چوڌاري ڦرڻ لڳا. جڏهين موڪل جو ڏينهن ايندو هو ته آئون انهيءَ ڏينهن ٻارهن ڪلاڪن کان وٺي پندرهن ڪلاڪن تائين لکندو هوس.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ شديد محنت جي نتيجي ۾ تنهنجي ڪهاڻين جو پهرئيون مجموعو Where the Jacklas howl ڇپجي پڌرو ٿيو، پوءِ تون جڏهين ناول لکڻ تي لٿين ته توکي اها ڳالهه ذهن ۾ آئي ته توکي پهلوانن وانگر سکيا ڪرڻي پيئي؟

اوز: مون کي جلد ئي سڪون ٿي ڪتو منهنجي عمر ننڍي هئي، تنهن ڪري صبر کان به ڪم وٺي نه پيو سگهان. مون ۾ ايتري گهڻي سمجهه به ڪانه هئي. ڊگهي مدي واري گيم کيڏي نه پيو سگهان. انهيءَ ڪري ان وقت منهنجو سڄو زور ڪهاڻيون لکڻ تي هو ۽ ڪهاڻي لکڻ جي گر ۾ ڦاٿل

هيس. چاڪاڻ جو ڪهاڻي لکڻ لاءِ گهڻ وقت ٿي ڪتو. پهرئين تہ ڪهاڻي منهنجي دماغ ۾ پيئي ڦرندي هئي، تنهن کان پوءِ موڪل واري ڏينهن وجي لکندو هوس ۽ هڪڙي ئي ڏينهن ۾ ڪهاڻي لکي پوري ڪندو هوس. انهيءَ زماني ۾ منهنجي لکڻ جي رفتار تيز هئي.

انٽرويو وٺندڙ: هن وقت توکي اهو خيال اچي ٿو تہ تو جنهن نموني اڳي سخت ادبي پورهيو ڪيو هو، انهي ڏانهن واپس موٽي سگهين ٿو؟

اوز: خيال تہ ڏاڍو ٿو اچي، اجا بہ انهيءَ گنڊ گنڊان ۾ آهيان تہ ساڳئي طرح ڪم ڪريان، پر هاڻي اهڙي ساڳئي طرح ڪم ڪري ڪونہ سگهندس، جنهن جو ڪارڻ اهو آهي تہ پرپور جوانيءَ جو جيڪو اندر ۾ ردم پيدا ٿئي ٿو، ڪم مان اطمينان حاصل ڪرڻ جي جيڪا تڪڙي تڪڙي اڄ لڳي ٿي ۽ جنهن نموني پهرئين ڊڪ ۾ لکجي وجي ٿو، هاڻي اها عمر نہ رهي آهي. هاڻي تہ پهرئيون ڊرافٽ لکڻ کان پوءِ ذر ذر ورجائي لکڻو ٿو پوي تہ متان ڪا شئي رهجي تہ نہ وئي آهي. سو جيستائين ڪنهن خاص نڪتي تي نٿو پهچان، تيستائين ڪا پڪ نٿي ٿئي. هن جملي کي بدلاءِ، هن حصي کي سڌو ڪر ۽ فلاڻي هنڌ جيڪو هوائي توائي مواد اچي ويو آهي، انهيءَ کي بہ ڪڍ وغيره جو چڪر هلندو ٿو رهي.

انٽرويو وٺندڙ: پهريون ڪتاب شايع ٿيڻ کان پوءِ وجي يونيورسٽي ۾ داخل ٿئين، اهو چو؟ يونيورسٽيءَ ۾ فلسفي جي مضمون ۾ داخلا ورتيئي، اهو چو؟

اوز: اصل ۾ وسنديءَ جي چگن مڙسن مون کي يونيورسٽي موڪليو، جو ڪين گوٺ ۾ استادن جي ضرورت هئي. بابا وري مون کي اها ڳالهہ ٻڌائي تہ جيڪي فلسفي گريجوئيشن ڪندا آهن تہ انهن لاءِ اخبار ۾ ڪوبہ اشتهار نہ ايندو آهي تہ ڪو ڪنهن کي فلسفيءَ جي ضرورت آهي. مون پاڻ بہ سوچيو تہ اهڙي سبجيڪٽ ۾ چو داخلا وٺان، جيڪو ڪنهن کي بہ نٿو وڻي، پر منهنجي قسمت چگي هئي جو ڦري گهري اهڙي سبجيڪٽ ۾ داخلا ملي، جتي انهيءَ وقت جا وڏا وڏا فلسفي پڙهائي رهيا هئا. ائين جيروسلم يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتيم. مارٽن بوبو جهڙي فلسفيءَ جو روح بہ اتي گردش ۾ هو ۽ گيرشام، برڪ مين ۽ ٻيا اهڙا گڙنگ پروفيسر بہ جيروسلم يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيندا هئا، جن جي

سڄي وچ يورپ ۾، خاص ڪري جرمني ۽ پراگ ۾ وڏي هاڪ هئي. مطلب تہ انهيءَ وقت جيروسلم يونيورسٽي فلسفي جو مرڪز بڻيل هئي. سو هڪ ڪهاڻيون لکڻ وارو هوندي ڪري بہ فلسفو پڙهڻ لڳس. جڏهن رت ۽ ڊيوڊ جي حوالي سان ڪو پروفيسر اخلاقيات جو بحث ڇيڙي ويهي رهندو هو تہ انهيءَ بحث ۾ حصو وٺڻ جي بدران منهنجو ذهن پيو ڀٽڪندو هو تہ انهيءَ موضوع تي ڪا ڪهاڻي ڇونہ لکجي. پر انهيءَ هوندي بہ سٺن نمبرن سان امتحان پاس ڪيم.

انٽرويو وٺندڙ: نصاب ۾ ڇا ڇا هو؟ تون ڪهڙي فلسفيءَ تي وڌيڪ ڌيان ڏيندو هئين؟

اوز: افلاطون، ارسطو، درويش آرگسٽائين، درويش ٿامس ايڪئينياس ۽ ٻيا هئا. پر مون اسپينوزا جي ڪم ۾ مهارت حاصل ڪئي.

انٽرويو وٺندڙ: اسپينوزا شايد سياست جي علم جو ماهر هو، توکي ڪٿي سياسيات جو علم تہ ڏانهس ڪونہ وٺي ويو؟

اوز: نہ، سياسيات جو علم ڪارڻ ڪونہ هو. اصل ۾ هن پورن پورن دليلن سان سخت ٿيل برف جو محل ڪڙو ڪري ڇڏيو هو. سندس دليلن ۾ جذبات جي ايڏي تہ گهڻي جمت هئي جو آئون ڏانهنس ڇڪجي ويس. سندس فلسفو سنگيت جيان هو، ٻين رُکن فلسفين جي ڀيٽ ۾ وٽس ڪلاسيڪل سنگيت ملندو هو، مون کي تہ باخ جي ڌنن وانگر لڳندو هو.

انٽرويو وٺندڙ: هاڻي موٽون ٿا تنهنجي پنهنجي ڪم ڏانهن، اهو اڪثر ڪري ڏٺو ويو آهي تہ جنهن جون پاڙون آرٽ ۾ ڪتل هونديون آهن، اهو ئي ڪم يونيورسل بڻجي ويندو آهي. جيڪي وڏا وڏا روسي ليکڪ هئا جهڙوڪ: دوستو وسڪي، گوگول ۽ چيخوف. انهن تي روسي هئڻ جو پڪو پختو ٺپو لڳل آهي، پر سندن ڪردارن جي ذريعي اسان سڀ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي سگهون ٿا ۽ ائين لڳي ٿو تہ ڄڻ اسان بہ سندن حصو هجون، پر تنهنجي ناولن مان ائين ٿو لڳي تہ ڄڻ تنهنجا سڀ ڪردار خالص اسرائيلي هجن. مغرب ۾ تنهنجو جيڪو وڏ ۾ وڏ ناول پسند ڪيو ٿو وڃي، اهو آهي My Michael انهيءَ ناول جي اسٽوريءَ ۾ حناح نالي اسرائيلي عورت ۽ بہ عرب مرد هڪ ٻئي سان واسطيداريءَ ۾ رهن ٿا، جيڪي سئيز جي مامرن ۽ مسئلن ۾ قاتل نظر اچن ٿا. انهيءَ ناول ۾ عربن ۽ اسرائيلين جي جهيڙي جا تاثر ملن ٿا. ڇا تون انهيءَ ناول جو

مرڪزي خيال سوچي سمجهي شعوري طور تي چونڊيو آهي؟

اوز: جي تون دنيا جي ڪنهن اهڙي حصي تي لکين ٿو، جيڪو تڪليفن سان ڀريل آهي ته انهيءَ ۾ توکي هر شئي ٻٽي نظر ايندي، جيڪڏهين آئون ڪو ناول ماءُ پيءُ ۽ ڌيءُ جي باري ۾ لکندس ته نقاد اها ڳالهه ڪندي دير ڪونه ڪندا ته پيءُ حڪومت جي نمائندگي ٿو ڪري، ماءُ پراڻين روايتن جي نمائندگي ٿي ڪري ۽ ڌيءُ چڙو چڙ ٿيل ۽ پوئتي پيل اقتصادي صورتحال جي نمائندگي ٿي ڪري. جيڪڏهين Moby- Dick اصل ليکڪ جي بدران لنڊن آمريڪا جي ليکڪ ورگاس للوسا جي نالي سان ڇپجي ها ته ڪر نقاد اهو چون ها ته اهو ڪتاب ڊڪٽيٽر شپ جي باري ۾ لکيو ويو آهي، پر جي اهو ساڳيو ڪتاب سائوٿ آفريڪا جي ليکڪا نندائن گورڊيمر جي نالي سان ڇپجي ها ته ڪر نقاد چون ها ته اهو ڪتاب ڪارن ۽ گورن جي ٽڪراءَ جي باري ۾ لکيل آهي. اهڙي ساڳئي طرح ڪين روس ۾ اسٽالين واڳون ٻٽي نظر اچي ها ۽ وچ اوڀر ۾ وري ڪين اسرائيلين جي فلسطينين تي يا وري فلسطينين جي اسرائيلين جي چڙهت نظر اچي ها. سو جيڪڏهين اوهان مصيبتن ۾ قاتل ڪنهن هنڌ تي لکندئو ته اوهان کي قيمت ته چڪائڻي پوندي. مون ڪڏهن به ٻٽي موضوع ۽ سياسي نڪته نگاهه کي پنهنجن ناولن ۾ گهرڻ ڪونه ڏنو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: پر تون پاڻ ته چئي وينو آهين ته عربن ۽ اسرائيلين جي ويڙهه وڏي ٽريجڊي آهي، ڇاڪاڻ جو ٻئي ڌريون ساڳئي زمين تي قبضو ڪرڻ چاهين ٿيون ۽ انصاف سان وڙهي رهيو آهي.

اوز: ها، پر اهو سڀ ڪجهه مون مضمونن ۾ لکيو آهي. باقي منهنجا ناول ڪنهن به انصاف جي باري ۾ نه هوندا آهن. وڏا ڳالهه ڪندا آهن ته ڪنهن چڱي مڙس وٽ هڪڙو فيصلو ويو، ٻه همراهه هڪڙي ئي ٻڪري تي اٽڪي پيا ۽ هر ڪو پيو چوي ته اها ٻڪري منهنجي آهي. چڱي مڙس ٻنهين ڄڻن جي ڳالهه غور سان ٻڌي ۽ پوءِ فيصلو ڏنائين ته اوهين ٻئي جنا پنهنجي پنهنجي ڳالهه تي صحيح آهيو ۽ اها ٻڪري اوهان ٻنهين جي آهي. انهيءَ تي چڱي مڙس جي زال پنهنجي مڙس کي چيو، "منهنجا پيارا مڙس، اهو ته بلڪل ناممڪن آهي ۽ تون ٻڪريءَ کي ٻن حصن ۾ ورهائي نٿو سگهين." انهيءَ ڳالهه تي چڱي مڙس پنهنجو مٿو ڪنهندي چيو، "منهنجي پياري زال، تون به صحيح ڳالهه ٿي ڪرئين!"

آئون بہ انهيءَ چڱي مڙس وانگيان آهيان. باقي آئون پنهنجن ناولن جي باري ۾ توکي هڪڙي لفظ ۾ سمجهايان تہ پوءِ اهو لفظ آهي، ”خاندان“ مون کي خاندان هڪ اهڙو تهہ در تهہ ڳجهو سماجي ادارو لڳندو آهي، جنهن جا ڪيئي پهلو هوندا آهن. خاندان جو ادارو ڏکيو، اڻ وڻندڙ ۽ متضاد جزن سان پريل هوندو آهي. اسان ماڻهو صدين کان وني خاندان ۾ فوتگي ٿيڻ جون پيشنگوئيون ۽ وضاحتون ٻڌندا اچون ۽ اهو بہ صدين کان وني ٻڌندا اچون تہ ڏار ڏار قسم جا مذهب، نظريا، حڪومتون ۽ تاريخي تبديليون ڪيئن جٽاءُ ڪنديون رهيون آهن. گڏوگڏ پيئرن، مائرن، ٻارن. پٽن ۽ ڌيئرن جي وچ ۾ ڇا ڇا ٿيندو رهيو آهي. انهيءَ جي بہ مون کي خبر، انهيءَ خيال کي سامهون رکي خاندان جي تضادن جي بنياد تي دنيا جي مامرن جو پڪو پختو اندازو لڳائي ويندو آهيان ۽ پيار جي اڻ کٽ گردش سان گڏوگڏ نفرت، حسد، سالميت، خوشي ۽ ڏکن جي اڻ کٽ گردش تي ئي منهنجو ڌيان گيان هوندو آهي. خاندان جي اها گردش ئي منهنجي ناولن ۾ پاتي وجي ٿي. اهو خاندان ئي هوندو آهي، جنهن ۾ هر ڪو ڪنهن سان ٽڪراءُ ۾ هوندو آهي ۽ پٽ انهيءَ ڪري صحيح هوندو آهي جو پيءُ مٿس دهمان رکندو آهي. پيءُ انهيءَ ڪري صحيح هوندو آهي جو سندس پٽ سست ۽ پيءُ کي پٺ ڏيندڙ هوندو آهي. ماءُ انهيءَ ڪري صحيح هوندي آهي جو سندس مڙس ۽ پٽ ڪيس نظر انداز ڪندا آهن، ڌيءُ انهيءَ ڪري صحيح هوندي آهي جو اهڙي ماحول ۾ رهڻ ڏکيو هوندو آهي ۽ هوءَ گهر جي ماحول کان رت ٿئي پڇي ويندي آهي، پر پوءِ بہ سڀ جا سڀ هڪ ٻئي سان پيار بہ ڪندا آهن. سو آئون بہ بين الاقوامي تضادن کي خاندان جي پس منظر ۾ ئي ڏسي سگهندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: ٽالسٽاءِ جو چوڻ آهي تہ ڀاڻ ۾ خوش رهندڙ سڀ جا سڀ خاندان هڪ جهڙا هوندا آهن، پر جن خاندانن ۾ رولڙو پيل هوندو آهي، اهي سڀ جا سڀ خاندان هڪ ٻئي لاءِ مختلف هوندا آهن. سو....

اوز: ٽالسٽاءِ جو وڏو مان ۽ مرتبو رکي عرض ٿو ڪجي تہ سندس اها ڳالهہ اصل ۾ حقيقت جي بلڪل ابتڙ آهي جن خاندانن جا فرد هڪ ٻئي جي خلاف رولي ۾ هوندا آهن. انهن ۾ ڇڪي تاڻي اڌ درجن کن اهڙا مامرا هوندا آهن، جيڪي ذر ذر پيا ورجائبا آهن. نہ نهيا نہ معني ڇٽا. پر جن خاندانن جا فرد هڪ ٻئي سان پيار ڪندڙ هوندا آهن. انهن ۾ تہ رکي رکي اهڙا

معاملا ۽ مامرا اڀرندا رهندا آهن، جن جو ڪو چيهه ئي نه هوندو آهي. نفرت ايڏا مسئلا کڙا ڪونه ڪندي آهي جيترا محبت کڙا ڪندي آهي.

انٽرويو وننڊز: تنهنجي ڪجهه آخري ناولن ۾ گهاڙيٽي توڙي مواد جي حساب سان تبديلي آيل ٿي ڏسجي. مثلن تنهنجي ناول Black Box تي برطانيه وارو رنگ روپ نظر اچي ٿو ۽ ناول ٽڪرن ٽڪرن ۾ اڳتي وڌي ٿو، تو اوچتو ئي اوچتو اهڙو گهاڙيٽو ڇو اختيا ڪيو؟

اوز: حادثاتي طور تي مون ڪان ائين ٿي ويو هوندو. اصل ۾ انهيءَ ناول جي شروعاتِ هڪ اهڙي خط سان ٿئي ٿي جيڪو طلاقيل زال پنهنجي اڳئين مڙس ڏانهن لکي ٿي، جنهن ست سال اڳ ڪيس طلاق ڏني هوندي آهي. ڪين هڪ پٽ به هوندو آهي جنهن کي مڙس قبول نه ڪيو هوندو آهي، پر اڳئين زال چاهي ٿي ته اهو مسئلو پاڻ ۾ ملي جلي حل ڪجي. انهيءَ خط جي موٽ ۾ مڙس پنهنجي اڳئين زال کي خط ٿو لکي ۽ بنهين ڄڻن جي خط و ڪتابت شروع ٿئي ٿي وڃي، نتيجي ۾ ٻيا ڪردار به انهيءَ خط و ڪتابت ۾ شامل ٿي ويندا آهن. ائين اهو سلسلو منهنجي وس کان ٻاهر نڪري ويو، تان جو ناول لکجي پورو ٿيو. انهيءَ ناول ۾ ڪنهن هنڌ مون کان اهڙي چڪ ٿي وئي، جنهن کي رڳو خدا حل ڪري پيو سگهي. انهيءَ ناول جي اسٽوري کي منهنجا تخليق ڪيل ڪردار پنهنجي هٿ وس ڪري ويا. اهڙي حالت ۾ ناول نگار رڳو اهو ڪري سگهي ٿو ته ڏڙ ۾ دڙهو هڻي ڪردارن کي ڇوٽ ڇڏي ڏئي ته ڪردار ڄاڻن ڪردارن جو ڪم ڄاڻي، جي ناول نگار کي انهيءَ لائين تي نه به هلڻو هجي ته به ڪنڌ ڪڍائي نٿو سگهي. انهيءَ ڪري ئي ناول Black Box ٽڪرن ٽڪرن ۾ ٿو هلي جو ڪردارن جي تقاضا اها آهي. انهيءَ مسئلي کان وڌي ڪري ناول جو اهو فارميٽ مون لاءِ ڊيجاريندڙ حد تائين ڏکيو بڻجي ويو. اهڙي ڏکئي صورتحال ۾ ٻيا ليکڪ ائين ڪندا آهن جو ناول لکڻ جو ڪم اڌ ۾ ڇڏي هيڏانهن هوڏانهن فونون ڪندا آهن ۽ اهڙي ڏکئي ناول جي پرواهه نه ڪندا آهن. انهيءَ ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته ناول جي انهيءَ فارميٽ جي به ٿوري گهڻي ساک پت هوندي آهي. انهيءَ فارميٽ جي ڪري ڪردار هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ جي بدران هڪ ٻئي کي خط لکندا رهن ٿا. پٽ وري ماءُ پيءُ کي خط لکي پنسن جي گهر ڪري ٿو، جو هو ڪين منهن ڏيکارڻ کان لاچار آهي، سو اهي خط هڪ اهڙي خاندان جي نشاندهي ڪن ٿا، جنهن جا فرد هڪ ٻئي سان پنهنجائپ ۾ به بدل

آهن ته گڏوگڏ هڪ ٻئي کان ڌار ٿيل به هوندا آهن. منهنجي خيال ۾ ناول لکڻ جو اهو به سنو طريقو ٿي ٿو سگهي، جنهن ۾ ڪردارن جا خيال ۽ گهرجون بنا ڪن اضافي جملن جي ۽ بنا ڪنهن رڪاوٽ جي اڳتي وڌن ٿا. خاندان ۾ ته ائين ئي ٿيندو آهي ته ڪنهن نه ڪنهن طريقي ڪردارن جا دليل سامهون اچن. هوندن به منهنجا ناول ڪردارن جي ذريعي ئي اڳتي وڌن ٿا.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجن پوئين ناول ۾ چڱو خاصو جنسي پيار پاتو وڃي ٿو، اهو شايد انهيءَ ڪري آهي جو تون وچئين عمر کان به چڙهڻ وارو آهين؟ انهيءَ عمر ۾ ماڻهو زندگيءَ جي بنيادي پهلوئن جي باري ۾ سوال اٿارڻ شروع ڪندو آهي.

اوز: جنسي پيار ته شروع کان وٺي منهنجي ڪم ۾ ايندو رهيو آهي، پر پوءِ به منهنجي ڪم ۾ بنا ڪنهن روڪ رنڊڪ ۽ حجاب جي سڌي سنئين جنسي پيار جا ڏيک گهٽ هوندا آهن. البت انهن ڪتابن ۾ جنسي تمنا بجليءَ وانگر پڙڪو ڪائيندي آهي. آئون نٿو سمجهان ته اوچتو ئي اوچتو هن وقت جي منهنجي ڪم ۾ اها ڳالهه گهڙي آئي آهي.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجا ناول جڏهين اسرائيل ۾ شايع ٿين ٿا، انهيءَ کان گهڻو وقت پوءِ مغرب ۾ شايع ٿيندا آهن؟

اوز: منهنجو ڪوبه ڪتاب جڏهين اسرائيل ۾ شايع ٿيندو آهي ته اهو ٻن سالن اندر ترجمو ٿي مغرب ۾ پهچي ويندو آهي. هوندن ته اها ڳالهه منهنجي مترجم نڪولس دي لنگ تي ڇڏيل هوندي آهي ته اهو ڪيتري عرصي ۾ منهنجو ڪتاب مغرب تائين پهچائي ٿو. جيڪو نئون ڪتاب اچڻ وارو آهي، انهيءَ جو عنوان آهي Don't call it night اهو ڪتاب وچئين عمر واري پيار جي باري ۾ آهي ۽ جوڙي کي اولاد نٿو ٿئي. انهيءَ ناول جي شروعات واريءَ جي دڙي تي اڏيل هڪ ننڍڙي ڳوٺ کان ٿئي ٿي. اهو جوڙو ڪيترائي سال گڏ رهي ٿو، پر ڪين اولاد ..... آئون ناول جو سڄو پلاٽ ته توکي ڪونه ٻڌائيندس.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ ناول کان پوءِ هن وقت ڪهڙو ناول پيو لکين؟

اوز: آئون پنهنجي هلندڙ ڪم جي باري ۾ ڪڏهين به ڪنهن سان نه ڳالهائيندو آهيان. ڪنهن به پيٽ واري عورت کي ايڪسري جي ذريعي پيٽ ۾ پلجندڙ ٻار جي خبر نه وٺڻ گهرجي، جي ائين ڪيائين ته

بار کي نقصان پهچندو.

انٽرويو وٺندڙ: تون اڃان تائين جوان جماڻ ڏسڻ ۾ ٿو اچين ۽ تو تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي، تو ڪڏهن موت جي باري ۾ سوچيو آهي؟

اوز: هن وقت آئون 57 سالن جو آهيان. منهنجي عمر منهنجي ملڪ کان وڏيڪ آهي. اسرائيل ملڪ جي حساب سان آئون جوان جماڻ نه رهيو آهيان.

ظاهر آهي ته موت جي باري ۾ سوچيندو آهيان. مون کي زندگيءَ جو ايڏو نشو چڙهيل ناهي جو موت کي وساري ڇڏيان. پر ګڏوګڏ مري ويل ماڻهن جي باري ۾ به سوچيندو آهيان. مري ويل ماڻهن جي باري ۾ سوچيندي ماڻهوءَ کي موت جو به خيال ايندو آهي. جنهن اهي ماڻهو ڦري ورتا، پر اهي ماڻهو منهنجين يادن ۾ جيئرا رهندا آهن. آئون انهن ماڻهن لاءِ واجهائيندو رهندو آهيان. مون ۾ اها به اهليت آهي ته گذري ويل وقت کي پرائوسٽ وانگر اشارن ئي اشارن ۾ جهٽي وٺندو آهيان. اينريقدر جو پنجاهه سال اڳ جو وقت به مون کي ياد ايندو آهي. هڪڙي ڏينهن مون ننڍپڻ جي يادن تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي سوچيو ۽ ڏهن ڏهن منٽن جا ننڍا ننڍا ٽڪرا منهنجي ذهن تي گهمندا رهيا. مثلاً هڪڙي ئي ڪمري ۾ ڇهه ڀاتي رهندا هيا. ڀيا سڀ مري ويا. آئون جيئرو آهيان. ڪير ڪٿي رهندو هو؟ ڪير ڇا چوندو هو؟ يادن جي انهيءَ ٻوڏار ۾ اهي ماڻهو ڳچ وقت تائين جيئرا ڪري ڇڏيم. اهي ماڻهو منهنجي دل جا به مهمان بڻيا ۽ دماغ ۾ به رهيا. پوءِ منهنجين لکڻين ۾ به اچي ويا. جڏهين آئون مري ويندس ته مون کي به ماڻهو يادن ۾ ائين جيئرو ڪري ڇڏيندا. جيئن مون ڪيو. اهو سودو مهانگو ناهي.

انٽرويو ڪندڙ: هيمليٽ جو مڪالمو آهي ته پنجاهه ورهين جي جمار ڪانپوءِ ڪنهن به وقت موت اچي سگهي ٿو..... تياري ضروري آهي.

اوز: اهي پنجاهه سال آئون اڄ کان پوءِ ڳڻيندس. زندگي مون کي پياري آهي. زندگيءَ مان مزو وٺندو آهيان. پر منهنجي اها خاموشي ۽ منهنجو اهو مزو انهن ماڻهن سان لاڳاپيل آهي، جيڪي گذاري ويا آهن. جي اڄ رات موت لنگهي مون وٽ ايندو ته آئون ڪاوڙجي پوندس ۽ ڪائنس هٿ ڇڏائي ويندس. باقي ائين ناهي جو آئون تيار ئي نه هجان.

***

# جيرزي ڪوسنڪيءَ جون ڳالهيون

ويهارو سال کان اڳ جي ڳالهه آهي جو اسلام آباد جي ڪنهن ڪتابن جي دڪان تي ڪتاب ڳوليندي، پاڻ کي Painted Bird (شانبر پکي) نالي ڪتاب هٿ آيو. ڪتاب جو ليکڪ جيرزي ڪوسنسڪي (JERZY KOSINSKI 1933-1991) پاڻ لاءِ نئون نالو هو. پر ڪتاب ڦلهورڻ کان پوءِ پتو پيو ته ڪا ڪم جي شئي آهي. سو ٻئي هٿ کڻي ڪتاب ۾ وڌم. پاڻ وٽ جيئن مالوند ماڻهو پنهنجي مال تي داغ هڻي. اهو چٽائي چڙهيندا آهن ته اهو مال فلاڻن جو آهي، جي ڪو مال زلندي ڪنهن کي هٿ اچي وڃي ته انهن فلاڻن تائين پهچايو وڃي. ائين ئي اوير يورپ ۾ وري پنهنجن پاليل پکين جي کنڀن تي رنگ جا نشان هڻي چڙهيندا آهن ته اهي پکي فلاڻن يا الاڻن جا آهن. انهيءَ پکيءَ کي Painted Bird چوندا آهن. يعني نشانبر پکي. انهيءَ کي ڪي يار "رنگدار پکي" چوندا آهن. جيڪي معني غلط آهي.

اسلام آباد مان موٽي، ڄام شوري ۾ جڏهين اهو ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيم ته ڪتاب ۾ موجود اذيتون ايترو ته دماغ تي چڙهي ويون جو لڳ ڀڳ ٽيهن صفحن کان پوءِ مون کي اٻڙڪا اچڻ لڳا ته ڪتاب کڻي هٿن مان ڪڍيم. سوچيم ته پڙهڻ جي معاملي ۾ شوڪت حسين شوري جو هاضمو وڏيڪ درست آهي سو کيس پڙهڻ لاءِ ڏنم، پر انهيءَ جي حالت به ساڳئي ٿي ۽ ڪتاب واپس موٽائي ڏنائين. اڳتي هلي ڪري اهو ڪتاب پڙهڻ جو علاج ڳولي ورتم ۽ ٽرنڪو لائيزر ڏئي سجو ڪتاب پڙهي ويس. اهو ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ فيصلو ڪيم ته جيرزي ڪوسنسڪيءَ جا سڀ ڪتاب پڙهڻا پوندا، نه ته اڌورا رهجي ويندا سين.

ڪراچيءَ جي ڪنهن فائيو اسٽار هوٽل (شايد آواري ٽاورس) ۾ ڪنهن رٽيل فنڪشن ۾ شرڪت ڪرڻ ڪان اڳ ۾ عادت هٿان مجبور ٽي هوٽل ۾ موجود ڪتابن جي دڪان تي وڃي هٽ هنيم ته ڪوسنسڪيءَ جو هڪ ٻيو شاهڪار "Being there" هٿ اچي ويو، ته أتي ئي موجود حميد آخوند مون کي اها ڄاڻ ڏني ته انهيءَ ڪتاب تي فلم به ٺهيل آهي. اصل ۾ اها فلم ڪوسنسڪيءَ جي دوست ايڪٽر ۽ ڊائريڪٽر پيٽرس سيلرز ٺاهي هئي. ڪتاب پڙهڻ ڪان پوءِ جڏهين اها فلم ڏٺم ته منهنجا وڻ وڃي ويا. ڪيڏانهن منهن مريم جو، ڪيڏانهن ٿندو الهيار! پيٽرس سيلرز انهيءَ فلم ۾ اصلي ڪتاب تي اٿين دانگيءَ جي ڪارٺ ملي آهي، جيئن هاليووڊ وارن دوستو وسڪيءَ جي شاهڪار ناول "The Brothers Karamazov" تي دانگيءَ سان ڪارٺ ملي آهي. اها ڳالهه اتي ڇڏي، وٺ وهنديءَ کي.

1917ع ۾ جڏهن روس ۾ انقلاب آيو ته ڪوسنسڪيءَ جو پيءُ ۽ ماءُ لڏي اچي پولينڊ جي شهر لوڊز ۾ وينا، جتي ڪين هڪڙو ئي ٻار 14 جون 1933ع تي ڄائو، جيڪو هو جيرزي ڪوسنسڪي. 1939ع ۾ نازي جرمني پولينڊ تي حملو ڪري ڏنو، جنگ جي وٺ ونان ۾ ٻن مهينن ڪان پوءِ ڪوسنسڪي وڃائجي ويو. مائٽن کي پڪ ٿي ويئي ته سندن پٽ جنگ ۾ مارجي ويو آهي، سو آسرو پلي ويهي رهيا. پر انهيءَ ڪان پوءِ پورا ڇهه سال ڪوسنسڪي اوڀر پولينڊ جي ڳوٺن ۾ رلندو رهيو. اها خبر ڪنهن کي ڪانه پيئي ته اهو ڇوڪرو جپسي آهي يا وري يهودي.

1942ع ۾ 9 سالن جي عمر ۾ ڪوسنسڪي جو ڳالهائڻ بند ٿي ويو ۽ هو گونگو ٿي پيو. ڪڏهين ڪڏهين ڳري شاڪ ۾ اچي ماڻهوءَ جي زبان ڪم ڇڏي ڏيندي آهي. 1945ع ۾ سندس ماءُ ۽ پيءُ ڪيس ڪنهن يتيم خاني ۾ ڏسي ورتو، انهيءَ وقت هو هڪ يوتاڙيل اڌ چريو، ڊنل ڊنل ۽ گونگو ڇوڪرو هو. نيٺ اچي مائٽن پيڙو ٿيو. انهيءَ ڪان پوءِ ٻن سالن تائين ڪوسنسڪي گونگو رهيو ۽ ساڳين ڪيڙن ۾ سمهي پوندو هو. ڏينهن جو پنهنجي ڪمري مان وڪ به ٻاهر نه ڪيندو هو. البت رات جو هو شهر جي گهٽين ۾ لڪي لڪي اٿين رلندو هو جيئن گمشدگيءَ دوران اوڀر يورپ جي ٻهراڙين ۾ رلندو هو. اٿين آهستي آهستي تهذيب ۾ قدم رکيائين. 14 سالن جي عمر تائين پهچندي پهچندي، هو جابلو برفن تان ترڪڻ جي راند ڪندي ڪندي وڏو چٽو ڏڪ ڪائڻ جي ڪري سندس زبان

کُلي پيئي. صحتياب ٿيڻ کان پوءِ کيس اسڪول ۾ پڙهائيءَ لاءِ داخل ڪرايو ويو ۽ سندس تعليم جو سلسلو جاري رهيو.

يونيورسٽي آف لوڊز ۾ تعليم دوران هو ڪميونزم جي آمهون سامهون ٿيو. سندس شاندار تعليمي ڪارڪردگيءَ جي ڪري ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ڌيانهس ڏيان ويو. پر هن پارٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ کان انڪار ڪيو، جنهن تي کيس ڌمڪي ملي تہ جي نہ مڃي تہ کيس ليبر ڪئمپ جي عقوبت خاني پيڙو ڪيو ويندو. آڻ مڃڻي پيس. زور اڳيان زاري هئي.

اٿين هو هڪ اسڪالر، انعام ماڻان انعام کٽيندڙ فوٽو گرافر ۽ برف تان ترڪڻ واري راند جو ماهر بڻجي ويو. ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ کيس سوويت يونين موڪليو ويو تہ جيئن هو اُتان پي ايچ ڊي ڪري وٺي. انهيءَ کان پوءِ اها پڪ ٿي ويئي تہ سندس قسمت ڪميونسٽ پارٽيءَ جي حوالي ٿي چڪي آهي، جتان ٻاهر نڪرڻ جا سڀ دروازا بند ٿي چڪا هئس ۽ اهو انومان بہ بيٺو هو تہ جي پارٽيءَ کي پٺ ڏنائين تہ سڄي حياتي ليبر ڪئمپن جي قيد ۾ گذارڻي پونديس. پر پوءِ بہ هو اندران ئي اندران پارٽيءَ جو مخالف هو، تنهن ڪري اتان ڀڄڻ جي انسڻي ۾ رهيو.

1957ع ۾ خروشچيف جي اچڻ جي ڪري پارٽيءَ جي سختي گهٽ ٿي چڪي هئي، جنهن مان فائدو وٺندي ڪوسنسڪي هڪ اسڪالر جي حيثيت ۾ پاسپورٽ وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. سندس اهو خيال ٿي بيٺو تہ ارجنٽائن يا برازيل ڏانهن نڪري وڃي، پر ٻنهي ملڪن طرفان کيس ويزا ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو جو انهن ملڪن کي منجهائنس خطرو هو تہ متان هو سندس ملڪن ۾ اچي مارڪسزم لاءِ ڪم نہ ڪري. پر آمريڪا سندس اعليٰ اهليتن ۽ لياقتن جي ڪري کيس ويزا ڏيڻ ۾ دير نہ ڪئي.

نتيجي ۾ هو 20 ڊسمبر 1957ع تي نيويارڪ مان اچي نڪتو. انهيءَ وقت سندس کيسي ۾ صرف 5 پائونڊ هئا، جن مان ڪجهہ پئسا خرچ ڪري هن پهريون ڀيرو ڪوڪا ڪولا جو مزو چکيو. پر ڪوڪا ڪولا پيئڻ نہ پيس، وٽس ايترا پئسا بہ نہ بچيا جو ڪٿي رهائش اختيار ڪري سگهي. نيٺ YMCA جي مئنيجر مٿس رحم کائي رهڻ جي جڳهہ ڏني. جتي رهڻ کان پوءِ هن سامونڊي جهازن کي صاف ڪرڻ جي مزدوري اختيار ڪئي، جتي کيس في ڪلاڪ جي حساب سان 35 سينٽ محنتاڻو ملندو هو، جنهن مان 10 سينٽ ڀاڙي پيٽي جا ڪٽيا ويندا هئا. پر پوءِ انهيءَ ڏنڌي مان رت ٿي پيس ۽ اهو ڌنڌو

چڏي بار جي صفائي ڪرڻ جي ڏنڌي ۾ لڳي ويو. پر بار ۾ هوندي ڪري به شراب جو ڍڪ به نه پريائين. موالين جو ڇڏيل گند صاف ڪندي ڪندي، انهيءَ ڏنڌي ڪان به ارواح ڪجي ويس ۽ ڪار پارڪنگ ڪرائڻ جي مزدوري اختيار ڪيائين. پوءِ اها به مزدوري ڇڏي وجي ڪارائتي ڏنڌي سان لڳو ۽ فلم جو پروجيڪٽ هلائڻ جو ڪم شروع ڪيائين. انهيءَ دوران ڇئن مهينن اندر انگريزي به سکي ويو، پر پوءِ وري ڪنهن ڊرگ مافيا جي ور چڙهي ويو ۽ ڊرائيور جي حيثيت ۾ سر ڪان آهو پلي شهر ۾ مختلف هنڌن تائين ڊرگ پهچائڻ لڳو. ائين هو نيو يارڪ جي گهٽيءَ گهٽيءَ ڪان واقف ٿي ويو.

انهيءَ وچ ۾ هن فورڊ فائونڊيشن جي فيلو شپ لاءِ درخواست ڏني، جيڪا قبول ڪندي ڪيس ڪولمبيا يونيورسٽيءَ ۾ سماجيات جي ريسرچ تي لڳايو ويو. جتي سندس ذهانت ڪان متاثر ٿي سندس ساٿين ڪيس ڪتاب لکڻ جي صلاح ڏني. اها صلاح مڃي هن قلمي نالي جوزف نوويڪ سان ڪتاب لکيو، جنهن جو عنوان هو "The Future is ours, comrade" اهو ڪتاب روزانه اخبار "سيٽر ڊي ايوننگ پوسٽ" وارن قسط وار ڇاپيو. تنهن ڪان علاوه ريڊرس ڊائجيسٽ وارن ساڳئي ڪتاب جو خلاصو شايع ڪيو، جن طرفان معاوضي طور تي ڪيس ڏيڍ لک ڊالر مليا ۽ غربت سندس جان ڇڏي. سندس انهيءَ ڪتاب تي ڪيس ايٽرو مان مليو جو برٽريند رسل به ڪيس مبارڪباد جو خط لکيو. انهيءَ ڪتاب تي ڪيس هزارين خط اچي مليا، جن مان ميري ويئر نالي هڪ عورت جو به خط هو، جنهن ڪيس حد کن وڌيڪ داد ڏنو ۽ اهو به لکيائينس ته سندس مرحوم مڙس کي به اهو ڪتاب وڻيو هو. ڪوسنسڪي جيئن بين سيني کي خطن جا جواب ڏنا، ائين رسمي طور تي ميري ويئر کي به خط جو جواب ڏنو. اصل ۾ ميري ويئر جو مرحوم مڙس نيشنل اسٽيل ڪارپوريشن جو فائونڊر چيئرمين هو، جيڪو 83 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري چڪو هو.

ڪجهه وقت رکي ڪيس ميري ويئر خط لکي نيو يارڪ ۾ ڊنر جي دعوت ڏني، جيڪا قبول ڪندي سوچيائين ته پوڙهيءَ مائيءَ سان ملي ڇڏجي. ڪيس اها ڳالهه به ذهن ۾ سجهي آئي ته مائي ضرور وهيل چيئر تي هوندي. سو سندس مدد ڪرڻي پوندي. انهيءَ ڪري هو ڏنل وقت ڪان به اڳ رٽيل جڳهه تي هوٽل ۾ پهچي ويو. پر جڏهين ميري ويئر اتان اچي نڪتي ته ڪيس ڏسي ڪوسنسڪي جا وڻ وجي ويا. ميري ويئر هڪ

خوبصورت ۽ جوان عورت هئي، جيڪا آمريڪا جي امير ترين اسٽيل ڪارپوريشن جي والي وارث هئي. ائين سندس دوستي ميري ويئر سان ٿي ويئي، جيڪا بعد ۾ محبت ۾ تبديل ٿي ويئي ۽ 11 جنوري 1964ع تي سندس شادي به ٿي ويئي. جنهن جي نتيجي ۾ هو مڊل ڪلاس مان نڪري نيو يارڪ جي امير ترين پاڙي ۾ 740 اوينيو ۾ رهڻ لڳو ۽ راڪفيلر ۽ ميلونس جهڙين آمريڪا جي وڏين بلائن جو پاڙيسري اچي بڻيو ۽ اپر ڪلاس ۾ شامل ٿي ويو. اها هڪ گليمرس دنيا هئي ۽ سندس شوق شڪار به وڏن ماڻهن جهڙا بڻجي ويا. زندگيءَ جي انهيءَ حصي لاءِ سندس چوڻ آهي ته، "اڳي آئون اوٿارن (Night mares) ۾ رهندو هوس، هاڻي آمريڪي خوابن جي دنيا ۾ رهان ٿو."

شاديءَ کان ستت ئي پوءِ سندس ٻيو ڪتاب به قلمي نالي جوزف نوويڪ سال ڇپيو، جنهن جو عنوان هو "No Third Path".

آمريڪا جي امير ترين طبقي سان تعلق رکندڙ سندس زال ميري ويئر شاديءَ کان ڇهه سال پوءِ دماغ جي ڪينسر وگهي گذاري ويئي. ميري ويئر جي گذاري وڃڻ کان پوءِ سندس سڄي ملڪيت ڪوسنسڪي کي وراثت ۾ ملڻ جي بدران اسٽيٽ پنهنجي قبضي ۾ وٺي ڇڏي. ڪتابن مان ملندڙ رائلٽيءَ جي ڪري ڪيس انهيءَ مالي نقصان جي ته ڪابه ڳڻتي نه هئي پر ميري ويئر جي محبت کسجڻ جي ڪري هو ڳڻتين جي ڳاري ۾ اچي ويو. محبت جا ڏک ڏاڍا ڏکيا ٿيندا آهن.

1965ع ۾ سندس اندوهناڪ ۽ اذيت سان ڀرپور ناول "Painted Bird" ڇپيو. انهيءَ ڪتاب ۾ هن انهن ڏينهن جي باري ۾ لکيو آهي. جيڪي ڏينهن هن ٻاروتڻ ۾ اوير پولينڊ ۾ گذاريا هئا. انهيءَ ناول لکڻ کان پوءِ مٿس نه رڳو لکت ۾ شديد حملا ڪيا ويا، پر ڪيس مارڻ جي ڪوشش به ڪئي ويئي آهي. سنگت کي صلاح آهي ته اهو ڪتاب پڙهي ڏسي.

1971ع ۾ سندس ٻيو شاهڪار "Being there" ڇپيو. جنهن ۾ هن نيويارڪ جهڙي گجگاهه شهر ۾ فرد جي عدم شناخت ۽ ميڊيا جي پيدا ڪيل ذهني غلاميءَ جهڙن موضوعن تي لکيو. سرمائيدارانه نظام کي اگهاڙو ڪيو آهي. انهيءَ ڪري مٿس جديديت پڄاڻان (Post modernism) جو ٺپو به هنيو ويو. جين پال سارتر انهيءَ ٺپي کي آخر ۾ رد ڪندي چيو هو ته هرويرو سندس قميص جي ڪالر تي وجوديت جو ٺپو هڻي ڪارو ڪيو

ويو آهي. سندس چوڻ مطابق هو سوبورن يونيورسٽيءَ ۾ شاگردن کي فلسفو پڙهائيندو هو. تنهن ڪري هن شاگردن کي سمجهائڻ لاءِ ڪتاب "Existentialism" لکيو هو، پر سندس تخليقي ڪم اهڙيءَ بلا کان آجو هو. انهيءَ باري ۾ سندس مشهور ترين ۽ معروف ترين تريالاجي "Iron in soul" جو مثال ڏيئي سگهجي ٿو، جنهن ۾ هن اها حقيقت ڄاڻائي هئي ته جڏهين نازي جرمني پئرس تي قبضو ڪيو هو ته انهيءَ کان پوءِ پئرس جا ماڻهو ڪيئن پوتاڙجي وائڙا ٿي ويا هئا. ائين هن هڪ اهڙي صورتحال چٽي هئي، جنهن جو وجوديت جهڙي بلا سان ڪوبه واسطو نه هو. سو ڪوسنسڪي به اهڙن نيڻ کان آجو هو.

1987ع ۾ جيرزي ڪوسنسڪي ڪئٿرينا سان شادي ڪئي. اها سندس ٻي شادي هئي. ساڳئي سال سندس ناول "Painted Bird" جو پولش زبان ۾ ائڊيشن شايع ٿيو. سندس ٻين ڪتابن ۾ The Devil Tree-1973, The Steps-1968, Passion Play-1979, Blind date-1977, Cockpit-1975, Hermit of 69th Street-1988 اچي وڃن ٿا. جيڪي پڻ ادبي دنيا ۾ تڪراري ڪتاب رهيا ۽ انهن ڪتابن تي وڏي ڏي وٺ ٿيندي رهي، جنهن کان خود ڪوسنسڪي پري رهيو ۽ ڪنهن جي به ڪاڻ ڪانه ڪڍيائين.

3 مئي 1991ع تي جيرزي ڪوسنسڪي پنهنجي منهن ۾ نڪ مٿان پلاسٽڪ جي ٿيلهي رکي، پنهنجو پاڻ کي ٻوساٽي خودڪشي ڪري ڇڏي

هتي پاڻ مختلف رسالن، اخبارن، يونيورسٽي جرنلس، ريڊيو ۽ ٽي وي کي ڏنل سندس انٽرويوئن (1965ع کان 1991ع تائين) مان ڪجهه چونڊ سوال جواب ترجمو ڪري، پڙهندڙن اڳيان پيش ٿا ڪريون. آخري انٽرويو ڏيڻ کان به ڏينهن پوءِ ڪوسنسڪي خودڪشي ڪئي ۽ پويان هٿ اکرن ۾ هڪ چٺ لکي ڇڏي ويو. جنهن ۾ لکيل هو ته: "اها اميد اٿم ته مرڻ کان پوءِ به وڙهندو رهندس." اهي سندس آخري اکر هئا.

1971ع

بريندن ٽارٽيڪوف: دل ته اهو ٿي گهري ته توکان رڳو تنهنجي لکڻين جي باري ۾ پڇان، پر تنهنجي فني زندگيءَ جي زمري ۾ فوٽو گرافي به اچي وڃي ٿي، جنهن تي پڻ توکي بين الاقوامي مڃتا ملي آهي ۽ تنهنجي ڇڪيل فوٽن جي ڪيترن ئي هنڌن تي نمائش به ٿي چڪي آهي. آخر فوٽو گرافر ٿيڻ جي پويان ڪهڙا ڪارڻ هئا؟

ڪوسنسڪي: فوٽو گرافي ڪرڻ تي آئون تڏهين اُسڙڪيس، جڏهين آئون پولينڊ ۽ سوويت يونين ۾ رهندو هوس. ڇاڪاڻ ته مون کي اظهار جو اهڙو وسيلو ٿي ڪتو، جنهن ۾ منهنجي پرائيويسي قائم رهي ۽ هروڀرو ڪو مون کي نه ڇيڙي. اظهار جا جيڪي بيا وسيلا آهن، اُهي اهڙا آهن جو انهن ۾ ماڻهوءَ جي پرائيويسي نٿي رهي ۽ ماڻهو ٻين جي ور چڙهيو وڃي. ٻيو ڪارڻ جمالياتي حس جو هو. مون محسوس ڪيو ته هڪ اهڙو فن آهي، جنهن جي ذريعي آئون پنهنجي چوڌاري موجود حقيقتن کي ڇٽي، ڪنهن حد تائين پنهنجو نياپو پهچائي پيو سگهان. ائين ڪندي مون تي ڪو ڇٽيءَ طرح سياسي الزام مڙهي نه پيو سگهي. ڇاڪاڻ ته فوٽو گرافي هڪ اهڙو فن آهي، جيڪو اڻ ڏريو آهي. تهن ڪري مون اهڙي فن جي چونڊ ڪئي. جنهن ۾ منهنجي دلچسپي به هئي. پنهنجو پاڻ تائين رهڻ جي ڪوشش به هئي ۽ گڏوگڏ آئون حس جمال رکندڙ ماڻهن تائين پنهنجي اها ڳالهه پهچائي پيو سگهان ته منهنجي چوڌاري ڇا پيو وهي واپري. فوٽو گرافيءَ کي ڇڏي ڪري جيڪي بيا ڏسڻ ۾ ايندڙ (Visual) فن ۽ هنر آهن. اُهي وري اهڙا آهن، جيڪي ماڻهوءَ کي ڇڪي وڏيءَ ڳهاڳهه ۾ وجهيو ڇڏين ۽ پنهنجي هٿ مان به نڪريو وڃن. تنهن ڪري مون لاءِ صرف فوٽو گرافيءَ جو فن وڃي بچيو هو.

ٽارتيڪوف: تون جڏهين اُتي هئين ته ڪڏهن لکڻ جي ڪا ڪوشش ڪيئي؟

ڪوسنسڪي: اصل صفا نه لکڻ جو ته سوچي ئي نه پيو سگهان. لکڻ معني پنهنجو پاڻ کي سماجي پوهي ۾ وجهڻ. جنهن معاشري ۾ آئون رهيس پئي، اُهو سرڪار جو مٿان ناقيل هو. دل ته اجا به گهري ٿي ته نه لکان. لکڻي يلي ڪٿي ڪيتري به ذاتي ۽ داخلي هجي، پر اُها ڪنهن نه ڪنهن معاشرتي ۽ سياسي دائري ۾ اچي وڃي ٿي. لکڻ ۾ بوليءَ جو استعمال ٿيندو آهي ۽ خود جيڪا بولي آهي، اُها ته ٻين سيني کان وڏيڪ معاشرتي ميڊيا آهي. ليڪڪ يلي ڪٿي ڪيترو به خود پسند ۽ پنهنجو پاڻ تائين محدود رهڻ وارو ۽ عقل وارو هجي، پر پوءِ به ڪيس انسان ذات ۽ اردگرد موجود زندگيءَ تي نظر وجهڻي ٿي پوي. معاشرتي قوتون اسان کي ڪنهن نه ڪنهن طرف وٺي وڃن ٿيون. جڏهين توهان ملڪ ئي اهڙي ۾ رهندا هجو، جتان جي حڪومت آپيشاهيءَ واري هجي ته اُتي پبلشر اهي ئي ڪتاب شايع ڪندو.

جيڪي سرڪار جي دل وڻان هوندا. ٻيءَ صورت ۾ ته پبلشر ئي نه، ته لکڻ وري ڇا جو. ظاهر آهي ته آئون انهن ماڻهن مان نه هوس. جيڪي سرڪار جون راڳڻيون ڳائيندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ هڪ اکر به نه لکيم.

ٽارنيڪوف: ڊائري لکڻ ۽ پنهنجي دل خوش ڪرڻ لاءِ شاعري ته ڪري سگهين پيو؟

ڪوسنسڪي: اهو ته پنهنجو پاڻ کي ۽ ٻين کي دوکو ڏيڻ جو ڪم آهي، منهنجو ايمان انهيءَ ڳالهه ۾ آهي ته ڪو ڊائري لکي يا شاعري ڪري ته اُها ته هوندي ئي ماڻهن جي پڙهڻ لاءِ آهي. ڪوبه ماڻهو پنهنجو پاڻ لاءِ نه لکندو آهي.

فوٽو گرافي ته اجا به وڌيڪ ذاتي آهي. فوٽو به مون کي ڪڍڻو پوي، ڌوئڻو به مون کي پوي. مطلب ته سڀ ڪجهه فرد جي هٿ وس هوندو آهي. مون لاءِ عذاب ته اهو هو جو مون زندگيءَ جا اهي ڏينهن هڪ آپيشاهي رياست ۾ گذاريا ۽ آئون فوٽو گرافر ٿي پيس. پر پوءِ به مون اندر جي اوبر ڪڍڻ لاءِ بارن، پوڙهن ۽ سڪي ڪاٺ ٿي ويل لاعلاج ماڻهن جا فوٽو ڪڍيا. اهي سڀ جا سڀ معصوم ماڻهو هئا ۽ ڪوبه ڏوهه نه هئن. تنهن هوندي به اهڙي آپيشاهي رياست جي ڏاڍ جو شڪار بڻيل هئا. سو جن حالتن جي وڪڙ ۾ آيل هوس، انهن حالتن ۾ فوٽو گرافي مون لاءِ اهڙو رستو بچيل هو، جنهن جي ذريعي آئون پنهنجو اظهار ڪري پئي سگهيس. اهو اوپر يورپ جو رياستي ڏاڍ ئي هئو، تنهن ڪري اُتان جند ڇڏائي هتي آمريڪا ۾ ڦتڙي ڦتڙي اچي پهتس. هتي اچڻ کان پوءِ مون کي پتو پيو ته مون پنهنجو ماضي بنهين ڪنهن الڳ دنيا ۾ پئي ڳاريو. اوپر يورپ جون مون ۾ ڪيتريون ئي عادتون پيل هيون، جن لاءِ هتي ڪابه جڳهه نه هئي. انهن عادتن مان هڪ عادت فوٽو گرافي به هئي، جيڪا مون لاءِ اتساهه بڻيل هئي، اهو اتساهه به نه رهيو.

ٽارنيڪوف: تو پنهنجي ناولن ۾ لاڳيتو اوپرين، شڪ ۾ وجهندڙ ۽ غير فطري جنسي واقعن ۽ ديچاري پٽ ڪندڙ حالتن کي چٽيو آهي. ڇا هي واقعا ۽ حالتون تو پاڻ ڏٺيون ۽ ٻڌيون آهن؟ جي تو ڏٺيون ۽ ٻڌيون آهن ته پوءِ ائين چئي سگهجي ٿو انهن ناولن ۾ تو آتم ڪٿائي حصا جوڙيا آهن؟ تو وٽ ناولسٽ جي ڊيفينيشن اهائي آهي؟

ڪوسنسڪي: مون جيڪي به ڪتاب لکيا آهن. اُهي آتم ڪٿائي نه

آهن. مون ڪڏهين بہ اهڙي دعويٰ نہ ڪئي آهي. مون جيڪي ڪجهہ لکيو آهي، انهيءَ جو انداز اهڙو آهي، اُهو منهنجن پنهنجن راين، خيالن ۽ نڪتہ نگاهہ تي ٻڌل آهي. جنهن ڪي ماڻهو مون مٿان وهيل واپرايل سمجهندا آهن شايد اها ڪا آتم ڪٿا جهڙي شئي آهي، جڏهين تہ اها ڪا اهڙي شئي ناهي. ناولسٽ تہ پنهنجو نڪتہ نگاهہ لکندو آهي، آئون انهيءَ ڪري لکان ٿو جو منهنجي خيال ۾ ناولسٽ بہ اهوئي ڪجهہ لکندو آهي. جيڪي ڪجهہ ٻيا ماڻهو سوچيندا آهن. آئون انهيءَ ڪري نٿو لکان جو ٻين کان مختلف نظر اچان. چاڪاڻ تہ ناولسٽ اهي ئي احساسات چٿيندو آهي، جيڪي ٻيا محسوس ڪندا آهن. ائين سمجهہ تہ آئون جيڪي جذبات لکت ۾ ڄاڻايان ٿو، اهي ساڳيا جذبات ٿو وٺ بہ آهن. پاڻ ٻئي ڄڻا انسان ذات مان آهيون، تنهن ڪري پاڻ ٻنهين ۾ هڪ جهڙائي آهي. جي ڪو فرينچ آهي، چيني آهي، اسڪيمو آهي، لاٽن آمريڪي آهي ۽ اوپر يورپ جو آهي. اُهو بہ پاڻ ٻنهين جهڙو آهي. فرق صرف ٻولين جو آهي، آئون هتي آمريڪا ۾ رهان ٿو، تنهن ڪري هتان جي ٻوليءَ کي مون پنهنجي ٻولي بڻائي ڇڏيو آهي، تنهنڪري آئون انگريزيءَ ۾ لکان ٿو. جيتري قدر انساني حالتن ۽ انساني تصورات جو تعلق آهي تہ انهن ۾ تمام ٿورو فرق آهي. جيڪڏهين اسان ڪو پاڻ ۾ اختلاف راءِ ڪيون ٿا تہ انهيءَ جي پاڙ ايتري گهري ناهي جنهن جو ڪارڻ رڳو اهو آهي. جو اسان ڌار ڌار ماحول ۾ اُپرون ۽ اُسرون ٿا، جيڪي تمام معمولي فرق سان اسان جي جذباتي تشڪيل ڪن ٿا.

منهنجي خيال ۾ جيڪو ويهين صديءَ جو ماڻهو مغربي ثقافت جي سٽن ۾ اچي انهيءَ جو عڪس ٻڌجي چڪو آهي. تنهن ڪري ئي هتان جو ناولسٽ انساني جذبن، اخلاقيات ۽ سياسي توڙي سماجي لنگهن جو نقشو چڪي ٿو. انهيءَ ڪري ئي اُهو هتان جي آمريڪي ماڻهن توڙي يورپ جي ماڻهن کي دل سان لڳي ٿو. پر جي ڪو ناولسٽ اها واٽ ڇڏي پنهنجي ڪٿا ناول ۾ آڻي ٿو تہ پوءِ اهڙو ناول هر ڪنهن پڙهندڙ کي دل سان نہ لڳندو ۽ ڏوڙ تي ويندو ظاهر آهي تہ جيڪو ناول پڙهندڙ جي احساسن ۽ جذبن کي ڇهي نہ سگهندو. پوءِ تہ انهيءَ جي ڪا حيثيت ئي نہ رهندي. ڪي ليکڪ وري پنهنجو پاڻ کي ڪنهن نظريئي جو پرچارڪ سمجهي پنهنجيون ڳالهيون ٻين جي مٿي ۾ هڻندا آهن. اهڙن ناولن جو انسان جي حقيقي جذبن ۽ حالتن سان ڪوبہ تعلق نہ هوندو آهي.

تنهنڪري اهڙا ناول پڙهندڙ ڪان پاسو ڏيئي لنگهي ويندا آهن ۽ پڙهندڙ جي احساس توڙي جذبن کي ڇڏي نہ سگهندا آهن. ڪن ليکڪن جو زور وري ٻولي جي ناهہ نوهہ تي هوندو آهي ۽ گرامر ۾ ڦاٽا پيا هوندا آهن. اهڙن ناولن جو ٻہ انساني جذبن ۽ واقعن سان ڪو لڳ لاڳاپو نہ هوندو آهي. اهڙي قسم جا ناول مون کي ڪنهن پراڻي ٽيليفون ڊائريڪٽري وانگر لڳندا آهن، جن ۾ نالا ۽ نمبر تہ هوندا آهن، پر جي اوهان ٽيليفون گهمائيندو تہ سامهون ڪوبہ جواب نہ ايندو.

ٽارٽيڪفوف: اناطول برائيارڊ ۽ جان اپدائيڪ جهڙا نقاد تو تي ڏاڍا مڇرجي پيا آهن، ٻنهي جڻن "ٽائيمز" ۽ "نيو يارڪ" ۾ تو تي وڏي وٺ ڪئي آهي تہ تو پنهنجي ناول "Being there" ۾ آمريڪا ۽ آمريڪا جي اسٽيبلشمينٽ کي ڏيٺي نہ وڻڻي هروڀرو ڪٽي رهڙيو آهي. هلو، تنهنجي ڳالهہ مڃي سين، پر جيڪڏهن توکي شين کي بدلائڻ جي سگهہ ملي وڃي تہ تون هتان جي نالائقين، خرابين ۽ ٽي وي جي چئنلن جي اڌ کي ڪيئن ختم ڪندين؟

ڪوسنسڪي: ٽيليويزن هڪ اهڙو سگهارو ميڊيم آهي، جيڪو زميني حقيقتن کي ريٽي پاڻ حقيقت ٻڻجي چڪو آهي. ٽيليويزن جي پهچ ۽ دماغ ۾ گهڙي وڃڻ جي سگهہ ۽ قبوليت اظهار جي ٻين ذريعن کان تمام گهڻي وڌيڪ آهي. ڇاڪاڻ جو اها ڏسڻ جي ذمري ۾ اچي ٿي ۽ اسان انهيءَ وزيوئل ڪلچر جو شڪار آهيون. هوئنن بہ عام زندگيءَ ۾ وڏي ۾ وڏي شاهدي اکين ڏٺي هوندي آهي. اسان اهوئي ڪجهہ ٻڌڻ چاهيون ٿا، جيڪو ٽيليويزن تي ڏسون ٿا. سوين سالن کان وٺي مغرب جو ماڻهو پنهنجي اندر جي سڪون لاءِ واجهائيندو رهيو آهي، جيتوڻيڪ ڪيس سندس جذباتي وجود توڙي سندس جسماني وجود کي ڪيئن خطرا رهيا آهن، جن کي هو منهن ڏيندو رهيو آهي، پر پوءِ بہ ڪيس جَپَ نہ آئي آهي. گڏوگڏ هو انهيءَ صورتحال کان ڊار ٿيڻ جي خوف ۾ ورتل رهيو آهي. پر ٽيليويزن ڪيس اهڙي سمجهوتي ۾ هٽي ڇڏيو آهي، جيڪو رڳو نظر جو دوکو آهي ۽ حقيقت کان گهڻو پري آهي. هن وقت بہ انهيءَ جي فطرت کي تبديل ڪري نٿو سگهجي ۽ خود اسان بہ پنهنجو پاڻ کي تبديل ڪرڻ ۾ دير ڪري ڇڏي آهي. ٽيليويزن جي ميڊيم اسان کان پنهنجي اصلي شناخت ڦري ورتي آهي ۽ پنهنجي طرفان اصليت کان هٽيل شناخت ڏيئي ڇڏي آهي يا ائين ڪٽي چئون تہ مڙهي ڇڏي آهي. توهان اهو ميڊيم

ڪيئن آپيشاهيءَ تي بڌل نظام جي حوالي ڪري ڏسو، پوءِ ويهي تماشو ڏسو تہ اهو ميڊيم اوهان جو ڪيئن تہ سياسي سطح تي بيڙو ٻوڙي. آمريڪا جي ٽيليوزن اجا تائين تہ هتان جي گهڻ رخي سوسائٽيءَ جي عڪاسي ڪري ٿي. آئون نٿو سمجهان تہ ڪو ٽيليويزن هتان جو ڪو بيڙو ٻوڙيندي. پر تنهن هوندي بہ انهيءَ ميڊيم ۾ تخريب جا اهڃاڻ موجود آهن. جڏهن اهي اهڃاڻ وڌي وڻ ٿيندا تہ هتان جي ڪامورا شاهي سڄي آمريڪا جي تهذيب بدلائي ٻئي پاسي وٺي ويندي. جڏهين ڪڏهن بہ ائين ٿيو تہ مون کي اها اميد بيشي آهي تہ آئون اهو سڀ ڪجهہ ڏسڻ لاءِ هتي موجود ئي نہ هوندس. پر جي پلا ڪٿي هوندس بہ سهي تہ منهنجا نقاد ڪامورا شاهيءَ جو بچاءُ ڪندي، منهنجي گرفتاريءَ جا وارنٽ ڪڍائيندا.

ٽارٽيڪوف: تازو "Look" جي پرچي ۾ تو بابت هڪ آرٽيڪل ڇپيو آهي، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ تنهنجي ناولن "Steps" ۽ "Painted Bird" تي فلمون ناهڻ لاءِ توکي درجنين آڇون ٿيون آهن. تہ ڇا تون انهن ناولن تي فلمون ناهڻ ڏيندين؟ انهن ٻنهي ناولن ۾ موجود مواد فلمي تشريح جو گهورو تہ آهي.

ڪوسنسڪي: آئون نٿو چاهيان تہ انهن ناولن ۾ موجود ڪردار ڪي اداڪار ادا ڪن يا انهن ناولن ۾ موجود مواد کي ڪن ڊرامائي واقعن ۾ تبديل ڪيو وڃي. آئون اڳيئي انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏيئي چُڪو آهيان تہ انهن ناولن ۾ جيڪا زندگي موجود آهي ۽ جيڪا پڙهندڙ جي تصور ۾ موجود آهي. انهيءَ تصور کي فلم جي ذريعي ختم ڪيو وڃي ۽ ڪو ٻيو تصور پيدا ڪيو وڃي.

ٽارٽيڪوف: ڇا تون ٽيليويزن ڏسندو آهين؟ جي پلا ڏسندو آهين تہ ڪهڙي مقصد لاءِ ڏسندو آهين؟

ڪوسنسڪي: بلڪل ڏسندو آهيان، هڪ نہ، پر ڪيئي پيرا ڏسندو آهيان. مونکي ٽيليويزن جي سڀني پروگرامن جي خبر آهي. ٽي وي سيٽ منهنجي زندگيءَ جو حصو آهي. جڏهين کان وٺي آئون انگريزي نثر پڙهائيندو آهيان، تڏهين کان وٺي وڏي خبرداريءَ سان ٽيليويزن ڏسندو آهيان. ٽيليويزن ڏسڻ کان پوءِ ئي تہ پتو پوي ٿو تہ اهو ميڊيم ٻولي، تصور ۽ اندر جي آهاءَ جو وڏي ۾ وڏو دشمن آهي. جيڪو بہ ماڻهو فطرت سان ڳانڍاپيل هوندو آهي. اهو انڊسٽريل پوليوشن کان ڏنل هوندو آهي.

اهڙي ساڳئي طرح جيڪو ماڻهو ادب سان واڳيل هوندو آهي، اهو ٽيليويزن کان ڊنل هئڻ کپي. خود جيڪي ليکڪ ڊراما لکندا آهن، اُهي به پنهنجي ڊرامي کان ڪَئہ ڪائيندا آهن ته متان سندن تصور کي ڇيهو ته نٿو رسي. آئون ٽيليويزن بن حسابن سان ڏسندو آهيان. هڪ حساب اهو آهي ته ٽيليويزن ڪيڏيءَ نہ آسانيءَ سان سگهہ حاصل ڪري اسان جي دل ۽ دماغ تي قبضو ڪري ورتو آهي، جيڪا حيرت جهڙي ڳالهہ آهي. ٻئي حساب سان ٽيليويزن جا جيڪي اثر آهن، انهن اسان کي اهڙي سزا ڏني آهي جو اسان کان پنهنجيءَ ذات جي سڃاڻپ کسي ورتي آهي. ٽيليويزن اسان کي اهڙي هند پوري ڇڏيو آهي، جتان نڪري به نٿا سگهون. اسان ٽاڪ شو جي اڳيان خاموشيءَ سان مري رهيا آهيون.

1972ع

پارج پلمپتن: جيڪڏهن توهن پوليند ۾ رهجي وڃين ها ۽ پولش زبان ۾ لکين ها نہ ڪر تنهنجا ڪتاب ڇپجن ها؟ جي ڇپجن ها ته ماڻهن ۾ پاپولر ٿيجن ها؟

ڪوسنسڪي: جي جو ڏکو هئڻ اڃايو آهي، مون ڪڏهين بہ پولش زبان ۾ ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي. آئون اهڙي قسم جو ماڻهو نہ ناهيان جو پنهنجي راءِ جو اظهار اهڙي ملڪ ۾ وڃي ڪريان، جتي آپيشاهي راڄ هجي. آئون ڪاٻہ اهڙي ڇڪ ڪري نٿو سگهان. اسان جي سڄي پيڙهيءَ کي پنهنجي وجود جي باري ۾ ڄاڻ هئي تہ اسان جي وجود جا ڪهڙا رُخ، رستا ۽ جتن آهن. جنهن بہ دائره ڪار ۾ ٻولي اچي ٿي، انهيءَ ۾ رهندي ڪري ڪنهن نہ ڪنهن شئي جو ٻولڙيو ٿيڻو پوي ٿو. پوليند ۾ تہ ٻيو سڀ ڪجهہ ڇڏي رڳو سياسي صورتحال جو ٻولڙيو ٿيڻ جي ضرورت آهي. منهنجي پيڙهيءَ جا ماڻهو اهو چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا تہ اتي ٻوليءَ جو استعمال ڪرڻ جو مطلب آهي، ڪنهن جي ڄار ۾ ڦاسڻ، تنهن ڪري اسان نہ اتان جي حالتن جي حق ۾ نہ ئي وري مخالفت ۾ ڪجهہ ڳالهائي پيا سگهون. ڪير تو ڄار ۾ ڦاسي. سو ٿيو اهو جو آئون ڪجهہ لکڻ جي بدران وزيوئل (ڏسڻ ۾ ايندڙ) آرٽ ڏانهن آهستي آهستي وڌڻ لڳس ۽ فوٽو گرافر ٿيجي ويس. اها بہ حقيقت آهي تہ انهيءَ جا ڪجهہ ٻيا بہ ڪارڻ هئا. آئون ٻنين ٻولين وارو هوس. منهنجا ماءُ پيءُ گهر ۾ روسي ٻولي ڳالهائيندا هئا، جڏهن تہ آئون ٻاڻ ٻاهر اسڪول ۾ پولش ٻوليءَ ۾ پڙهندو هوس. پوليند ۾ پرلش ٻوليءَ جي

ادب کي روسي ٻوليءَ جي ادب کان گهٽ درجي جو ادب ڪري ليکيو ويندو هو. آئون ڪنهن اهڙي ٻار وانگر ٻن حصن ۾ ورهائجي ويس جيئن ٻن مختلف خاندانن ۾ رهڻ واري جو حشر ٿي ويندو آهي. يونيورسٽيءَ ۾ پولش زبان ۾ پڙهندي ڪري به اُتي پولش زبان جي بدران اٺويهين صديءَ جي روسي ادب جو ڏاڪو هو ۽ پولش زبان کي ٽڪي جي زبان سمجهيو ويندو هو. سو هڪڙو مونجهارو اهو به هو.

پلمپٽن: ڇا تون ڪڏهين اهو محسوس ڪيو ته فوٽو گرافي به تو لاءِ ڇار ٻڌجي پئي سگهي، جنهن ۾ تون ڦاسي پيو سگهين؟

ڪوسنسڪي: فوٽو گرافيءَ جي حدن ۾ رهندي ڪري مون فرد جي روين ۽ اجتماعي روين جي اختلافن کي پڌرو ڪيو. آئون ڪنهن اهڙي پوڙهي مرد يا عورت جو فوٽو گراف ڪيندو هوس، جنهن جي چهري مان ئي معلوم ٿيندو هو ته اهو ڪنهن سياست سان ٻڌل ناهي. اهڙيءَ طرح آئون اهڙا اڪيلا اڪيلا ماڻهو ڏيکاري پئي سگهيس، جيڪي سياست جي اُڌايل ڊوڙ ۾ غائب ٿي چڪا هئا، جيڪي ڪجهه به هو. آئون پنهنجي فوٽو گرافس ۾ اڪيلا، پاڻ پرا ۽ اگهاڙا ماڻهو ڏيکاري پئي سگهيس. خود اهي فوٽو گراف منهنجي طرفان هڪ سياسي بيان وانگر هئا. مون ڪيترين ئي اهڙين جوانيءَ ۾ ٻڌل عورتن جا اُگهاڙا فوٽو گراف به ڇڪيا، جن جو سوشلزم سان ذري جو به لڳ لاڳاپو نه هو، پر منهنجي انهيءَ فوٽو گرافيءَ جا نتيجا مون لاءِ اُگرا نڪتا. مون تي اهو الزام مڙهيو ويو ته آئون سوشل ماڻهو هئڻ جي بدران ڪو اهڙو ڪاسمو پوليٽن ماڻهو آهيان، جنهن جو واسطو رڳو انساني گوشت پوست سان آهي ۽ رڳو اوگهڙ تي وٺي.

پلمپٽن: اهو الزام توتي ڪنهن مڙهيو؟

ڪوسنسڪي: فوٽو گرافڪ سوسائٽيءَ جي ميمبرن. اها سوسائٽي به اتان جي رائٽرس يونين جهڙي هئي. اهي گروهه ناهيا ئي انهيءَ لاءِ ويا آهن ته ٻين جي نڙگهٽ تي لت ڏين. مٿن سرڪار جو هٿ آهي.

پلمپٽن: اهڙي صورتحال ۾ ڪو پنهنجو بچاءُ ڪري سگهي ٿو؟

ڪوسنسڪي: ڪنهن ٻئي قسم جي آپيشاهي هجي ته بچاءُ وٺي سگهجي ٿو، پر اُتي ڪنهن به قسم جو بچاءُ نه هو. جڏهين آئون اڃا ٻار مان ودو ٿي رهيو هوس. انهيءَ وقت اسٽالينزم تي ٻڌل معاشرو هو. انهيءَ وقت مون کي منهنجي استاد چيو ته ڇا آئون اهڙين حالتن ۾ پنهنجي زندگي

بچائي سگهان ٿو؟ يا وري آئون ساڳيو صحتمند دماغ وارو ماڻهو رهي سگهان ٿو؟ انهيءَ ڏينهن کان وٺي آئون اتان جي سوسائٽيءَ جو مخالف ٿي پيس ۽ سٽت ئي اتان ڀاڄ کاڌم. اِها اُها هئي ته يا ته فوٽو گرافيءَ جي ڊارڪ روم ۾ لڪي وقت گذاريان يا ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ ڪنهن ڪنڊ ۾ وقت گذاريان. جيستائين اُتي هئس ته پنهنجن ويجهن دوستن سان به ملڻ ڇڏي ڏنم، جيڪي منهنجي خيالن کان چڱيءَ طرح آگاهه هئا. تنهن ڪري ڪين منهنجي خلاف استعمال ڪري پئي سگهيا. آمريڪا پهچڻ کان اڳ ائون پنهنجي ملڪ ۾ ئي جلا وطن ٿيڻ جي چڪو هوس.

پلمپٽن: تو انگريزي زبان ۾ "The painted Birds" . Being there جهڙا ناول لکي جيڪا ڪاميابي ۽ شهرت ماڻي، انهيءَ تي پولش ميڊيا ڪهڙو رڌعمل ڏيکاريو؟

منهنجي ناول "The Painted Birds" تي جيڪو رد عمل ڏيکاريو ويو، اُها سراسر پٽري پٽ پروپيگنڊا هئي. منهنجي انهيءَ ناول کي پنهنجيون معنائون ڏيئي مون کي خوار خراب ڪيائون. مون هڪڙي ڳالهه لکي ته هنن ٻي ڳالهه لکي. ائين ڪرڻ کان پوءِ هنن مون تي ڪوڙو الزام مڙهيندي لکيائون ته جيڪي پولش ليکڪ پنهنجو ملڪ ڇڏي پرائي ملڪ ۾ آباد ٿي انگريزيءَ ۾ لکن ٿا، سي پنهنجا ڪتاب ڇپائي CIA، ريڊيو فِري يورپ ۽ لئبريري آف ڪانگريس وٽ ويڪائو مال ٿيڻ جي وڃن ٿا. اُتان جي سرڪاري پارٽيءَ جي ترجمان رسالي ۾ ته مورڳو اها اجائي دپ ڏيئي ويهي رهيا ته مون وائيٽ هائوس جي حڪم تي پنهنجو اهو نالو لکيو آهي ۽ وائيٽ هائوس جي حڪم تي ئي لئبريري آف ڪانگريس جو نمبر لڳرايو..... ۽ پوءِ آمريڪا جي پبلشرن تي دٻاءُ وجهي اهو ناول وڏي پيماني تي ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو ۽ وڪرو ڪيو ويو. ايڏي ساري ڪوڙي پروپيگنڊا ڪندي به هو منهنجي انهيءَ ناول کي هيناهون ڏيکاري نه سگهيا. انهيءَ ناول نه رڳو آمريڪا ۾ پر گڏوگڏ ٻين ملڪن ۾ به قبوليت ۽ مقبوليت ماڻي، جنهن ۾ سارتر جو "Less Temps Moderns"، فرانس جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو رسالو "L` Humanity" لندن جي کابي ڌر جي اخبار "The Daily worker" ۽ مغربي يورپ جي سڄي کابي ڌر جي پريس به اچي وڃي ٿي، جن ناول کي ساراهيو. پولينڊ جي ڪاموري شاهي وري مون تي اهو الزام مڙهيو ته آئون هڪ يهوديءَ جي حيثيت ۾ مغرب جي يهودين جي جماعت وٽ پنهنجو پاڻ کي وڪڻيو وينو آهيان ۽ ڪانئن ڏوڪڙ

ونئي پولينڊ کي خوار خراب ڪرڻ لاءِ "The Painted Bird" لکيو اٿم. جڏهين ته حقيقت اها آهي ته اهو ناول پولينڊ جي پس منظر ۾ لکيل ئي ناهي. اهو ناول ته اوڀر يورپ جي ڪنهن بئي هنڌ جي پس منظر ۾ لکيل آهي. هرويرو ڪٽي مون تي ڏنا هٽي ويهي رهيا. نه ئي اهو ناول ڪميونسٽ پارٽيءَ جي خلاف لکيل آهي. جڏهين مونکي پنهنجي بئي ناول "Steps" تي نيشنل بوڪ ايوارڊ مليو ۽ منهنجو هڪ ٻيو ناول "Being there" ڇپجي پڌرو ٿيو ته انهن ٻنهين ناولن جي باري ۾ پولش پريس ايترو ته خاموش رهي، ڄڻ انهن ٻنهي ناولن جو ڪو وجود ئي نه هجي. جيڪو به ماڻهو پولينڊ ڇڏي ڪنهن بئي ملڪ ۾ رهي ٿو ته متس اهو الزام مڙهيو وڃي ٿو ته اهو ماڻهو پنهنجو پولش پڻو وڪڻي ٿو ڇڏي. پر جي ڪو ماڻهو سياسي سببن جي ڪري به پولينڊ ڇڏي ٿو ته اتان جا ڪي ماڻهو خوشيءَ ۾ ئي نه ماپندا آهن ۽ چوندا آهن ته، "اها ڪيڏي نه سٺي ڳالهه آهي جو اسان جا مٽ مائٽ آمريڪا ۾ به رهن ٿا" ڪنهن جو منهن ڪيڏانهن ته ڪنهن جو منهن ڪيڏانهن. پولش ماڻهن کي اها خبر ئي ناهي ته "The Painted Bird" ڇا جي باري ۾ لکيل آهي. تنهن هوندي به ڪي ماڻهو وري رڳو ڏکي تي اهو چوندا آهن ته مون هٽي نازي جرمنيءَ کي ڏوهي ٺهرايو آهي. سو SS (نازي جاسوس) وارا مون تي ڪٽڪيون ڪاٽيندا هوندا. انهن ماڻهن جو منهن وري ايڏانهن. بئي پاسي وري ڪتاب پڙهڻ بنا پولينڊ ۾ رهندڙن ۽ آمريڪا ۾ رهندڙ پولش ماڻهن مون کي هزارين خط لکيا، جن ۾ مون کي ڌمڪيون به ڏنائون. مون به ڪاوڙ ۾ اچي آمريڪا ۾ رهندڙ ڪجهه پولش ماڻهن تي پوليس چڙهرائي ته پلي ڪين پوليس سڌو ڪري. جيڪي ڪجهه به آهي، پوءِ به آئون آزاد ملڪ ۾ هڪ آزاد ماڻهو هوس ۽ آهيان. پر جيڪو ماڻهو سوويت يونين ۾ رهندي ڪري لکي ٿو ۽ لکندي ڪري اهو محسوس ڪري ٿو ته هو پنهنجي ملڪ لاءِ وڏو ڪم ڪري رهيو آهي، پر اهو جڏهين پنهنجو ڪم سودي جي صورت ۾ پبلشر کي ٿو ڏئي ته بئي ڏينهن کان ئي سندس بدنصيبي شروع ٿي وڃي ۽ هو هڪ جوابدار بڻجي ٿو وڃي. جو پبلشر پهرين ته اهو مسودو رائيٽرس يونين کي چيڪ ڪرڻ لاءِ ڏئي ٿو. يونين وارا وڏي بحث کان پوءِ اهڙي ليکڪ جي مسودي تي اها فتويٰ جاري ڪن ٿا ته جيئن ته ليکڪ سرڪاري پاليسيءَ جي ابتڙ ڪتاب ۾ رڳو پنهنجا ذاتي خيال لکيا آهن، انهيءَ ڪري اهو ڪتاب سوويت يونين جي اجتماعي ...ج جي خلاف آهي. بورس پاسترناڪ سان به اها ساڳئي جٺ

ٿي، جڏهين هن پنهنجو شاهڪار ناول "ڊاڪٽر زواگو" (Dr. Zhivago) لکيو. اهو ناول لکڻ وقت بورس پاسترڪ ته اهوئي سوچيو هو ته هو انسان ذات جي حق ۾ لکي رهيو آهي. هن پنهنجي انهيءَ ناول ۾ اهوئي ڄاڻايو هو ته سوشلزم هيٺ رهندي هڪ ماڻهو بدلجندڙ حالتن ۾ ڪيئن قاسي ٿو پوي. پر سوشلسٽ پارٽيءَ جي چڱن مڙسن ڪتاب کي ائين نه ڏٺو، جيئن ليکڪ پئي چاهيو. سولزي ٽنسن کي ڪٿي ڏس. هن ته ڪو اهڙو ناول نه لکيو هو، جيڪو سوويت يونين. هن ته قيد ۾ رهندي ڪري جيڪا ناول لکيا هئا، اهو سوچي لکيا هئائين ته اهي ناول روس ۽ سوويت يونين لاءِ هاڪاري قسم جا آهن، پر رائٽرس يونين کي اهي ناول نه آڻڙيا. سو پولينڊ جو به اهوئي حال هو.

پلمپٽن: تنهنجي اڪثر ڳالهين ۽ لکتين مان لڳي ٿو ته تنهنجي سوچ ۽ رومين پولنسڪي (موجوده دور جو عظيم فلم ڊائريڪٽر) جي سوچ ساڳئي آهي. پولنسڪي جو چوڻ آهي ته تشدد تڏهين خوفائتو ۽ دل کي ڏاريندڙ بڻجي وجي ٿو، جڏهين توهان انهيءَ تشدد کي مخصوص نڪته نظر سان ڏسڻ ٿا لڳو.

ڪوسنسڪي: جي تون سالن جا سال اهڙين اذيت ناڪ حالتن ۾ قاسي پوين ها ته ڪر پوءِ تون به اهڙين حالتن کي انساني ۽ فطري سمجهڻ لڳين ها ۽ اذيت ناڪ حالتن جو عادي بڻجي وجين ها. نارٿ ڊڪوٽا جي ماڻهن لاءِ سوئو، خنجر ۽ رت جا چندا ايڏا ئي خوفائتا آهن، جيڏا ويٽنامين لاءِ بم آهن. اصل مسئلو ته اهو آهي ته ڪير ڪهڙيءَ شئي کي ڪيئن ٿو ڏسي.

پلمپٽن: تو جڏهين پولينڊ ڇڏيو ته آمريڪا جي چونڊ ڇو ڪيئي؟

ڪوسنسڪي: جڏهين مون پولينڊ ڇڏيو، تڏهين منهنجي ڪابه منزل ۽ ماڳ نه هو. بس ٿورو گهڻو اهو خيال بينو هوم ته ڪي ملڪ اهڙا آهن، جتي شايد وجي رهان. اهي ملڪ مون الف ب وار چونڊيا. پهريون ملڪ ارجنٽائين هو ۽ بيو ملڪ برازيل هو. اهو به انهيءَ ڪري ته اهي ملڪ اهڙا آهن، جتي مختلف نسل هڪ بئي سان گڏ وچڙ ٿي ويا آهن. آمريڪا به اهڙو ئي ملڪ آهي. مون سوچيو ته وڃ وڃ جي ڪاني وارن ملڪن ۾ آئون گمنام ٿي رهندس. نه ڪو سڃاڻي، نه ڪو اڱر کڻي. مون کي ياد آهي ته شروع کان وٺي مون اسپينش جون ڊڪشنريون گڏ ڪيون هيون. انهيءَ زماني ۾ مون کي ٿوري گهڻي فرينچ زبان ايندي هئي.

روس ۾ تعليم حاصل ڪرڻ ۽ ڪم ڪرڻ جي ڪري روسي ٻه ايندي هئي. منهنجو خيال هو تہ آئون اسپينش ٻولي ٻہ سولائيءَ سان سکي سگهان ٿو، پر ارجنٽائين ۽ برازيل وارن مون کي ويزا نہ ڏني. ڪين ڊپ هو تہ آئون هڪ پڙهيو لکيو ماڻهو آهيان ۽ مارڪسٽ سوسائٽيءَ سان تعلق رکان ٿو، تنهن ڪري اُتي پهچي متان مارڪسزم جو ٻج ڇٽيان، سو نپ جواب ڏنائون. پر 20 ڊسمبر 1957ع تي مون کي آمريڪا جي ويزا تہ ملي ويئي. پر انهيءَ ٻڌتر ۾ پنجي ويس تہ ڇا ڪيان. انهيءَ وقت منهنجي عمر 24 سال هئي. ڏينهون ڏينهن وڌندڙ شاهوڪار شاهي تہ مون کي تڏهين پسند هئي ۽ نہ ئي هاڻي پسند آهي. ڇاڪاڻ تہ مون کي خبر آهي تہ شاهوڪار شاهيءَ جي دنيا هيٺ مٿي ٿيندي رهي ٿي.

اينٽريقدر جو فرنيچر ئي تبديل ٿيو وڃي. ماڻهوءَ جو بدلجڻ تہ وڏي ڳالهہ آهي. منهنجو پروسو وري ننڍن ننڍن ڏنڌن جي ڄاڻ ٻہ آهي. اڳي فوٽو گرافي هئي، هاڻي لکڻ جو ڪم آهي. البت لکڻ جي ڪم مون کي انهيءَ لائق بڻائي ڇڏيو آهي جو هتي ڪو ٻڙڏڪ ٿي پوي تہ ٻئي ملڪ وڃي سگهان ٿو. "ڪو ملڪ ڇڏڻ" مون لاءِ تمام ضروري فعل بڻجي چڪو آهي. جڏهين آئون آمريڪا پهتس تہ دل ۾ چيم تہ فوٽو گرافيءَ لاءِ جيڪو سامان کپي، اُهو مون لاءِ مهانگو آهي، سو نثر لکڻ لاءِ ڪري پولش زبان ڇڏي انگريزي زبان پيڙو ٿيس.

پلمپٽن: جيڪو ماڻهو پنهنجي مادري زبان جي بدران ٻيءَ ڪنهن زبان ۾ لکي ٿو. انهيءَ کي آخر ڪهڙو فائدو ٿو رسي؟

ڪوسنسڪي: انگريزي زبان جو مون تي وڏي ۾ وڏو ٿورو اهو آهي تہ انهيءَ منهنجي ننڍپڻ ۽ منهنجي نوجوانيءَ مان جند ڇڏائي آهي. انگريزي مون کي ننڍپڻ ڏانهن موٽڻ ئي نٿي ڏئي منهنجو ننڍپڻ وڏين اذيتن ۾ گذريو آهي. هن يا هُن جنگ جي مون کي پرواهہ نہ هئي، پر اذيتن هٺي ساڙي رکيو.

پلمپٽن: توهين ڪڏهين سوچيندو آهين تہ تون لکڻ سان گڏوگڏ لکڻ واري ٻولي ڇڏي سگهين ٿو. پوءِ اها انگريزي هجي، فرينچ هجي يا ڪا ٻي ٻولي.

ڪوسنسڪي: سوچيندو آهيان جي پوليس اسٽيٽ جي رهڙي ۾ اچي وڃان تہ ڇا ڪريان؟ يا ٻين لفظن ۾ پوليس اسٽيٽ ۾ هجان تہ ڇا

ڪريان؟ مون جيڪي 14 سال آمريڪا ۾ گذاريا آهن. انهيءَ دوران مون پنهنجي گهر ۾ فوٽو گرافيءَ جو ڊارڪ روم ناهي ڇڏيو آهي. سياسي نظرين جي دهشت کان بچڻ لاءِ مون وٽ منهنجو هٿيار (فوٽو گرافي) مون وٽ موجود آهي. جي ڪا گڙٻڙ ٿي ته اهو هٿيار استعمال ڪندس، جيڪو منهنجي زبان آهي.

پلمپٽن: برطانيه ۾ تنهنجي ڪتابن تي ڪهڙو ردعمل موجود آهي؟

ڪوسنسڪي: برطانيه وارن لاءِ منهنجو ناول "The Painted Bird" جٻ ڦٽائڻ وارو آهي، Steps لاڪائڻ پوائنٽو آهي ۽ جڏهن ته "Being there" کي هو اعليٰ درجي جو ناول سمجهن ٿا. هر ڪتاب جو اثر ٻئي ڪتاب کان مختلف هوندو آهي ۽ ائين به آهي ته وقت سان گڏ ڪتاب جي باري ۾ راءِ تبديل ٿيندي رهندي آهي. مختلف ماڻهو مختلف وقتن تي، مختلف سببن جي ڪري مختلف ڪتاب پڙهندا آهن. سو حقيقت ته اها آهي.

پلمپٽن: توکي انهيءَ ڳالهه تي تڪليف نٿي رسي ته تنهنجي ڪتاب کي هر ڪو پنهنجيءَ معنيٰ ۾ تو وٽي ۽ پنهنجي الڳ سمجهاڻي تو ڏئي؟

ڪوسنسڪي: نه ڪابه تڪليف نه. اسان کي اها پلا ڪيئن خبر پوندي ته ڪامئو پنهنجن ناولن ۾ ڇا چوڻ چاهيو آهي؟ اسان کي ته رڳو اها خبر آهي ته اسان انهن ناولن مان ڪهڙو نتيجو ٿا ڪڍون. اسان ڪامئو کي پڙهون ٿي انهيءَ ڪري ٿا ته اسان کي ڇا ملندو. اصل ۾ ليکڪ پنهنجي ڳڻ ڳوت جي حساب سان اُهاءُ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، پر ڪي سرحدون ڇڪي ائين نٿو چوي ته انهن حدن مان ٻاهر نڪرڻو ناهي. ليکڪ ته رڳو ڪَن ڪٽائي ٿو، باقي ٻڌڻ ۽ پروڙڻ ته پڙهندڙ جو ڪم آهي يا ائين ڪٿي چئون ته ليکڪ رڳو بندوق جو گهوڙو دٻائي ٿو، باقي بندوق ڪٿي وڃي ڪيئن ٿي لڳي، انهيءَ کي ڏسڻ پڙهندڙ جو ڪم آهي. ليکڪ ڪو پڙهندڙ کان متاثهون ناهي جو فرمان جاري ڪندو وتي.

پلمپٽن: تون اهو ته چاهيندو هوندين ته مرڻ کان پوءِ به توکي ياد رکيو.....

ڪوسنسڪي: نه نه، ڇا جو. آئون نٿو چاهيان ته مون کي مرڻ کان پوءِ به ياد رکيو وڃي. هي دور هڪ غير انساني دور آهي. سڀ ائٽمي دور

۾ داخل ٿيندا پيا وڃن. تباهيءَ جي انهيءَ دور ۾ ڪتاب دلچسپي ناهي. تنهن ڪري وساريو ڇڏيو آهيان.

1973

جيرومي ڪلنڪووٽز: ڪيترا ئي ماڻهو اهو سوال پڇن ٿا ته تو پنهنجي ناول "Painted Bird" ۾ جيڪي واقعا لکيا آهن، اُهي سچ پچ توکي ننڍپڻ ۾ پيش آيا هئا. ڇا تون واقعي ننڍپڻ ۾ ٻي عظيم جنگ دوران مائٽن کان وڇڙي ويو هئين؟

ڪوسنسڪي: ها.

ڪلنڪووٽز: يڪو ڇهن سالن لاءِ؟

ڪوسنسڪي: ها. 1939ع کان 1945ع تائين. پر پوءِ به آئون گهڻي وقت تائين گونگو نه رهيس. جڏهين ته "The Painted Bird" جو ڪردار ڇوڪرو ٽن سالن تائين گونگو رهي ٿو، 1942ع کان وٺي... ائين ڪٿي سمجهه ته 1945ع جي آخر تائين. پوءِ زبان ڪليس ٿي. پر آئون پاڻ 1942ع کان وٺي 1948ع تائين گونگو رهيس. ڇهن سالن کان به وڌيڪ.

ڪلنڪووٽز: تو پنهنجو ڪتاب "The Future" 1959ع يا 1960ع ڌاري لکيو. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته آمريڪا پهچڻ کان پوءِ تو صرف ٽن سالن اندر....

ڪوسنسڪي: اصل ۾ آئون ڊسمبر 1957ع ۾ آمريڪا پهتس. ۽ منهنجو ڪتاب مئي 1960ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

ڪلنڪووٽز: بس رڳو اڍائي سالن ۾. مون کي ته انهيءَ ڳالهه تي حيرت ٿي ٿئي ته تو ايتري ٿوري عرصي ۾ انگريزي سکي ورتي؟

ڪوسنسڪي: لکڻ جي حد تائين پڇين ٿو يا ڳالهائڻ جي حد تائين؟

ڪلنڪووٽز: لکڻ جي حد تائين؟

ڪوسنسڪي: جي لکڻ جي باري ۾ ٿو پڇين ته آئون پيپانيان ٿو ته ۹ مهينن اندر انگريزيءَ ۾ لکڻ سکي ويس. پر پوءِ به ڪتاب بولي سکڻ جو ڇيهه ڪونه ٿو اچي ۽ ماڻهو مسلسل سکڻ جي عمل مان گذرندو ٿو رهي. باقي انگريزي ڳالهائڻ ۾ مون کي ڏيڍ سال لڳي ويو ۽ اڃا تائين پيو سکان. بولي هڪ اهڙو قيد آهي، جتان ماڻهو نڪري پڇي نٿو سگهي.

ڪلنڪووٽز: پرائيءَ بوليءَ ۾ لکڻ، سوبه تخليقي ڪم ڪرڻ،

ڏکيو ناهي؟

ڪوسنسڪي: پرائيءَ ٻوليءَ ۾ لکڻ ته بي حد ڏکيو آهي، پر جي ڪو پرائيءَ ٻوليءَ ۾ لکي ٿو ته ٻولي سندس قبضي ۾ هوندي آهي، پر جي ڪو پنهنجي ٻوليءَ ۾ لکي ٿو ته مٿس ٻوليءَ جو قبضو ٿيو وڃي. ماڻهو مادري ٻوليءَ جو غلام هوندو آهي، جڏهين ته پرائي ٻولي وري سندس غلام هوندي آهي.

ڪلنڪووٽز: تون اها ڳالهه مڃين ٿو ته ڪو به ليکڪ جيڪڏهن پنهنجي چوڌاري موجود زندگيءَ کي فن ۾ تبديل ڪري ٿو ته انهيءَ ۾ اهو خطرو ته ناهي ته اهو فن بيهر زندگي بڻجي وڃي ٿو؟

ڪوسنسڪي: خطرو وري ڇا جو. آئون ته اهو ڏسندو آهيان ته ليکڪ جو بنيادي ڪم آهي پڙهندڙ کي ياد ڏيارڻ ۽ مٿي اپارڻ. ليکڪ کي دنيائون تخليق نه ڪندو آهي. هو پنهنجي وجود کي درن، درين، گهٽين ۽ رودن رستن کان ٻاهر ڪڍي نٿو سگهي.هو ڪنهن نئين ۽ اوپري حقيقت جو تخليقڪار ناهي.ليکڪ صرف زندگيءَ کي ري فوڪس ڪندو آهي. بدلائيندو ناهي.

ڪلنڪووٽز: تنهنجي ڪم ۽ رومين پولنسڪيءَ جي فلمن ۾ مون کي ڪافي هڪجهڙايون محسوس ٿينديون آهن. ڇا تون هن کي پولينڊ کان ئي سڃاڻين ٿو؟ هو به لوڊز شهر ۾.....

ڪوسنسڪي: تون صحيح ٿو چئين. اسان ٻئي ڄڻا 1950ع کان هڪ ٻئي کي سڃاڻون. انهي زماني ۾ آئون لوڊز اسٽيٽ فلم اسڪول ۾ فلم جي تاريخ جو سبجيڪٽ به پڙهندو هوس. انهيءَ ساڳي اسڪول ۾ پولنسڪي به پڙهندو هو.تنهن کان پوءِ يونيورسٽي آف لوڊز ۾ به گڏ هئاسين. پر يونيورسٽيءَ ۾ فلم جي ٿيوري ۽ تاريخ منهنجو مائنر سبجيڪٽ هو.باقي لوڊز فلم اسڪول ۾ اسان ٻنهيءَ جو ساڳيو سبجيڪٽ هو.اها ڄاڻ سڃاڻ اڄان تائين هلي اچي.اسان ٻئي ڇهن ڇهن سالن جا هئاسين.جڏهن جنگ لڳي. اسان ٻنهيءَ جو نڪتہ نگاهه ساڳيو هو. انهيءَ ڪانپوءِ جڏهن اسٽالن جي آپيشاهي جو دور آيو ۽ اظهار تي پابنديون مڙهيون ويون ته انهن به اسان ٻنهيءَ کي اندران ڏک هنيو.اسان ٻنهين ڄڻن انهن مصيبتن ۾ڏکيا ڏينهن گذاريا. پوءِ پنهنجي پنهنجي ليکي اتان ڀڄي نڪتاسين.

ڪلنڪووٽز: توکي آمريڪا ۾ رهندي چوڏهن سال ٿي ويا

آهن، تہ ڇا توهان سمجهيو ٿا تہ اڳتي هلي ڪري بہ آمريڪا ۾ رهندين؟

ڪوسنسڪي: مون کي خبر ناهي.

ڪلنڪووٽز: توکي ڪابہ خبر ناهي؟

ڪوسنسڪي: نہ ڪابہ خبر نہ اٿم. پر آئون ڪنهن اهڙي ملڪ ۾ بہ رهي نٿو سگهان، جتان جي زبان انگريزي نہ هجي. منهنجي پوري پوري ڪوشش هوندي تہ انگريزي ٻوليءَ تائين منهنجي سڌي رسائي هجي.

ڪلنڪووٽز: مون ٻڌو آهي تہ توکي چار پنج ٻيون ٻوليون بہ اچن ٿيون. پوءِ بہ تون انگريزيءَ جي پڇر نٿو ڇڏين. اهو ڇو؟

ڪوسنسڪي: ٻيون ٻوليون مون کي چڱيءَ طرح نٿيون اچن. ٻين ٻولين ۾ آئون اهو ڪجهہ لکي نٿو سگهان، جيڪي ڪجهہ انگريزيءَ ۾ لکي سگهان ٿو. اهوئي ڪارڻ آهي. آئون صرف انگريزيءَ ۾ لکي سگهان ٿو.

ڪلنڪووٽز: تہ اها ڳالهہ آهي؟

ڪوسنسڪي: انگريزيءَ سان منهنجي وڏي قربت آهي. جي انگريزي ڇڏيندس تہ پنيءَ پير وڃي لڳندس. مون لاءِ انگريزيءَ ۾ ايڏو دم خم آهي جو آئون سولائيءَ سان ڏڪ ڏڪ ڪري سگهان ٿو. ايڏو دم خم نہ تہ فرينچ ۾ آهي ۽ نہ ئي وري سلاوڪ ٻولين ۾ آهي، جن ڪان آئون چڱيءَ طرح واقف آهيان. مون جنهن فن جي چونڊ ڪئي آهي. "اهو آهي ئي انگريزيءَ جو"

1975ع

ڊيوڊ سوهن: مشهور ائنٽرا پالاجسٽ ايڊمنڊ ڪار پينٽر انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو آهي تہ هر ميڊيم جي اظهار جو پنهنجو طور طريقو ٿيندو آهي. جنهن جي ذريعي هو ٻئي تائين ڳالهہ پهچائيندو آهي. مڪ لوهان جو بہ چوڻ آهي تہ ميڊيم خود پنهنجي جاءِ تي هڪ پيغام هوندو آهي. تنهنجيءَ نظر ۾ ميڊيم ڪيئن رسائي ٿو حاصل ڪري؟

ڪوسنسڪي: منهنجي خيال ۾ خود ميڊيم جي بدران ميڊيم تائين رسائي حاصل ڪندڙ ماڻهو وڌيڪ اهم آهن. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئہ تہ منهنجي دلچسپي چرچ ۾ نہ، پر چرچ ۾ وينل ماڻهن ۾ آهي. تنهن ڪري آئون ميڊيم جي طور طريقي جي بدران ميڊيم تائين رسائي حاصل ڪرڻ وارن جي طور طريقي جي باري ۾ ئي ڪجهہ چئي سگهان ٿو. جيڪڏهن ٽيليويزن جي دٻي جي اڳيان ڪو ڏسندڙ ئي وينل نہ هوندو تہ اهو ميڊيم تہ بيڪار ٿيو تہ اصل حقيقت تہ ڏسڻ وارو آهي. تنهن ڪري

مون کي تہ اهو ئي ڏسڻو آهي تہ ٽيليويزن جي مشين جيئرن جاڳندڙ ماڻهن جي زندگين تي ڪهڙو اثر ٿي ڇڏي.

سوهن: تو پنهنجي ڪتاب "Being there" ۾ جيڪي ڪجهہ لکيو آهي، انهيءَ سان تنهنجو اهو جواب ملي جلي ٿو. نہ؟

ڪوسنسڪي: Being there جي مرڪزي ڪردار چانس وٽ ٻي زندگي جي بدران سندس وجود جو سڄو دارومدار ٽيليويزن تان حاصل ڪيل تجربن تي ئي ٻڌل آهي ۽ ٽي وي کان سواءِ هو ڪجهہ بہ ناهي. جيڪڏهن ڪو پڙهندڙ فڪشن ٿو پڙهي تہ هو پنهنجي پڙهيل مواد کي پنهنجي تصور ۾ ٻيهر پنهنجي ليکي تخليق ڪري سگهي ٿو، پنهنجي معنيٰ ڏيئي سگهي ٿو ۽ پنهنجي فئنٽسي گهڙي سگهي ٿو، پر چانس جو ڪردار پڙهڻ واري جو ناهي. هو غريب تہ ٽي وي جي رحم و ڪرم تي ڇڏيل آهي. هو ٽي وي ۾ ڏٺل ڏيکن کان ٻاهر ڪنهن بہ شيءِ جو تصور ڪري نٿي سگهي ۽ ٽي وي جي پروگرامن جو ذهني طور تي غلام بڻيل آهي. ها، انهيءَ ۾ ڪا شڪ جي ڳالهہ ناهي تہ اهو ڪردار افسانوي قسم جو ماڊل آهي. ٻئي پاسي مون ڪي ڪيترن ئي ماسترن ٻڌايو آهي تہ سندس ڪيترائي شاگرد چانس جي ڪردار سان ملن جلن ٿا. اڄڪلهہ جيڪو بہ ٻار وٽن پڙهڻ لاءِ اچي ٿو، اهو اڳ ۾ ئي ٽيليويزن مان حاصل ڪيل تصورات کڻي اچي ٿو.

ٻار گهڻو ڪري وڏن جو نقل ڪندا آهن، پر ٽي وي جا ڄڻيل ٻار پنهنجن مٽن مائٽن ۽ آس پاس جي حالتن جي بدران هڪ ٻي دنيا ساڻ کڻي اچن ٿا. انهن ٻارن جو رويو مائٽن جي روين جي بدران ٽي وي جي ڪردارن جي روين جهڙو هوندو آهي. ويندي ڇهرن جي تاثرات تائين، سندن اٿڻ ويهڻ ۽ ٻي چر پرُ بہ ٽي وي تان ڪنيل هوندي آهي. ڪي شاگرد ٽي وي مزاحيہ ڪردارن وانگيان ڊان رڪليس يا چيڪو يا سين فورڊ بڻجي ايندا آهن، تہ ڪي شاگرد وري ڪوجيڪ يا خان جي ڪردارن وانگيان ڏاڍا مڙس ٿي ايندا آهن.

منهنجي نظر ۾ ٽيليويزن ۽ ناول ۾ جيڪو بنيادي فرق آهي، اهو آهي تہ ٽي وي جي ميڊيا ڏسندڙ جي ذهن تي قبضو ڪري وٺي ۽ ڪين پاڻ کان ڇڄڻ نٿي ڏئي. ٽي وي ڏسندڙ کي چوندي آهي تہ، "او بيوس بڻيل دوست! هاڻي تون اتي ئي رهندين. مان ڪري وينو مون کي ڏس تہ آئون ڇا ٿي ڪريان، ڇا ٿي ڳالهائيان ۽ ڪيڏانهن ٿي وڃان." ٽي وي جي ماهرن ٽي وي

کي تيزيءَ سان اثر ڇڏيندڙ بڻائي ڇڏيو آهي. ٽي وي تان نشر ٿيندڙ ٻن ڪلاڪن جي ڊرامي توڙي 30 سيڪنڊن جي اشتهار کي اهڙو ته رنگا رنگ، چٽو ۽ سولو بڻايو ويو آهي جو ڏسندڙ آسانيءَ سان ڦاسيو ٿو وڃي.

ٽي وي ڏسندي اوهان ماني به کائي سگهو ٿا، توهان ليٽي به سگهو ٿا، توهان ٽي وي سيٽ اڳيان چڪر به ڪاٽي سگهو ٿا ۽ توهان چينل به بدلائي سگهو ٿا، پر پوءِ به توهان ٽي وي سان ٻڌل رهو ٿا ۽ ٽي وي جو توهان جي آس پاس موجود زندگيءَ ڏانهن ڌيان وڃڻ جو ڪو خطرو نه هوندو آهي. ٽي وي ڏسڻ دوران توهان کي اهو به ياد نه رهندو آهي ته ڪو اوهان هڪ اهڙي معاشري جا فرد آهيو، جنهن مان حاصل ٿيندڙ خيال ۽ ردعمل توهان لاءِ وڌيڪ فائديمند ٿي سگهن ٿا. ائين اوهان اڪيلائيءَ جو شڪار بڻجي وڃو ٿا ۽ توهان وٽ بچت ۾ ايترو وقت به نه هوندو آهي جو اوهان ڪنهن ٻئي پاسي ڌيان ڏيو.ٽي وي جا ڏيک اوهان تي ايڏي ته چڙهت ڪندا آهن جو اوهان انهن ڏيکن کي نه ته بند ڪري سگهو ٿا، نه ڊرو ڪري سگهو ٿا ۽ نه ئي وري واپس موٽائي سگهو ٿا. اڳي ته چيو ويندو هيو ته ڪابه سخت گير ۽ مضبوط حڪومت ماڻهوءَ جي جسم تي ته قبضو ڪري سگهي ٿي، پر احساسن، جذبن ۽ سوچ تي قبضو ڪري نٿي سگهي، پر هاڻي ٽي وي جي اهڙي حڪمراني اچي وئي آهي جو اُها انساني ذهن تي آسانيءَ سان قبضو ڪري چڪي آهي. ايتري قدر جو انسان ننڍپڻ ۾ پنهنجي شخصيت وڃائي ٽي وي طرفان آڇيل شخصيت پاڻ مٿان مڙهي ويهي ٿو رهي پوءِ "جيڪو" بڻجي يا "خان" بڻجي.

سوهن: تو ڪڏهن اهو نوٽ ڪيو آهي ته جڏهن تون ڪنهن جي گهر ويندو آهين ته اُتي ٽي وي سيٽ مسلسل کليل رهندو آهي؟ اصل ۾ ٽي وي سڄو ڏينهن پيئي هلندي آهي.

ڪوسنسڪي: اسان مان گهڻا ائين ڪندا آهن. آئون پاڻ به جام ٽي وي ڏسندو آهيان. منهنجي گهر ۾ جڏهن مهمان ايندا آهن ته آئون ٽي وي بند ڪري ڇڏيندو آهيان، پر جڏهن شام جا ست وڄندا آهن ته منهنجي چوڌاري وينل مهمانن کي آنڌ مانڌ اچي ڪٽندي آهي ته خبرون ڏسجن. سندن اها آنڌ مانڌ ڏسي آئون ٽيليويزن کولي ڇڏيندو آهيان. پوءِ پورو ڪلاڪ اسان سڀني جو ڌيان ٽي وي ڏانهن هوندو آهي. اسان پاڻ ۾ ڳالهائيندي ڪري، شراب پيئندي ڪري به هڪ ٻئي کان ٽٽل هوندا آهيون. مطلب ته جڻ اسان اتي هوندا ئي ناهيون. ڪنهن ٻيءَ دنيا ۾ غرق هوندا آهيون.

ٽي وي ڏسندڙ کي خبر هوندي آهي ته هو ڪولمبو آهي ۽ نه ئي وري ڪئپٽن ڪئنگرو هوندو آهي. هن کي اها ڄاڻ به هوندي آهي ته هو ڪو اسٽار ناهي ۽ سندس هڪ پنهنجي الڳ شناخت آهي، پر پوءِ به هو هتي هئڻ جي بدران هوڏانهن هوندو آهي (Being there). ٽي وي ڏسڻ دوران ماڻهوءَ جي حيثيت گهٽجي رڳو ڏسڻ واري بڻجي ويندي آهي. هڪ ڏسندڙ جي حيثيت ۾ هو ٻين جي ڏنل عڪس ۾ گم ٿي ويندو آهي. ٽي وي ڏسندي ماڻهو پنهنجي طرفان ڪجهه به سوچي نه سگهندو آهي ۽ ٻين جي سوچ ۾ هليو ويندو آهي. ٽي وي ته ڪا خالي جڳهه به نه ڇڏيندي آهي جو اهو خال ڏسندڙ پاڻ پري سگهي.

هاڻي اچجي انهيءَ ڳالهه تي ته، ادب ڇا آهي. ادب اهڙن لکيل لفظن جو مجموعو هوندو آهي، جن مان ڪجهه نه ڪجهه حاصلات ٿئي ٿي يا ائين ڪٺي چئون ته ادب ڪيترين ئي شين جي نمائندگي ڪندو آهي. مثلن ”وڻ“، ”پکي“ ۽ ”انسان ذات“ وغيره. ڪو به ناول پنهنجي حيثيت تڏهن حاصل ڪندو آهي، جڏهن پڙهندڙ جا پنهنجا تصور انهيءَ سان وچي ڳنڍيا آهن. ناول جو اصلي مالڪ ته پڙهندڙ جو اندر هوندو آهي. پڙهڻ جو عمل پڙهندڙ جي اندر کي اُڀاريندو آهي. منهنجي ناول ”The Painted Bird“ ۾ جيڪو ٻار جو ڪردار آهي، اهو پنهنجيءَ جاءِ تي ته موجود آهي، پر جڏهن انهيءَ ڪردار کي پڙهندڙ پنهنجي تصور ۾ آڻيندو، ته اها ئي ٻار جي اصلي حيثيت هوندي. ڇپيل صفحو سواءِ لفظن ۽ رنگ روپ جي ٻيو ڪجهه به نٿو آڇي، پر پڙهندڙ انهيءَ صفحي کي پنهنجي ذهني گهاڙيٽي، پنهنجن جذبن ۽ حقيقي تفصيل سان تشڪيل ڏئي ٿو. تنهن کان پوءِ پڙهندڙ انهيءَ ناول مان اهڙيون ڳالهيون چونڊي ٿو. جن ۾ سندس دلچسپي آهي. جيڪي انتهائي سگهارا احساسات لڳنس ٿا ۽ جن کي هو پنهنجي زندگيءَ جي حساب سان ڪٿي ٿو.

ليڪڪ ۽ پڙهندڙ جڏهن ناول جي معرفت هڪ ٻئي سان ڳنڍجن ٿا ته اها سنگت اندر جي روشنين کي اُڀاري ٿي. نون خيالن جون لهرون اُٿاري ٿي. نتيجي ۾ ناول کي پڙهندڙ پنهنجي حساب سان قبولي ٿو. پر ٽي وي ڪنهن کي سوچڻ جو موقعو ئي نٿي ڏئي، جيئن ناول ڏئي ٿو. ٽي وي ڏسندڙ کي ڊڪٽيٽ ڪندي آهي، جڏهن ته ناول پڙهندڙ کي آزادي ڏيندو آهي.

سوهن: تنهنجي چوڻ جو مطلب آهي ته ٽي وي غير فطري آهي،

پر ڪيئن؟

ڪوسنسڪي: اهو منهنجو اندازو آهي بارن ڪي ئي ڪٽي وٺ. اڪثر بار گهر ۾ ويهي ٽي وي ڏسندا آهن. هئڻ تہ ائين کپي تہ بار ٻاهر وڃي ميوزيم ڏسن. شهر جا ڪندون پاسا گهولي لهن، پاڻ جيڏن سان راند روند ڪن ۽ گهر جي پاتين تي ڌيان ڏين، پر اڪثر بار انهيءَ پاسي ئي ناهن. سندن ڳالهہ ٻولهہ ۾ بہ ٽي وي ۽ وڊيو خاص موضوع هوندا آهن. تڏهن تہ چوان ٿو، ٽي وي غير فطري آهي ۽ ڏسڻ واري ٻار کي بہ غير فطري بڻائيو ڇڏي.

1977ع

ليزا گزون والد: تو پنهنجي باري ۾ ڳالهائيندي چيو آهي تہ تون ٻن دنيائن ۾ رهندو آهين. توکي جيڪو اهو ٻن دنيائن ۾رهڻ جو تجربو آهي. انهيءَ جي باري ۾ لکڻ جو ڪو ارادو اٿيئي؟

ڪوسنسڪي: مون ڪٿي لکيو آهي تہ ليکڪ جيڪو بہ مواد خارجي دنيا مان حاصل ڪندو آهي. اُهوئي ڪجهہ سندس تصور ۾ يا داخلي دنيا ۾ ايندو آهي، پوءِ يلي چا بہ ٿي پوي. آئون خارجي دنيا مان ڪا گهٽتي. ڪو ڏيک، ڪو واقعو ڪڻندو آهيان، اهو تہ مون کي انهيءَ ڪري لکڻو پئجي ويندو آهي، پر ڪي شيون بنا ڏسڻ جي بہ لکندو آهيان. خارجي حقيقت ۽ داخلي تصور هڪ ٻئي جو عڪس هوندا آهن. ڪنهن حد تائين آئون اهو چئي سگهان ٿو تہ منهنجو ڪوبہ ناول انهيءَ حقيقت تي مدار رکندو آهي، جنهن جي اڳيان آئون پنهنجو پاڻ کي ظاهر ڪندو ويندو آهيان. جنهن حقيقت اڳيان آئون کُلندو ويندو آهيان، اهوئي منهنجو ناول بڻجي پوندو آهي.

ليزا: مطلب تہ تون پنهنجو فڪشن بنا ڪنهن تجربي جي بہ لکي سگهين ٿو؟

ڪوسنسڪي: بلڪل. تجربو بہ ڪنهن نہ ڪنهن تصور کي ڇيڙيندو آهي. اُهو تصور تجربي کان اڳ ۾ ئي موجود هوندو آهي.

ليزا: تو وٽ تجربي جي حيثيت ذاتي هوندي آهي يا لکڻ جي ڪم سانگي هوندي آهي؟

ڪوسنسڪي: ذاتي هوندي آهي. مون وٽ صرف هڪڙو ئي رستو هوندو آهي، جنهن جي آڌار تي آئون زندگي گذاريندو آهيان. اُهو اهو آهي تہ آئون انساني نسل جي ٻين فردن سان گهاٽي واسطيداريءَ ۾ رهان. ٻي ڪنهن شيءِ ۾ منهنجي دلچسپي نہ هوندي آهي. جڏهن آئون

پنهنجو تجربو ٻئي ڪنهن جي تجربي سان نهڪائي ڏسندو آهيان. يا وري ڪنهن ٻئي جو تجربو منهنجي خيالن کي ڇُهندو آهي. آئون چاهيان ٿو ته منهنجو فڪشن بين لاءِ به هجي.

ليزا: بين ماڻهن سان ئي تنهنجي لڳ لاڳاپي کي تون پنهنجو تجربو سمجهندو آهين؟

ڪوسنسڪي: بلڪل. اهو لڳ لاڳاپو ئي منهنجي خوشي آهي، اهائي ڳالهه مون کي ٻي ڪنهن به شيءِ کان وڌيڪ وڻندي آهي. انهيءَ ڏس ۾ ئي آئون گهڻا هٿ پير هڻندو آهيان. منهنجي سڄي زندگيءَ جو بنيادي مرڪز اهوئي آهي، اهائي چند ڇاڻ منهنجي زندگي آهي.

ليزا: تون هڪ پوليس اسٽيٽ مان ڪيئن ڀڄي نڪتين؟ جڏهن ته ٻيا لکين ماڻهو اتي ئي رهجي ويا.

ڪوسنسڪي: اصل ۾ منهنجي پيڙهيءَ جا جيڪي ٻيا ماڻهو هئا، انهن لاءِ ٻي عظيم جنگ هڪ نئين ڳالهه هئي، هنن ڪڏهن اهو سوچيو به نه هوندو ته ڪو ائين به ٿيڻو آهي. تنهن ڪري اوچتو ئي اوچتو رهڙي ۾ اچي ويا ۽ قابو ٿي ويا. اهڙين حالتن ۾ وچولي طبقي جا خاندان تنهائيءَ، فرار، سخت تڌ ۽ بُک جو شڪار ٿي ويا.

آئون ڇهن يا ستن سالن جو هوس ته مون کي اها پڪ ٿي ويئي ته هاڻي مون کي بنا خاندان جي ڪنهن سهاري جي مون کي پنهنجي پيرن تي بيهڻو پئجي ويندو. انهيءَ کان به سال پوءِ مون کان منهنجا مائٽ به وسري ويا. اهڙين حالتن ۾ ماڻهو پنهنجي تجربي ۾ ٻئي هٿ ائين وجهندو آهي، جيئن ڪو بکيو مانيءَ ۾ ٻئي هٿ وجهي. سو مون به پنهنجي تجربي مان صحيح ڪري ورتو ته نئين جڳهه معنيٰ تحفظ، ڇاڪاڻ ته نئين جڳهه تي اوهان کي ڪوبه نه سڃاڻندو، سو اها حقيقت مون کي هيڏانهن گهلي وٺي آئي.

ليزا: تنهنجا ڪيترائي سنگتي ساٿي ته پوئتي رهجي ويا هوندا؟

ڪوسنسڪي: مون کي ياد ٿو اچي ته ڪيترن ئي ڇٽڻ ٻاهر ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڀڄي نه سگهيا. هڪڙو ته اُهي دوست ايڏا چالاڪ يا ذهين نه هئا جو ڀڄڻ جو ڪو رستو ڳولي سگهن. وٽن ڪا ٻي گهٽي به نه رهي هئي، يا وري ائين ٿيو جو اُهي خاص ذاتي حالتن ۾ ڦاسي پيا. ڪي شاديون ڪري ويهي رهيا، ڪي والدين سان گهاٽي ڳانڍاپي جي ڪري رهجي

ويا. ڪيترائي وري چرڻ پرڻ کان لاچار هئا. پر عام طور تي انهن لاءِ اها ڳالهه خطري جو ڪارڻ بڻجي ويئي ته هو جي پڇي به نڪرن ته ڪين ڪنهن بئي معاشري جا قدر ڪين ڏکيا پون. اهو هڪ اڻ ڄاتي منزل جو خوف هو.

ليزا: پر تو سان ائين ڪونه هو؟

ڪوسنسڪي: مون ته پڪو ارادو ڪري ڇڏيو هو ته پلي ڇا به ٿي پوي. مون کي اتان پڄڻو آهي. مون ۽ منهنجي دوستن کي خبر هئي ته اسان لاءِ ڪهڙو پٽ رڏيو پيو آهي. جيڪي ڪجهه ٿي رهيو هو. اسان اکين سان ڏسي رهيا هئاسين. اسان کي اهڙيون حالتون ئي نه پيون آئڙن. اهڙيون حالتون اسان جون دشمن بڻيل هيون. مون کان ڪيترائي ڀيرا پڇيو ويو ته آئون انهيءَ ڪري سوويت يونين مان پڄڻ پيو چاهيان جو آئون ڪميونزم کان نفرت ٿو ڪريان؟. منهنجو ايمانداريءَ وارو اهو جواب هوندو هو ته آئون اهڙي نظام ۾ رهندي ڪري پنهنجو پاڻ کان نفرت ٿو ڪريان. مون محسوس ڪيو ته اُتي منهنجي زندگي ڳري ويندي. انهيءَ ڪري منهنجو اهو فرض بڻجي ٿو ته پڇي جند ڇڏايان.

ليزا: هتي آمريڪا ۾ جيئن سپر مارڪيٽ تبديل ٿيندي ٿي رهي ته ڇا هتان جا ماڻهو به ائين تبديل ٿين ٿا؟

ڪوسنسڪي: منهنجي خيال ۾ جيڪو هتي پاپولر ڪلچر آهي. اهو صرف انهن ماڻهن لاءِ سگهارو آهي. جيڪي اڳيئي پنهنجو پاڻ کي انهيءَ جي حوالي ڪري چڪا آهن يا ايئن ڪٽي چئون ته هٿيار ڦٽا ڪري وينا آهن. منهنجي خيال ۾ هتان جا گهڻ ماڻهو اصلي. انساني زندگيءَ کان پنهنجو پاڻ کي الڳ محسوس ڪن ٿا ۽ پنهنجو پاڻ تي هٿرادو خول چاڙهيو وينا آهن. اهي ماڻهو انهيءَ خول مان نڪرڻ لاءِ تيار ئي ناهن ۽ اسان ماڻهو انهيءَ سلسلي ۾ اها بلا ٽارڻ لاءِ ڪوششون به نٽا ڪريون. هتان جو پاپولر ڪلچر جيئن پوءِ تيئن اصلي حالتن کان ڏار ٿيندو پيو وڃي. انهيءَ مان ثابت ٿو ٿئي ته جيڪو اصلي خطرو آهي. اهو "Jaws"، "Deep" ۽ "Towering inferno" جهڙين فلمن مان آهي.

ليزا: پر سچو پچو خطرو ڇا مان آهي؟

ڪوسنسڪي: مون کي اها ڳالهه چوڻ ۾ ڪا به هٻڪ محسوس نٿي ٿئي ته جيڪو به پل گذري ٿو، انهيءَ سان گڏوگڏ خطرو به وڌندو پيو وڃي. آرٽ جو مقصد پاپولر ڪلچر کي هٽي ونرائڻ ناهي. پر انهيءَ ڪلچر جي پاڙ

پنهنجي آهي. آرٽ جي ذريعي ماڻهن کي اها يادگيري ڏيارڻي آهي ته اسان ٿوري وقت لاءِ ئي سهي، پنهنجي پاڻ جي اصلي زندگيءَ جي شاهدي ته ڏيون.

ليزا: توهان اڪثر چوندو رهندو آهين ته توهان جڏهن به ماڻهن سان واسطي ۾ ايندو آهين ته توهان خوش ٿيندو آهين، پر توهانجا تخليق ڪيل ڪتاب ته پڙهندڙن کي ڊپريشن ۾ وجهيو ڇڏين.

ڪوسنسڪي: منفي مرڪزي ڪردار هجي، حادثو هجي، تباهي هجي، بيماري هجي ۽ اڌ مغزي ڪردار هجن، اهي اسان لاءِ انهيءَ ڪري معنويت سان ڀريل آهن ته جيئن اسان انهيءَ جي ابتڙ زندگي گذاري سگهون ۽ سدا ٿي هلون. منهنجا ڪتاب پڙهندڙن لاءِ پرڪشش انهيءَ ڪري به آهن جو پڙهندڙ منهنجي ناولن جي مرڪزي ڪردار کان مختلف هوندا آهن، ابتڙ هوندا آهن. ٻي ڳالهه ته اهي ڪردار ڪين صرف ڇپيل صفحن تي ملن ٿا. رب پناهه ڏيندو جو منهنجا پڙهندڙ ڪٿي نه ڪٿي ۽ ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن منهنجا پڙهندڙ انهن ڪردارن جي آمهون سامهون ٿي، انهن کي قبول ڪري وٺن ۽ پوءِ ڪانئن ڇڄي ڌار به ٿين.

ڪوسنسڪي: ها.

ليزا: ڪنهن کان آزاد رهڻ ٿو چاهين؟

ڪوسنسڪي: آزاديءَ جو اصل مطلب اهو آهي ته جيئن اوهان آهيو، ائين ئي پنهنجو پاڻ کي قبول ڪريو.

ليزا: پر پوءِ ڪوبه اهو چئي سگهي ٿو ته اهو ته حد کان وڌيڪ حدن ۾ رهڻ ٿيو؟

ڪوسنسڪي: جي ڪو ائين چوي ٿو ته انهيءَ جو اهو حق آهي ته هو پنهنجي حساب سان صحيح ڳالهه ڪري ٿو. هتان جو معاشرو آزاد معاشرو آهي، چاڪاڻ ته هتان جا ماڻهو ٻئي ڪنهن جي چئي جا غلام ناهن. پر هتان جا ماڻهو ايترا به آزاد ناهن جو مون کي ري گناهه گرفتار ڪن. سندن انهيءَ سوچ جو آئون قدردان آهيان جو مون کي جيڪي ڪجهه ڪرڻو هوندو آهي، سو ڪندو آهيان. منهنجي اهائي زندگي آهي. آزاديءَ مان منهنجي مراد اها آهي ته جيڪي ڪجهه ٿئي پيو يا جيڪي حالتون آهن، انهن کي ٻڪو ٻڪ پئجي، انهن جو حصو بڻجي وڃي. نه مڃڻ يا ويهي اندازا لڳائڻ بيڪار قسم جون شڪايتون آهن.

ليزا: تنهنجي ناول "Blind date" لاءِ نقاد اهو به چئي سگهن ٿا ته،

"هاڻي ڪوسنسڪي جي پٽ ڏوئجي ويئي."

ڪوسنسڪي: نيڪ آهي. ڪيترائي اهڙا پٿر بيچ تي پيل هوندا آهن، جيڪي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ڏوپجندا رهندا آهن، پر رهندا ته پٿر جا پٿر آهن. آئون به سمنڊ جي ڪناري واريءَ تي ويهي اُٿندڙ لهرن مان مزو وٺندو رهندس.

1977ع

برڪلي بارب: مون کي ٿوري ٿوري حيرت ٿي ٿئي ته تون پاڻ ٿو چوين ته تون هڪ ننڍڙي ڪميونٽيءَ جو هڪ حصو آهين، پر مون کي تڏهين گهڻي حيرت ٿي ٿئي جڏهن تون پنهنجو پاڻ کي انهيءَ ڪميونٽي ڏانهن ذميوار ٿو سمجهين. تنهنجين انهن ڳالهين مان مون کي اهو تاثر ٿو ملي، تون سدائين کان وٺي هڪ اڪيلو ماڻهو ۽ انٽليڪچوئل ڪاٺو بواءِ آهين. تون آمريڪا ۾ خاص ڪري نيو يارڪ کي ڏاڍو پسند ٿو ڪرين. تي سگهي ٿو ته تو جيڪا ابتدائي زندگي گذاري آهي، اهو اُنهيءَ جو ردعمل هجي. تون چاهين ٿو ته توکي ڪليل هنڌ ملي وڃن، جتي تنهنجي ڪم کي ڪوبه خراب نه ڪري ۽ تون چاهين ٿو ته تنهنجي مرضيءَ مطابق توکي آزادي ملي ۽ مرضيءَ سان آزادي ڦرجي وڃي.

ڪوسنسڪي: حقيقت ۾ تنهنجي اها ڳالهه صحيح نه آهي ۽ سچ جي ابتڙ آهي. اصل ۾ اهو هڪ آپيشاهيءَ وارو نظام آهي، جنهن ۾ اوهان انسان فطرت کان هٽي ٿا وڃو، اهڙي نظام جو سڄو زور انهيءَ ڳالهه تي آهي ته توهان جي اصلي زندگي نظام پاران لنين ۽ ڏکن سان ڪَٽي وڃي. اهو سڄو ڊرامو ٻاهران اچي اوهان مٿان مڙهجي ٿو وڃي. اهڙي نظام ۾ ناڪاميابي، ڪاميابي، ٻَرو ۽ خوشي اسٽيٽ طرفان ملن ٿيون. اهڙيءَ حالت ۾ آئون هڪ ٻين کان ڇڄي ويل ڪاٺو بواءِ بڻجي ويو هوس. آئون هڪ اهڙو فوٽو گرافر بڻجي ويو هوس. جيڪو پنهنجو پاڻ کي ڊارڪ روم ۾ بند ڪري پنهنجي مرضيءَ سان اڪيلو بڻجي ويندو آهي. پر هتي آمريڪا ۾ رهي ڪري آئون انسان جي فطري زندگيءَ وارين حالتن ۾ رهان ٿو.

بي سڄي آمريڪا وانگر نيو يارڪ به هڪ وڏي انساني فئڪٽري آهي. اها مون کي وڻي ٿي. آئون خلقت جي پوري وچ ۾ رهان ٿو. چاڪاڻ ته آئون انسان سان توڙي انساني تجربن سان پيار وچان لاڳاپيل آهيان. مون کي ته اهوئي ڪجهه کپي ٿو. منهنجو ڪو بيو شوق ناهي.

بارب: پر تو پاڻ اها ڳالهہ ڪدي آهي تہ روسين وانگر آمريڪين جي بہ پنهنجي مرضي ڪانہ ٿي هلي. اسان بہ ٿي وي جا غلام آهيون.

ڪوسنسڪي: پر اِهو اوهان تي ڇڏيل آهي تہ غلام ٿيو يا نہ ٿيو.

بارب: واقعي اسان ائين آهيون؟

ڪوسنسڪي: بلڪل. هتان جا گهڻا ماڻهو پنهنجي مرضي ۽ پنهنجي زندگيءَ جا طور طريقا وڃائي وينا آهن. پاڻ پنهنجي ڳچيءَ ۾ ٽوڙهو وڌو اٿن تہ ڪين ٽي وي تي ڏسيل زندگي گذارڻي آهي، پر جيڪڏهن ڪو پنهنجي مرضيءَ سان پنهنجي آزاد زندگي گذارڻ چاهي ٿو تہ اُهو تہ انهيءَ تي ڇڏيل آهي. جيڪو انهيءَ جي دٻي مان نڪري.

1978ع

پيٽريئيا گرفن: هن وقت ڇا پيو ڪرين؟

ڪوسنسڪي: توسان پيو ڳالهائيان.

پيٽريئيا: تنهنجي آمريڪي ادب ۾ ڪا جاءِ آهي؟ ڇا خيال اٿئي؟

ڪوسنسڪي: نہ. جنهن بلڊنگ ۾ آئون رهان ٿو، اُها بہ منهنجي جاءِ ناهي، منهنجي ڪا ائڊريس بہ نٿي ٻڌجي. مون وٽ جي ڪي شيون آهن تہ اُهي بہ ٿوريون آهن. آئون ڪنهن بہ شيءِ سان ٻڌل ناهيان. ڪنهن جڳهہ جي حساب سان منهنجي ڪابہ سڃاڻپ ناهي، جي هجي بہ ها تہ پاڻ کي ڪٽي ڌار ڪريان ها.

پيٽريئيا: ڪنهن سان تہ واسطو هوندئي؟

ڪوسنسڪي: پنهنجي اندر موجود زندگيءَ سان واسطي ۾ آهيان ۽ اڻ سڌي طرح هڪ اهڙي ڪميونٽي سان واڳيل آهيان، جنهن جو ڪنهن سان بہ ڪو واسطو ناهي، منهنجي زندگيءَ جو اُهو وقت بہ گذري چڪو. باقي ٻوليءَ سان ٻڌل آهيان، جو ڪو ڇني بہ نہ سگهي. ٻوليءَ سان سِڌ لڳي.

پيٽريئيا: سو تون آمريڪي ناولسٽ بہ نہ آهين، رڳو هڪ شخص جي حيثيت ۾ ڪتاب لکين ٿو؟

ڪوسنسڪي: آئون اهڙين ڳالهين تي سوچيندو ئي ناهيان جو ڪا ڳالهہ گهڙي ٽوڪي ٻڌايان.

پيٽريئيا: تازو آمريڪي ليکڪن جي لکڻين جو مجموعو "New Fiction" ڇپيو آهي. انهيءَ ۾ تہ تنهنجي لکڻي نالي سميت ڇپيل آهي.

ڪوسنسڪي: فون جي ڊائريڪٽريءَ ۾ بہ منهنجو نالو ڇپيل

آهي.

1978ع

ٿام ٽيچولز: تنهنجا تخليق ڪيل ڪردار قانون کان به متاثهان نه آهن. پوءِ به اهي هر وقت قانون ۽ پئسن جي ضرورتن کان آجا آهن. اهو ڇو؟

ڪوسنسڪي: منهنجي ناول "The Painted Bird" جو ڪردار ٻار ته جنگ جي ٻوهي ۾ آيل آهي. جنگ ڪانئس اڳوات جي سوچ به ڦري ورتي آهي ته ڏوڪڙن جي به ضرورت اها هڪ تباهيءَ واري جمهوريت آهي. آمري جمهوريت آهي. جيڪي منهنجي پيڙهيءَ جا ماڻهو هئا، انهن جي چوڌاري اهڙيون حالتون هيون، جن جو بنياد مصيبتن سان ناهه تي ٻڌل هو، جتي تجربن جي گنجائش موجود هئي. رهي ڳالهه پئسي ڏوڪڙ جي ته پئسا ڪمائڻ هڪ عام قسم جو گر آهي، سو انهيءَ ۾ ڪا ايتري تڪليف ته نه هئي، سولو ڪم هو. پر منهنجو شروع کان وٺي اِهو هوڪو لڳندو رهيو آهي تخليقڪار ٿيو. ايتري آزادي حاصل ڪيو جو ڪنهن پئسي ڏوڪڙ جي ڪاڻ نه پوي. منهنجي ناول "The Devil Tree" جو ڪردار جوناٿن وهيلن چوي ٿو: "مون ڪي اهڙو واقعو ڪپي جو منهنجي دل وٺان هجي." منهنجي هڪ ٻئي ناول "Cockpit" جو ڪردار تارڊين چوي ٿو: "آئون پنهنجو اهڙو نظام ناهڻ ٿو گهران، جيڪو ٻئي ڪنهن جي به نظام جو ماتحت يا پرجهلو هجي." منهنجي ناول "Blind date" جو ڪردار جارج ليوينٽر چوي ٿو: "آئون پنهنجي خيالن وارو ماڻهو آهيان، جيڪو وڻندم سو ڪندس."

اصل ۾ جاگيردار شاهي ڪڏهن به ختم ٿي ناهي ۽ اجا تائين پنهنجي وس واري آهي جيڪو به ماڻهو پنهنجي ڏينهن جا اٺ ڪلاڪ ڪم ڪري ٿو، اُهو ٻئي ڪنهن لاءِ ڪري ٿو. جي اهو ماڻهو ڪم تان غير حاضر ٿو رهي ته ڪيس ڪيئي بهانا ٺاهي ڪري به بالا آفيسر کان معافي وٺڻي ٿي پوي. اهائي ته جاگيردار شاهي آهي. منهنجي پيڙهيءَ جا جيڪي ماڻهو لڏي آيا آهن. اُهي انهيءَ ڪري آمريڪا ۾ آيا آهن، جو ڪين آزادي ٿي کپي.

ٽيچولز: پر تون لڏي آيل ماڻهن جي باري ۾ چا ٿو چئين، جيڪي آمريڪين کان به وڌيڪ امريڪي بڻجي پيا آهن؟ اها رڳو پيشي پوين ته آمريڪا ۾ ڏوهارين رڻ مچائي ڏنو آهي. جن لاءِ ڪو قاعدو قانون ناهي. ماڻ پاڻي ڪمائڻ ۾ به پورا آهن ۽ پنهنجا ٻار هارورڊ ۾ ٿا پڙهائين.

ڪوسنسڪي: انهن لاءِ آمريڪا هڪ اهڙو ملڪ آهي. جتي ڪابه

جنگ نٿي لڳي. هي هڪ اهڙو ملڪ آهي، جنهن تي ڪوبہ حملو ڪرڻ وارو ناهي ۽ زندگي تسلسل ۾ آهي. هتي توهان ڪنهن بہ ڏنڌي تي پئسو هٿي سگهو ٿا. اهي ماڻهو اصلي آمريڪين جي پيٽ ۾ گهٽ امير آهن. هنن لاءِ هي ملڪ اهڙو ڏند ڪٿائي ملڪ آهي، جتي ڪو بہ تاريخ جو اڳتڏ نہ آهي. اُهي تاريخ جي انڌ ڪان پناهہ وٺڻ آيا آهن. هاڻي اهي ماڻهو چاهين ٿا تہ سندن بڻ بنياد هتان جوئي رهي ۽ ڪين آمريڪي ڪري ليکيو وڃي.

اڄ صبح جو سوير آئون گهوم تي نڪتس تہ واٽ تي هڪڙي آمريڪن مائي ملي ويئي، جيڪا پنهنجي مائٽن سان ملڻ پئي ويئي. اسان ٻئي ڳالهين ۾ شروع ٿي وياسين. پڇڻ تي ٻڌايومانس تہ. "نہ ڪي اڳي منهنجا مائٽ هئا، نہ ئي هاڻي ڪي مائٽ آهن. منهنجو ڪوبہ خاندان ناهي، جيڪي مائٽ هئا بہ سهي، اُهي سڀ جا سڀ مارجي ويا." انهيءَ تي مائي حيران ٿيندي چيو، "سڀ جا سڀ؟ ائين ڀلا ڪيئن ٿو ٿي سگهي. جو سڀ جا سڀ مارجي وڃن. ڪنهن ايڪسيڊنٽ ۾ تہ نہ مري ويا؟ يا ڪنهن هوٽل ۾ گڏ ٿيا هجن، ڪا پارٽي ٿي هجي ۽ هوٽل ۾ ڪو حادثو ٿيو هجي." مائيءَ جي اها ڳالهہ ٻڌي مون کي پنهنجي کل روڪڻي پئجي ويئي ۽ سوچيم تہ مائيءَ متان هالي ووڊ جي فلم "Towering inferno" ڏٺي هجي. چيومانس تہ. "نہ. اهڙي ڪابہ ڳالهہ ناهي. اُهي سڀ جا سڀ ٽن جنگين مان هڪڙيءَ جنگ ۾ مارجي ويا." تنهن تي مائيءَ منهنجين انهن ڳالهين مان نتيجو ڪڍندي، مون کي چيو. "هاڻي سمجهي ويس، تنهنجا سڀ مائٽ فوج جا سپاهي هئا، سو جنگ ۾ مارجي ويا."

توڙ تائين آمريڪي مائيءَ کي ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي، تہ نہ آئي.

ٽيچولز: تنهنجي ناول "Blind Date" جا سڀ ڪردار سُڃاپو ناهن؟

ڪوسنسڪي: ها، آهن. انهيءَ ناول ۾ هينري ڪسينجر ۽ چارلس لنڊ برگ جا ڪردار بہ پاتا وڃن ٿا. جن کي آئون ذاتي طرح سڃاڻان ٿو. منهنجا چڱيءَ طرح واقفڪار آهن. عام خلقت بہ ڪين سڃاڻي ٿي. تون بہ سڃاڻين. شايد تون مون کان وڌيڪ سڃاڻندو هجين. تو ناول ۾ انهن کي پنهنجي ليکي سمجهيو هجي، جو تون پڙهندڙ جي حيثيت ۾ ڀاڱي ڀائيوار هوندين. منهنجا ناول منهنجا گهٽ، پڙهندڙن جا وڌيڪ هوندا آهن.

ٽيچولز: تنهنجا سنا پڙهندڙ ڪير آهن؟

ڪوسنسڪي: منهنجا سني ۾ سنا پڙهندڙ مڊل ڪلاس جا آزاد

خيال ماٺهو آهن. اهي ماڻهو پنهنجين حالتن، پنهنجن مقصدن ۽ مول متن توڙي پنهنجين شڪستن کان چڱيءَ طرح واقف آهن. منهنجا خراب ۾ خراب پڙهندڙ اٿالين، يهودي ۽ نيو يارڪ جا جذباتي ماڻهو آهن. يهودين جي هڪڙي گروپ تہ مون تي رڻ باري ڏنو تہ مون پنهنجي ناول "The Painted Bird" ۾ هارين جي هٿان يهودي ڇوڪريءَ سان زوري زنا وارو واقعو ڇو لکيو آهي. هاڻي ڪين ڪير سمجهائي تہ جنگ جي دوران ائين ٿيندو رهندو آهي. جنگين جي دوران تہ وڏ ۾ وڏ عورت شڪار ٿيندي آئي آهي.

1979ع

جيني بليڪ: يارهن سال گذرڻ ڪانپوءِ تون پنهنجي پهرئين زال ميري ويئر جي وفات (1968ع) کي ڪيئن ٿو محسوس ڪرين؟

ڪوسنسڪي: جي منهنجي زندگيءَ ۾ ميري ويئر نہ اچي ها تہ منهنجو ماضي معنيٰ وڃائي ويهي رهي ها.

جيني: تنهنجن ناولن ۾ ايترو ڏک ۽ ظلم ڇو آهي؟

ڪوسنسڪي: ڏک ۽ ظلم ئي تہ انساني زندگيءَ جا ساٿاري رهندا آيا آهن.

جيني: پڙهندڙ سان تنهنجي ڪهڙي واسطيداري آهي؟

ڪوسنسڪي: مون کي ڪوبہ حق نٿو پهچي تہ آئون پنهنجا فيصلا پنهنجي پڙهندڙن مٿان مڙهيندو وتان. آئون پنهنجي نظرين جو دوڪان کوليو ڪونہ وينو آهيان. جو انهن کي وڪرو ڪندو وتان. آئون صرف ڳالهہ ٻڌائيندڙ آهيان.

جيني: تون اڪثر پنهنجي ڪميونٽي جو ذڪر ڪندو آهين. اِها ڪميونٽي ڪهڙي آهي؟

ڪوسنسڪي: منهنجا پڙهندڙ منهنجي ڪميونٽي آهن. اها منهنجي روحاني ڪميونٽي آهي ۽ مون لاءِ تمام وڏي حيثيت ٿي رکي. اهائي ڪميونٽي مون ۾ پيٽرول ڀري مون کي روانو ڪندي آهي تہ وڃي نئون ناول لک.

1980ع

نينسي ڪولن: تنهنجو پنهنجو، تنهنجي باري ۾ ڇا خيال آهي؟

ڪوسنسڪي: آئون ڪجهہ وڌيڪ ئي جذباتي ماڻهو آهيان، پر مون کي خبر آهي تہ منهنجي اندر ۾ ڇا موجود آهي. پر منهنجي اندر جا

ڪي اهڙا به حصا آهن، جن جي مون کي پاڻ کي خبر ناهي. منهنجي اندر جي سلطنت ۾ وڏا وڏا اڇي رنگ جا نشان آهن، جيڪي مون کي سفر ڪندي پار ڪرڻا پوندا آهن. منهنجي اندر ۾ بم ڦاڙڻ جون تارون زمين هيٺان وڇايل آهن، جن جي مون کي خبر نه پوندي آهي.

نينسي: اولاد جي باري ۾.....

ڪوسنسڪي: مون کي ٻه ٻار ٿيا. جڏهن پولينڊ ۾ قانون جو شاگرد هوس ته اتي هڪ پولش ڇوڪريءَ سان ڦٽي پيس. اها پيٽ سان ٿي ويئي، پر آئون پنهنجو اهو ٻار ڏسي نه سگهيس. جڏهن آئون برف تان ترڪڻ واري راند جو انسٽرڪٽر هوس ته اتان جي هاسٽل جي هڪ نوڪرياڻيءَ مان ٻار ته ٿيو، پر اها شادي وري ٻئي ماڻهوءَ سان ڪري ويهي رهي. انهيءَ ٻار کي صرف ڏسي سگهيس.

ها! هتي آمريڪا ۾ هڪ ٻار هنج ورتم، پر اهو وري ٻار جا مائٽ ڦري ويا.

هاڻي اولاد جي ڪابه خواهش ڪانه اٿم. هاڻي ٻارن جي بدران وڏن ۾ دلچسپي وٺندو آهيان.

نينسي: اسڪرين پلي لکڻ جو شوق اٿيئي؟

ڪوسنسڪي: پنهنجي ناول ۾ موجود ڪهاڻيءَ جو اسڪرين پلي لکڻ ائين آهي جيئن پنهنجي پوڙهيءَ زال کي رنڊي بڻائڻ.

نينسي: پنهنجي پهرين زال ميري ويئر سان....

ڪوسنسڪي: اسان ٻئي هڪ ٻئي سان نهڪي آياسين. جهڙي هوءَ تهڙو آئون. اسان ٻنهين جو زندگيءَ جو فلسفو ڪيترين ئي معنائن ۾ ساڳيو هو. ٻي عظيم جنگ هٿي منهنجا ڏاڏا ڪدي ڇڏيا هئا. ميري ويئر پيٽسبرگ ۾ ئي جواني ماڻي. پوءِ اسٽيل ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ڪندي، هڪ اهڙي ماڻهوءَ سان شادي ڪئي، جيڪو اسٽيل مل جو مالڪ ۽ آمريڪا جو وڏو امير ۽ طاقتور ماڻهو. خود اها شادي وڏي تباهي هئي، اهڙين منزلن تي پهچڻ کان پوءِ ماڻهو سوچي ٿو ته آخر هيءَ زندگي آهي ڇا لاءِ. ڪن کي شايد اهو خيال هجي ته آئون پئسن تي مئس. پر آئون پئسن تي ڪونه مئس، جي مئس ته ميري ويئر تي مئس. ڪن جو خيال هوندو ته اهڙي امير عورت سان شادي ڪري پڇتايو هوندو. نه. اهڙي به ڪا ڳالهه ناهي. مون کي اها خبر هئي ته ميري ويئر شادي کان اڳ ۾

ڪنهن هنڌ هڪ غريب پرائيويٽ سيڪريٽري هئي. غريب جي ٻار وڏن ماڻهن ۾ اچي ڦاٿي، اسان ٻنهين جا تعلقات غير معمولي هئا. هڪ ٻئي کي گهڻو ڪجهه ڏنوسين. منهنجو ته خيال ٻينو هو ته آئون اڳ ۾ مري ويندس، پر ائين نه ٿيو. هوءَ اڳ ۾ مري ويئي.

1982ع

باربرا ليمنگ: تنهنجيون ڪجهه لکڻيون ته جسم جي اوگهڙ جي باري ۾ هونديون؟

ڪوسنسڪي: ڪن جي نظر ۾ هونديون، پر ڪن جي نظر ۾ نه هونديون، جيڪو جيئن سمجهي.

باربرا: تون ادبي پورنو گرافيءَ ۾ دلچسپي ڏيکاريندو آهين يا وري پورنو گرافي ۽ ادب کي ڌار ڌار ٿو سمجهين؟

ڪوسنسڪي: جنسياتي ادب به ڌار ڌار قسم جو ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪي جنسي ڏيک زندگيءَ جي باري ۾ اسان جو نڪتهءِ نگاهه يا رويا پڌرا ڪن ٿا ته اُهي فن جي ذمري ۾ اچن ٿا. جي ائين ناهي ته پوءِ سچو جنسي ادب فن جو نه ٿيا. خود جنسي عمل جو بيڙو ٻوڙيو ڇڏي. اهڙو ادب ته پوءِ پيلي رنگ جي ڪاغذن تي ڇپيل هئڻ گهرجي يا وري اهڙي لکڻي رڳو پئسا ڪمائڻ لاءِ هوندي آهي. ڪمرشل پاپولرٽي به هڪ وڏو عذاب آهي.

باربرا: پر تون فوٽوگرافي ته ڪندو رهيو آهين. ڇا تو ڪڏهن اهڙا فوٽو گراف ڪڍيا آهن، جو فوٽو گراف ڪڍائڻ واري ۽ واريءَ سان تنهنجي ڪا واقفيت ٿي نه هجي؟

ڪوسنسڪي: قطعي نه. مون واقفڪار ڇوڪرين جا اگهاڙا فوٽو ڪڍيا آهن، باقي ڪنهن اڻ واقف ڇوڪريءَ جو ڪڏهن به فوٽو گراف ڪونه ڪڍيو اٿم. ڪجهه فوٽو گراف ته مون پنهنجي دوست ڇوڪرين جا به ڪڍيا آهن. پنهنجائپ جي ماحول ۾ ئي ڪڍيا اٿم، پر انهن فوٽو گرافس ۾ به اوهان کي زندگيءَ جي باري ۾ ڪونه ڪو نڪتهءِ نگاهه ئي نظر ايندو. اهي فوٽو گراف رڳو جنس براءِ جنس لاءِ نه ڪڍيا هئم. انهن ۾ معنويت موجود هئي.

باربرا: پر اگهاڙا فوٽو ڪڍڻ ۾ ڪهڙي معنويت رکيل هئي؟

ڪوسنسڪي: جنگ جي دوران اهي فوٽو گراف ڪڍندي جاتايو هوم ته جنگ انساني جسم کي تباهيءَ جو نشانو ٿي بڻائي. ڪيئن انسان

دشمن قوتون ماڻهوءَ کي اگهاڙو ڪري بچڙو ڪن ٿيون، ڪيئن زوريءَ زنا ٿئي ٿي ۽ پوءِ ڪيئن نشانو بڻجندڙ عورتن کي ذليل ڪري قتل ڪيو وڃي ٿو. جنگ ۾ ڪيئن انساني جسم جي چير ڦاڙ ٿئي ٿي. جنگ ۾ ته انساني جسم ئي شڪار بڻجي ٿو، رهي ڳالهه پيار جي، ته اها خبر مون کي جنگ کان پوءِ پيئي ته پيار ڪهڙي شيءِ جو نالو آهي. پيار ۾ ڪيئن جسماني خوبصورتي پيدا ٿئي ٿي.

باربرا: مشهور شخصيتن جي اها عام شڪايت آهي ته پريس سندن ذاتي زندگيءَ کي نشانو بڻائي ٿي، سندس ذاتي زندگيءَ ۾ عمل دخل ڏئي ٿي. توسان به ته ائين ٿيندو هوندو؟ يا اجا بچيل آهين؟

ڪوسنسڪي: اسان جي هتان جي سوسائٽي کُلي ڍِلي سوسائٽي آهي، مون پنهنجين لکڻين جي ذريعي ۽ سماجي ڳَڌجاڻين جي ذريعي شهرت حاصل ڪئي آهي. اهڙيءَ حالت ۾ پريس کي اهو حق ٿو پهچي ته اُها منهنجي ذاتي زندگيءَ جي پويان ڪاهي پئي، پر تنهنجي هوندي به اجا تائين منهنجي ذاتي زندگيءَ جا ڪيترائي پهلو پريس کان ڳجها آهن. اهو انهيءَ ڪري آهي ته مون کي پلڪ پت پروڙ آهي ته پريس کان ڪيئن بچجي. پبلڪ فِگر جي حيثيت ۾ آئون وڏو ماڻهو برابر آهيان، پر ذاتي طور تي آئون ننڍو ماڻهو آهيان.

باربرا: رات جو رُلڻ تنهنجي عادت آهي. ته ڇا رات جو تون هٿيار کڻي هلندو آهين؟

ڪوسنسڪي: رات جو رُلندي رُلندي آئون خطرناڪ ماڻهو جي ورچڙهي ويندو آهيان، پر ننڍپڻ کان وٺي مون کي خطرناڪ ماڻهن کان بچڻ جو طريقو اچي ٿو. تون الائي ڪهڙو هٿيار ٿي چوين؟

باربرا: ڪهن به قسم جي گن.

ڪوسنسڪي: ڪڏهن به نه. آئون هٿيار کي ويجهو ويندو ئي ناهيان. بچڻ لاءِ مون وٽ پنهنجا طور طريقا آهن.

باربرا: ڳالهيون ڪري جند ڇڏائيندو آهين؟

ڪوسنسڪي: نه.

باربرا: تون GT ڪارن ۽ موٽر سائيڪلن جي خطرناڪ ريس ۾ حصو وٺندو آهين، تون پولو به کيڏندو آهين ۽ مٿانهين جڳهين تان ٽپ ڏيڻ جو مقابلو به ڪندو آهين. ساڳئي وقت برفاني جبلن تان ترڪڻ جو به

ماهر آهين. ڇا تون اِهي خطرا سِر تي کڻڻ مان مزو وٺندو آهين؟

ڪوسنسڪي: ڪوبہ خطرو سِر تي نہ کڻندو آهيان. ڇاڪاڻ جو آئون حد کان وڌيڪ خبردار رهندو آهيان، ڪنهن بہ ماهر رانديگر وانگر خطري کان بچڻ لاءِ اڳواٽ تيار هوندو آهيان. آئون جيسرو رهڻ ٿو چاهيان ۽ ڏکن کان بچڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. زندگيءَ سان پيار جي اڳيان خطري جي ڪابہ حيثيت نہ هوندي آهي.

باربرا: مرڻ کان ڊڄين ٿو؟

ڪوسنسڪي: صفا نہ. ڪنهن بہ صورت ۾ نہ ڊڄندو آهيان، موت لافاني آهي، زندگي فاني آهي.

باربرا: نارمن ميلر جو چوڻ آهي تہ هو ڪلچر کي بچائڻ لاءِ سِر تي ڪوبہ خطرو کڻي سگهي ٿو. تون ڪلچر کي بچائڻ لاءِ خطرو کڻي سگهين ٿو؟

ڪوسنسڪي: خود ڪلچر هڪ وڏو خطرو بڻجي چڪو آهي. سوسائٽيءَ کي ئي ڪلچر جي ضرورت نہ رهي آهي. ڪيترائي سماج ڪلچر کان خالي آهن، ڪن سماجن وري ڪلچر کي ختم ڪري ڇڏيو. منهنجي ڪهڙي ڪِتي آهي جو ڪلچر کي بچائيندو وتان.

باربرا: هتي اچي تو سڪون محسوس ڪيو آهي. اهو ڪيئن؟

ڪوسنسڪي: مون زندگيءَ کان نفرت بہ ڪئي آهي، آئون جسماني تڪليف کان ڊڄندو هوس، مون کي ڊپ هو تہ متان مون سان ظلم ڪيو وڃي، مون سان زوري زنا ڪئي وڃي. مون کي ٻوڙيو وڃي. مون کي ٻک ماريو وڃي ۽ ڪنهن جرمن گوليءَ جو شڪار بڻايو وڃي ۽ مون کي گئس چيمبر ۾ وجهي اذيت جو شڪار بڻايو وڃي. منهنجو اهو وقت ڇهن سالن جي عمر کان وٺي ۹ سالن جي عمر تائين گذريو. انهيءَ عرص دوران مون ڪيترائي ڀيرا خودڪشيءَ جي بہ ڪوشش ڪئي. هڪ ڀيري ڏکهي وڻ تان ٽپ ڏيئي مرڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪڙو ڀيرو وڏي پٽ تان ٽپ بہ ڏنم، مون مرڻ پئي چاهيو. ڇاڪاڻ جو منهنجيون بي عزتيون ڪيون ويون، مون کي ماروڻ ڏنيون ويون، مون نٿي چاهيو تہ وڌيڪ عذاب سهان. مون بيهر انهن حالتن مان گذرڻ نہ پئي چاهيو. هڪ ڀيرو تہ ڪلبون بہ گِرڪايم. اهڙين حالتن مان نڪرڻ ۽ آمريڪا ۾ اچڻ کان پوءِ سڪون محسوس ڪيم. جنهن زندگيءَ کان نفرت هيم. هاڻي

زندگيءَ سان پيار اٿم.

باربرا: تو ڪڏهن اهو سوچيو آهي تہ ٻيهر بہ توسان ائين ٿي سگهي ٿو؟

ڪوسنسڪي: ٿي سگهي ٿو، پر في الحال اهڙو ڪو خطرو ناهي. جيڪو دهشت پيدا ڪري، هاڻي ڊپ ٻجي پيو آهي. هاڻي آئون انهيءَ عمر کي پهتل آهيان جو اڳ ۾ ئي ڊپ ڊاءُ سهيو وينو آهيان. جيڪي ٿيڻو هو، سو ٿيو. هاڻي ڪنهن بہ خطري کان ڊڄڻ وارو نہ رهيو آهيان. جيڪي ٿيو، سو ڏنو ويندو، ڊپ ڪونہ ٿيندو.

1984ع

گيري ابرامس: اڄڪلهہ ڪٿي هوندو آهين؟

ڪوسنسڪي: رهائش ۾ تبديلي اچي ويئي آهي، بہ گهر اٿم، ڪجهہ وقت نيو يارڪ تہ ڪجهہ وقت سئٽزر لينڊ ۾ هوندو آهيان.

ابرامس: پوءِ تنهنجي شناخت جي ڪٿ ڪيئن ڪريون؟

ڪوسنسڪي: منهنجي شناخت خود مون لاءِ وڏو مسئلو بڻجي چڪي آهي. اصل ۾ انهيءَ مسئلي اندر جيڪو مسئلو موجود آهي. اُهو اِهو آهي تہ منهنجا پڙهندڙ ئي منهنجي شناخت طئي تا ڪن. مون کي رڳو ايتري خبر آهي تہ مون کي ڪافي شهرت ملي آهي. اڌوري ئي سهي، منهنجي شناخت منهنجي شهرت سان واڳجي ويئي آهي. اڌوري انهيءَ ڪري ٿو سمجهان تہ مون کي چار جاپاني واپاري ملي ويا. مون کي ڏسي پلجي ويا تہ آئون شايد مارسل مارڪيو آهيان، سو مون سان وڏي پاٻوهہ سان مليا ۽ مون کي پنهنجا وزيٽنگ ڪارڊ ڏنائون، پر پوءِ جڏهن کين خبر پيئي تہ آئون تہ ڪو ٻيو ماڻهو آهيان تہ پريشان ٿي ويا. مون کي اها ڳالهہ ٿوري ٿوري ڏکي بہ لڳي.سو ڪڏهن ڪڏهن شهرت ڏک بہ پٽيندي آهي. پر پنهنجو ڪم جاري رکبو آهي، ڪم شهرت کان وڌيڪ ڪارائتو آهي، جي شهرت ملي تہ شهرت ڏياريندڙ خلقت کي نيچ سمجهڻ گهرجي. شهرت پنهنجي ملڪيت نہ هوندي آهي، پر ٻين ماڻهن جي ملڪيت هوندي آهي.

ابرامس: اوير يورپ وڃڻ جو ارادو اٿيئي؟

ڪوسنسڪي: مون وٽ جيڪو پاسپورٽ آهي، انهيءَ جي آڌار تي تہ نٿو وڃي سگهان، باقي تيزيءَ سان گم ٿي سگهان ٿو. ماڻهو الائي ڇو پاسپورٽ کي پنهنجي شناخت سمجهندا آهن. ها اِهو آهي تہ چند ڪاغذ

ماڻهوءَ کان وڌيڪ اهميت اختيار ڪري ويا آهن.

ابرامس: آزاديءَ جي باري ۾ ڪجهه سوچيندو هوندين؟

ڪوسنسڪي: هتي آمريڪا ۾ بيو واپار پنهنجي جاءِ تي، پر هتي جيڪا ڪارانٽي شيءِ خريد ڪري سگهجي ٿي، اُها آزادي آهي، جيڪا پنهنجي جاءِ تي يڪتا آهي. آزاديءَ سان لکندڙ ليکڪ، تڏهن ليکڪ بڻجي سگهي ٿو، جڏهن هو تشدد جي دنيا کان آجو هوندو آهي. جيڪي ڪجهه به آهي، ليکڪ بين لاءِ نه، پر پنهنجو پاڻ لاءِ ذميوار هئڻ کپي. بين جي ڪلهي تي بندوق رکي چوڙڻ جي بدران پاڻ ئي بندوق کڻي هٿي، آئون نه ائين ئي ڪندو آهيان.

1987ع

مائيڪ ليدر مين: بڌو اٿم نه تنهنجو نئون ڪتاب اچڻ وارو آهي؟

ڪوسنسڪي: هاڻي ئي لکي پورو ڪيو اٿم، ڪتاب جا پروف ڏسڻ کان پوءِ اينڊي شڪاگو ۾ پبلشر کي ڏيندو آيو آهيان.

ليدر مين: بڌو اٿم نه تون ڪتاب لکي پورو ڪرڻ ۾ تمام گهڻو وقت لڳائيندو آهين، اها ڳالهه صحيح آهي؟

ڪوسنسڪي: نه دير نه ڪندو آهيان. اهو نه ڪتاب تي چڏيل آهي نه اهو ڪيترن صفحن تي ٻڌل آهي.

ليدر مين: ڪافي اهڙا ليکڪ آهن، جيڪي يهودين جي حيثيت ۾ يهوديت جي موضوع ۽ يهوديت سان پريل صورتحال تي لکندا آهن، انهن کي پڙهيو اٿيئي؟

ڪوسنسڪي: نه. زندگي يهوديت ناهي. زندگي جتي ڪٿي آهي يا وري ڪٿي به نه آهي. اسان انهيءَ ۾ قائل آهيون. اسان زندگيءَ ۾ ڪونه ڪو ڪردار ادا ڪندا رهندا آهيون. منهنجي ڪتاب "The Painted Bird" ۾ جيڪو ڇوڪرو آهي. اُهو يهودي به ٿي سگهي ٿو نه جپسي به ٿي سگهي ٿو. ناولسٽ کي دين ڌرم جي بدران ڪردار کي تشڪيل ڏيڻو پوندو آهي ۽ پوءِ اڳتي وڌائڻو پوندو آهي.

1991ع

پرل شيفي گيفن: (اها ڳالهه پهرئين پهرئين جيرزي ڪوسنسڪي جي زال ڪيٽرينا ڦاڙي نه جيرزي ڪوسنسڪي فالج ۽ هرٽ اٽيڪ جي گڏيل

حملي کان پوءِ انهيءَ ڳالهہ کان دهشت زده آهي تہ هاڻي هو ڇُري پري ڪونہ سگهندو ۽ بين تي بار ٿيندو. سندس پيءُ ۽ خاندان جا ٻيا بہ ماڻهو انهيءَ بيماريءَ جو شڪار ٿي مئا هئا. اها ڳالهہ ٻڌي، آئون وٽس پهتيس ۽ سوال پڇيومانس) ڇا حال آهي؟ آئيندي لاءِ ڪا رِٿا دماغ ۾ موجود اٿيئي؟

ڪوسنسڪي: هاڻي ڪجهہ بہ ڪرڻ نٿو چاهيان. آئون انهيءَ ڳالهہ ۾ مگن آهيان تہ جيتري بہ ڏکهي عمر نصيب ٿيم، انهيءَ ۾ مون آزاديءَ سان گهڻو ڪجهہ لکيو. گهوڙي تي چڙهي پولو راند بہ ڪيم، زندگيءَ جي لاهن چاڙهن ۾ اڇي عام ماڻهوءَ مان ڦري ڊرامائي قسم جو ماڻهو بڻيس. اهو سڀ ڪجهہ ڪندي، مون ذهني توڙي جسماني طور تي سڪون حاصل ڪيو. پر هاڻي ڪجهہ بہ ڪري نٿو سگهان، جو چرڻ پرڻ کان لاچار آهيان، بس، هاڻي يادون ئي ڪافي آهن.

پرل: ٻيون ڪي محسوسات؟

ڪوسنسڪي: پنهنجو پاڻ مان آزروت (بور) ٿي پيو آهيان، جيئن اڳي لکندو هوس، هاڻي شايد ائين نہ لکان. جي نيڪ تي ويس تہ نيون ڳالهيون ڦاڙيندس. پنهنجين لکڻين ۾ اڳين ڳالهين جو ورجاءُ ڪونہ ڪندس، ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ لکڻ تان ارواح ڪڄي وڃي، ڪو اُتساهہ ئي نہ رهي، پر مون مستقبل جي باري ۾ سوچڻ ڇڏي ڏنو آهي. زندگيءَ کان سواءِ ٻيون سڀ شيون مسواڙ تي ڏيئي چڪو آهيان، باقي زندگي تہ مون ڪي قسط وار اڌار تي ملي، موت کان نٿو ڊڄان، جيڪي ٿيو، سو ڏٺو ويندو.

پرل: ڪا ٻي ڳالهہ؟

ڪوسنسڪي: مون مري ڄي ڏٺو آهي، پنهنجن ڪتابن ۾ آئون رکي رکي پنهنجو پاڻ ڪي ڪوليندو رهيس. هڪڙا ڏينهن اُهي هئا جو آئون ماڻهن جي اکين جو تارو بڻيل هوس، هاڻي اُهي ڏينهن اچي ويا آهن جو منهنجو جسم هڏائون پڃرو بڻجي چڪو آهي، مون ۾ ايترو سَت نہ رهيو آهي جو راتين جو رُلي سگهان يا وري پنهنجن پڙهندڙن سان ملي سگهان. (اڳي ائين هياس، جو پنهونءَ وتم ڪپڙا، هاڻي ائين ٿياس، جو جَت نہ نيئن پاڻ سين- لطيف)

نوٽ: هن انٽرويو کان بہ ڏينهن پوءِ جيرزي ڪوسنسڪي خودڪشي ڪري ڇڏي.

***

# 2010 جو بوڪر پرائيز ماڻيندڙ برطانوي ليکڪ جولين بارنيس سان ڳالهه ٻولهه

سڀ کان اڳ ۾ اهو عرض ڪري ڇڏجي تہ جولين بارنيس تازو پنهنجي نئين ناول The Sense of an ending تي 2010ع جو بوڪر پرائيز حاصل ڪيو آهي. (مترجم)

جولين بارنيس اتر لنڊن جي هڪ سهڻي باغيچي واري هڪ شاهاڻي گهر ۾ رهائش پذير آهي، جتي سندس زال پيٽ ڪا واناغ ساڻس گڏ رهندي آهي، جيڪا لٽرري ايجنٽ طور ڪم ڪندي آهي. جولين بارنيس جو هي انٽرويو سندس انتهائي وسيع لئبريري ۾ ورتو ويو، جتي گهري خاموشي ڇانيل هئي. انهيءَ لئبريريءَ ۾ ويني ويني درين مان جتي باغيچو پئي نظر آيو، اتي پتين سان لڳ الائي سارن ڪٻٽن ۾ تر ي ڪان وني ڇتين تائين ڪتاب ئي ڪتاب سٽيا پيا هئا. لئبريريءَ ۾ شاندار قيمتي ۽ آرامده صوفا ۽ ڪرسيون پيل هيون. هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ ورزش ڪرڻ واري سائيڪل پيل هئي. جڏهين تہ ٻئي پاسي بليارڊ کيڏڻ جي تمام وڏي ۽ ويڪريءَ ٽيبل پيل هئي. ڪٻٽن کان خالي پتين وارن حصن ۾ هارڪ باڪسر، فلپ رالڪن ۽ گراهم گرين ۽ ٻين وڏن وڏن ليکڪن جي ڪارٽونن سان گڏوگڏ 1862ع ۾ جارج سئنڊ جو ڇڪيل فوٽو ۽ فلابرٽ جي هڪ ننڍڙي خط جي ڪاپي فريم ٿيل هئا. اصل ۾ اهو فوٽو ۽ خط سندس پبلشر کيس تڌهين ڏنا هئا، جڏهن سندس پيپر بئڪ ۾ شايع ٿيل ڪتابن جي ڪاپين جو وڪرو ڏهن لکن جي تعداد تائين پهتو هو. سندس لکڻ جي جاءِ وري ڪاريڊور ۾ هئي، جتي سندس لکڻ جي تمام

وڏي ۽ ويڪري ڊيسڪ پيل هئي، انهيءَ ڊيسڪ تي ٽائيپ رائيٽر، ورڊ پروسيسر، ڪجهه ڪتاب ۽ ڪجهه فائيل ۽ ٻيون ضرورت جون شيون اهڙي طريقي سان رکيل هيون جو جولين بارنيس اهي شيون پاڻ ڏانهن سولائيءَ سان ڇڪي پئي سگهيو.

بارنيس ليسٽر ۾ 1946ع ۾ ڄائو، ستت ئي پوءِ سندس خاندان اتان لڏي اچي لنڊن ۾ ويٺو ۽ اتان جوئي تي رهجي ويو. بارنيس پنهنجي تعليم ستي آن لنڊن اسڪول ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪئي. تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو آڪسفورڊ انگلش ڊڪشنري جو ٻين سان گڏ مرتب بڻيو. سندس پهريون ناول Metro Land ، 1980ع ۾ شايع ٿيو، جنهن کي چڱي خاصي موٽ ملي، پر کيس جيڪا تمام گهڻي مقبوليت حاصل ٿي اها 1984ع ۾ شايع ٿيندڙ ٽئين ناول Flaubert Parrot تي ملي. انهيءَ کان پوءِ هڪ ٻئي پويان سندس ڇهه ناول شايع ٿيا. جن ۾ History of world in 10 chapter. The Porcupan (1992), Cross (1989). Letters from London (1996) Channel اچي وڃن ٿا. جڏهين 2001ع ۾ ڪانئس هي انٽرويو ورتو ويو ته سندس نئون ڪتاب Love تازو تازو شايع ٿيو هو. قد جو ڊگهو ۽ شڪل ۾ سهڻو بارنيس جسماني طور تي ايڏو ته فٽ فاٽ لڳو پيو هو، جو پنهنجي اصلي عمر کان ڏهه سال ننڍو پئي ڏسڻ ۾ آيو. نيازمندي ۽ پرڪشش شخصيت جي ڪري ته هو اڳ ۾ ئي مشهور هو پر سائس ڳالهائڻ کان پوءِ لڳو ته هو هڪ حد کان وڌيڪ ذهين هجڻ سان گڏوگڏ طنز ۾ گفتگو ڪرڻ جو به ماهر آهي، جيئن ته هو شروع کان وٺي فرانسيسي ادب سان لڳاءُ رکندو پئي آيو آهي، انهيءَ ڪري ٻين انگريز ليکڪن جي ڀيٽ ۾ سندس لکڻين کي فرانس ۾ وڌيڪ مڃتا ملي آهي. هو هيستائين فرانس جا اهم اعزاز حاصل ڪري چڪو آهي. جن ۾ Prix Feminta ۽ Ordredes art etdes اچي وڃن ٿا.

گوپي: تون ڪجهه حد کان وڌيڪ يورپين ليکڪ لڳين ٿو، جيڪا ڪنهن به انگريزي ليکڪ لاءِ غير معمولي ڳالهه آهي، پر ساڳي وقت ڪنهن به غير ملڪي ماڻهوءَ لاءِ تون نجو پجو انگريز آهين. مثلن خود فرانس ۾ به توکي هڪ اهڙو نجو پجو انگريز ليکڪ سمجهيو ٿو وڃي، جيڪو فرانسيسي ادب جو به ڄاڻو آهي. تون پنهنجو پاڻ کي ڪهڙي هنڌ رکندين؟

جولين بارنيس: منهنجي خيال ۾ تون صحيح ٿي چوين. برطانيه ۾ مون کي سڪ وچان خالص انگريز ليکڪ هئڻ جي بدران سڄي يورپ جي رنگ ۾ رتل اهڙو ليکڪ سمجهيو ٿو وڃي، جنهن تي فرانسيسي ادب جو مشڪوڪ قسم جو اثر هجي. پر جي تون سڄي يورپ جي حساب سان ڪا ليک ڪڍندين ۽ فرانس وارن کان پڇندينءَ ته توکي جواب ملندو اڙي نه! هو ته خالص انگريز ليکڪ آهي. منهنجي خيال ۾ منهنجو فرانس ۽ برطانيه جي وچ ۾ موجود بيڙو فرانس برطانيه جي وچ ۾ موجود چئنل جي مٿان سمنڊ ۾ ڪٿي اٽڪيو بيٺو آهي.

گوپي: سارتر هڪ مضمون لکيو هو، جنهن ۾ هن انهيءَ ڳالهه جي ڇنڊڇاڻ ڪئي ته ادب ڇا آهي؟ تنهنجي نظر ۾ ادب ڇا آهي؟

بارنيس: سوال هڪڙو آهي، جواب گهڻا آهن. ٿورن اکرن ۾ ڪٿي ائين چئون ته ادب سچ کي کولڻ جو هڪ اهڙو بهترين طريقو آهي، جنهن جي جوڙڻ ۾ شاندار خوبصورت ۽ باضابطه ڪوڙ هڻڻا پوندا آهن. جن ۾ سچ کان به وڌيڪ سچ اچي ويندو آهي. جي اچا به ڳالهه کي اڳتي وڌائبو ته ادب ڪيترين ئي شين جو مجموعو آهي، ٿوري ۾ ڳالهه ائين ٿي ڇئي ته ادب تخليق ڪرڻ وقت دل جو بار دل تان لهي ٿو. ٻوليءَ سان کيڏڻو پوي ٿو، ۽ اوهان اڻ ڄاتل ۽ غير واقف ماڻهن سان اهڙي طريقي مخاطب ٿي ڳنڍجي وڃو ٿا ۽ دل جا حال اوري ڪين ويجهو آڻي ٿا ڇڏيو. جو اهي به اوهان کي ويجهو اچي وڃن ٿا. اها هڪ پنهنجائپ جي ڪيفيت آهي. ايڪويهين صدي جي شروعات ٿي چڪي آهي. تنهن ڪري برطانيه ۾ رهڻ ڪري هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ آئون محسوس ڪريان ٿو ته تاريخي قسم جي ڪميونٽي سان منهنجو لڳ لاڳاپو ڪمزور ٿيڻجي چڪو آهي مثلاً آئون راڻي وڪٽوريا جي دنيا سان. سول وار ۾ وڙهندڙ ماڻهن سان ۽ Roses واري جنگ ۾ حصو وٺندڙن سان ٻڌل ناهيان. پر آئون انهن ليکڪن ۽ آرٽسٽن سان ٻڌل آهيان جيڪي انهن وقتن ۾ موجود هئا.

گوپي: سچ ڳالهائڻ مان تنهنجي مراد ڇا آهي؟

بارنيس: منهنجي نظر ۾ ڪوبه اهڙو معياري ڪتاب سچ آهي، جنهن ۾ انداز بيان جي سگهه، ڪردار نگاري، اسٽائيل ۽ ٻيون اهڙيون شيون ڇڏي ڪري به دنيا جي حقيقتن کي ائين کولي پڌرو ڪيو ويو هجي. جيئن اڳ ۾ ڪنهن ڪتاب ۾ پڌرو نه ڪيو ويو هجي. اهو ڪتاب

پڙهڻ کان پوءِ ائين لڳي ته سماج جي باري ۾ يا انساني جذبات جي باري ۾ ڪتاب ۾ نوان نوان اهڙا سچ بيان ڪيا ويا آهن، جهڙا اڳي موجود ئي ڪو نه هئا. يا ائين ڪٿي چئون ته اهي سچ نوان هوندي ڪري به پڙهندڙ کي دل سان لڳن. گڏوگڏ اهي سچ اهڙا به هجن، جيڪي ڪنهن به آفيس جي رڪارڊ تان، سرڪاري خط و ڪتاب مان، جرنلزم مان ۽ ٽي وي تان نه ڪنيا ويا هجن. ظاهري حقيقتون هڪڙيون هونديون آهن ۽ اندروني حقيقتون وري ٻيون هونديون آهن. انهيءَ ڳالهه کي وڌيڪ سمجهائڻ لاءِ مشهور و معروف Madam Bavary جو مثال ئي ڪافي آهي. انهيءَ ناول جي شايع ٿيڻ کان پوءِ ڪيترائي ماڻهو انهيءَ ناول تي ڪاوڙجي پيا ۽ سندن اها راءِ هئي ته ناول تي بندش وڌي وڃي، پر انهيءَ هوندي به انهيءَ ناول ۾ انهيءَ عورت جي پورٽريٽ جي باري ۾ ۽ ساڻس لاڳاپيل سماجي حقيقتن جي باري ۾ ساڳين ماڻهن کي اندرو اندر اها خبر هئي ته اهو هڪ اهڙو سچ آهي، جيڪو اڳ ۾ تخليق ڪيل ادب ۾ نٿو پاتو وڃي. نئين ڳالهه ۽ نئون سچ هر ڪنهن کي ڏکيو لڳندو آهي، جو اهو سوسائٽيءَ جا وڪا پڌرا ڪندو آهي. منهنجي خيال ۾ اهو ناول مرڪزي نوعيت جو ڪو ادب جي دنيا ۾ حقيقتن کي کولي پڌرو ڪرڻ وارو هو. ڦهو ڦهه سچ هو. انهيءَ ناول ۾ عظمت، وسعت، رک رکاءُ ۽ ڪشش موجود هئي. انهيءَ ڳالهه ۾ ڪنهن به شڪ جي گنجائش ناهي ته هڪڙو سماج ٻئي سماج کان مختلف هوندو آهي. جيڪو سماج اجتماعي ڏاڍ جو شڪار هوندو آهي. اتان جي ادب ۾ سچ ڳالهائڻ جي نوعيت ٻين سماجن جي ڀيٽ ۾ مختلف هوندي آهي. ۽ اهڙين حالتن ۾ ڪڏهين ڪڏهين اهو سچ آرٽ جي ٻين جزن کان وڌيڪ اهميت جوڳو بڻجي ويندو آهي.

گوپي: ادب جون الائي ساريون صنفون آهن. جن ۾ مضمون نگاري، شاعري، فڪشن ۽ نئين قسم جي جرنلزم اچي وڃن ٿيون. سيني صنفن ۾ سچ بيان ڪرڻ جي سگهه موجود هوندي آهي. فڪشن لکڻ کان اڳ ۾ ٿي تون هڪ سٺو مضمون نگار ۽ جرنلسٽ هئين، انهيءَ هوندي ڪري به پوءِ تو فڪشن لکڻ جي چو چوند ڪئي؟

بارنيس: ايمانداريءَ جي ڳالهه اها آهي ته آئون جرنلزم ۾ فڪشن جيترو سچ لکي نه سگهيس. مون اظهار جي انهن ٻنهين وسيلن کي استعمال ڪيو ۽ ٻنهين قسمن جي ڪم مان مزو به ورتو. انهيءَ ڳالهه کي

ٿلهي ليکي ڪٽي وٺ. جڏهين ڪو به ليکڪ جرنلزم لکندو آهي ته انهيءَ جو خاص ڪم ته اهو هوندو آهي ته هو دنيا جي ماڻهن کي سڌي سادي ڍنگ ۾ اهڙيون مٿاڇريون ڳالهيون لکي ته جيئن پڙهندڙ هڪڙي ئي ڌڪ ۾ آسانيءَ سان پڙهي وڃي، جڏهين ته هيءَ دنيا ايتري سڌي سادي ناهي. پر جڏهين ڪو فڪشن لکڻ وهندو آهي ته سندس بنيادي ڪم اهو هوندو آهي ته هو دنيا جي مٿاڇرين حقيقتن جي ابتڙ دنيا جي گهڻن پاسن ۽ تهه در تهه حقيقتن جي اولڙن کي فڪشن ۾ سمائيندو وڃي. مون جيڪا جرنلزم لکي، اها چرٽي وانگر سنئين سڌي هئي، پر فڪشن لکڻ وقت ڪوٺ ڪوٺان ڪري ظاهري سچ هينان موجود نوان سچ ڳولٽا پوندا آهن. فڪشن پڙهڻ وقت پڙهندڙ جي اڳيان ڪيئي پرت کلندا ويندا آهن.

گوپي: ننڍي هوندي توکي ليکڪ بڻجڻ جو خيال آيو؟

بارنيس: قطعي نه ننڍپڻ ۾ آرٽسٽ ٿيڻ جي خواهش ڪرڻ ۽ آرٽسٽ بڻجڻ جي پريڪٽس ڪرڻ هڪ ائبنارمل شئي آهي، پر جي آرٽ کي زبان و بيان جي ذريعي عمل ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪجي ته اهو آرٽ بئي آرٽ کان وڌيڪ ائبنارمل هوندو آهي. انهيءَ ڪري ادب جي دنيا ۾ گهڙڻ جو عمل انهن خاندانن لاءِ اجوڳو هوندو آهي، جن ۾ سڄو زور ڪيريئر ناهڻ ۽ ڪيريئر کي چوٽ تي ڪٽي وڃڻ تي هوندو آهي. اهڙي خاندان ۾ رهندي مون ڪڏهين به ڪونه سوچيو ته ڪو آئون ليکڪ بڻبس ۽ خواري سر تي ڪٽندس.

گوپي: پر تنهن هوندي به تنهنجي ملڪ انگلينڊ ته وڏا وڏا ليکڪ پيدا ڪيا. شايد دنيا جو وڏي ۾ وڏو ادب تخليق ڪيائون ۽ نالو ڪمايائون.

بارنيس: اهو هڪ الڳ سچ آهي، پر جڏهين ڪو ماڻهو ڪجهه وهيءَ مان پيو گذرندو آهي ۽ معقول حد تائين پڙهندڙ به آهي ته اهڙي صورت ۾ هو ادب پڙهندو به آهي، سمجهندو به آهي ۽ سمجهائيندو به آهي ۽ ادب سان ويهندو به آهي. پر تنهن هوندي به اهو ضروري ناهي ته هو پاڻ ادب تخليق ڪري ويهي رهي. آئون پنهنجي ڪچيءَ وهيءَ کان وٺي تمام گهڻو ادب پڙهندو رهيس.پر منهنجي ذهن ۾ اها ڳالهه وينل هئي ته ادب تخليق ڪرڻ ڪن ٻين ماڻهن جو ڪم آهي. ساڳئي طرح جڏهين آئون اڃا ڇئن پنجن ورهين جو هوس ته منهنجي دل ۾ اها خواهش وينل هئي ته

آئون اڳتي هلي ڪري ريل گاڏيءَ جو ڊرائيور بڻيس. پر گڏوگڏ مون کي اها به خبر هئي ته اهو ڪم بين ماڻهن جو آهي. آئون اهڙي خاندان مان اڀريو آهيان، جن جو ڪم ئي هو ماستري ڪرڻ. منهنجا ماءُ پيءُ ٻئي ماستريءَ جو ڌنڌو ڪندا هئا، تنهن ڪري گهر ۾ ڪتابن جو واهپو هو ۽ لفظن جي حرمت به هئي، پر اهڙي قسم جي ڪابه خواهش ڪانه هئي ته ڪو ڪتاب به لکڻا آهن. پوءِ اهي ڪتاب پلي ڪٽي درسي هجن. انهيءَ زماني ۾ رڳو منهنجي ماءُ جو هڪ خط شام جي اخبار "ايوننگ اسٽينڊرڊ" ۾ ڇپيو هو. اسان جي خاندان ۾ وڌ ۾ وڌ ايتري ادبي ڪاوش جنم ورتو هو.

گوپي: ايمس وارن واگ وارن جي باري ۾ ڇا خيال اٿيئي؟

بارنيس: ٻنهين خاندانن جا ليڪڪ فيني ۽ انٿوني ٽرولوپ وانگر آهن ۽ ائبنارملٽي جي وڏي نشاني آهن. ليڪڪ ڪي شاهي خاندان جا استاد بورچي ته نه هوندا آهن، جيڪي نسل در نسل رڌ پچاءَ جي ذات جا مالڪ هجن ۽ مخصوص بيج هٽي هلندا هجن.

گوپي: تون چوين ٿو ته تو تمام گهڻو ادب پڙهيو آهي، ڪنهن ڪنهن کي پڙهيو اٿيئي؟

بارنيس: آئون جڏهين چوڏهن پندرهن ورهين جو هوس ته مون پڙهڻ جي شروعات فرينچ ادب سان ڪئي. پر جڏهين پهريون ڀيرو Madam Bavary پڙهيم ته انهيءَ ڪان سنت ئي پوءِ اسان جي انگريزي ادب واري استاد اسان کي ادبي ڪتابن جي فهرست ناهي ڏني ته اهي ڪتاب وڃي پڙهون. اصل ۾ انهيءَ فهرست ۾ سڄي يورپ جي شاهڪارن کي شامل ڪيو هئائين. انهن مان ڪي ليڪڪ ته اهڙا به هئا، جن جو مون اڳي ڪڏهن به نالو ڪونه ٻڌو هو. اهو ساڳيو وقت هئو، جنهن زماني ۾ اسان کي برطانوي فوج واري ڊريس پهرائي. "ڪمبائينڊ ڪيڊٽ فورس" ناهي فيلڊ ۾ موڪليو ويو. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته جڏهين اسان کي سئنڊوچ کائڻ جو وقفو ملندو هو ته آئون Crime and Punishment ڪڍي پڙهندو به ويندو هوس ۽ سئنڊوچ به کائيندو رهندو هوس. صحيح معنيٰ ۾ انهيءَ ناول ئي مون کي ادب پڙهڻ ڏانهن راغب ڪيو. اهوئي زمانو هو جو آئون ادب پڙهڻ جو چنو هيراڪ بڻجي ويس ۽ مون کي روسي ادب جي ٻنهين ڳرن شاهڪارن سان گڏوگڏ انگريزي ۽ فرينچ ادب به پڙهڻو

پنجي ويو. اهڙيءَ طرح مون ٽالسٽاءِ، دوستو وسڪي، پشڪن، گونچاروف، ليرمونوٽوف ۽ ترگنيف جهڙن روسي ليکڪن سان گڏوگڏ وولٽائر، فلابرٽ، بادليئر، ويرلئين ۽ رمباد کي پڙهيو. انهيءَ ڪانسواءِ انگريزيءَ جو جديد فڪشن به پڙهيم. جنهن ۾ واگ، گراهم گرين، هڪلسي ۽ ٽي ايس ايليٽ اچي ٿي ويا. ظاهر آهي اهڙيءَ صورتحال ۾ مون کي ٿامس هارڊي، هاپڪس ۽ ڊوني به پڙهڻا پئجي ويا.

گوپي: انگريزي زبان جي ڪلاسيڪي ناول نگارن ۾ جارج ايليٽ، جين اسٽين ۽ ڊڪنس جي باري ۾ ڇا خيال اٿئي؟

بارنيس: انهن کي دير سان پڙهيم. آئون يونيورسٽي ۾ جيتوڻيڪ انگريزي ادب پڙهندو هوس، پر انهيءَ عرصي دوران انهن کي نصابي طور تي پڙهيم. يونيورسٽيءَ جي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ آزادانه طور تي پڙهڻ لاءِ پهرئين جارج ايليٽ جو وارو آيو. پر جنهن ڪتاب مون کي اندران ڏڪ هنيو، اهو هو بين اسٽين جو لکيل ناول Middle March هو. اڄا تائين به آئون انهيءَ ناول کي انگريزي زبان جو وڏي ۾ وڏي ڪلاسيڪي ناول ٿو سمجهان.

گوپي: پر پوءِ لکڻ جو خيال ڪڏهين آيئي؟

بارنيس: جي پلجان نٿو ته ويهارو ورهين جي ڄمار کان پوءِ اصل ۾ مون جڏهين آڪسفورڊ جي انگريزي ڊڪشنريءَ تي ڪم پئي ڪيو ته اهو يڪسانيت وارو ڪم ڪري ڪري رت ٿي پيس. سو ڇا ڪيم جو اهو ڪم ڇڏي آڪسفورڊ وارن لاءِ "ادبي گائيڊ" تي ڪم شروع ڪري ڏنم. پر شڪر ٿيو جو آڪسفورڊ وارن انهيءَ گائيڊ کي ته قبول ڪري ورتو، پر شايع نه ڪيائون. اهو ڪم ڪرڻ کان پوءِ پنجويهن ورهين جي ڄمار ۾ وڃي ناول لکڻ شروع ڪيم. پر اهو ناول به ڪجهه وقت وٺي ويو. ڇاڪاڻ جو ناول لکندي لکندي هڪڙو ته همراهن رکي رکي ڪنديون پئي هنيون. ٻيو ته مون کي پاڻ کي اهو شڪ ٿي پيئو ته الائي ناول لکي به سگهندس يا نه. ٿيو اهو ته ناول جي ڏس ۾ ڪجهه بارن اها به ڪوشش ڪئي ته همت هاري ويهي رهان. نيٺ هٿي ڏٿي پنهنجو پهريون ناول Metro land لکي پورو ڪيم ۽ شايع به ٿي ويو ۽ آئون چوٽيهن ورهين جي ڄمار جو ٿي ويس. سو اهو منهنجو پهريون ادبي پورهيو هو، جنهن ۾ اٺ نو سال لڳي ويا ظاهر آهي ته رڪجي رڪجي لکڻو پيم. تنهن ڪري گهڻو وقت وٺي

ويو، پوءِ به مون کي پنهنجي انهيءَ ڪم ۾ ڪوبه پروسو ڪونه هو. دل ٿي نه پئي چوي ته ڪو چڱو ڪم ڪيو اٿم. اهو به محسوس ڪيم ته آئون ناول نگار آهيان ئي ڪونه.

گوپي: آڪسفورڊ واري انگريزي ڊڪشنريءَ ۾ تنهنجو ڪو حصو پتي؟

بارنيس: چئن جلدن جو، اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي رهيس. هر لفظ جي ڊيفينيشن لکڻ لاءِ هر لفظ جي تاريخ ۽ شروعاتي معنائون ڳولڻ لاءِ ڪنڊ تو ڙ ريسرچ ڪيم. ائين 1889ع کان پوءِ واري انگريزي بولي تي پنهنجا ٽي سال ڳاريم ۽ حرف "C" کان وٺي حرف "G" تائين جو ڪم منهنجو تيل آهي. باقي آئون اهو نٿو سمجهان ته ڪو اها ڊڪشنري مون کي ناول لکڻ ۾ ڪم آئي هجي.

گوپي: تو اجا يونيورسٽي مان گريجوئيشن به ڪونه ڪئي هئي، ته تو مضمون به لکيا. انهيءَ عرصي دوران تنهنجو ڪو اهڙو استاد هو، جنهن تنهنجي خاص ذات کي پرکي وتو هجي ۽ تنهنجي همت افزائي ڪئي هجيس؟

بارنيس: خاص ذات؟ آئون نٿو سمجهان ته ڪا مون ۾ اهڙي خاص ذات هئي. جو ڪو استاد جاسوسي ڪري اها خاص ذات ڳولي ها. جڏهين مون فائنل پيپر ۾ زباني امتحان پئي ڏنو ته ڪرائسٽ چرچ سان لاڳاپيل هڪڙي اسڪالر ڪرئيل شيئيمر مون کا اهو پڇيو ته آئون ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪهڙي ڌنڌي سان لڳندس ته مون کيس اهو جواب ڏنو ته آئون اوهان ماسترن مان ئي هڪ هوندس. اهو مون انهيءَ ڪري چيو هو ته مون کان اڳ ۾ منهنجو پاءُ پهريون نمبر آيو هو ۽ اڳتي هلي ڪري فلسفي جو گڙنگ پاتاريدار بڻجي ويو هو، پر وري ساڳئي اسڪالر مون کان اهو سوال پڇيو ته مون ڪڏهين جرنلسٽ بڻجڻ جي باري ۾ ڪجهه سوچيو آهي؟ آئون سمجهان ٿو ته هن اهو سوال مون کي ٽوڪ هڻندي پڇيو هو. ڪنهن اسڪالر جي واتان چيل اها ڳالهه ترڪٽي ۽ واٽڙي هئي. آخر ۾ جڏهين نتيجو نڪتو ته فرسٽ ڪلاس جي بدران سيڪنڊ ڪلاس مليو. مون لاءِ آڪسفورڊ يونيورسٽي جو ماستر بڻجڻ جا دروازا بند ڪيا ويا.

گوپي: سيڪنڊ ڪلاس چو؟

بارنيس: شايد گهربل محنت ڪانہ ڪئي هيم. بہ ڀيرا تہ سبجيڪٽ بدلايم. پهرئين فرانسيسي ۽ روسي ادب جو سبجيڪٽ ڪنيم، پوءِ اهو سبجيڪٽ بدلائي فلسفي، سياسيات ۽ نفسيات جو سبجيڪٽ ڪنيم، وري اهو سبجيڪٽ بدلائي فرانسيسي ادب جو سبجيڪٽ ڪنيم. ظاهر آهي تہ نصابي ڪم ۾ تہ آئون ڪچو هوس.

گوپي: تو جڏهين فلسفي، سياسيات ۽ نفسيات جا سبجيڪٽ پئي پڙهيا تہ انهن تنهنجي سوچ تي يا وري تنهنجي اينڊڙ ڪم تي ڪو اثر ڇڏيو؟

بارنيس: سچي ڳالهہ تہ اها آهي تہ ڪوبہ اثر ڪونہ ڇڏين. انهن ٽنهين سبجيڪٽن ۾ آئون ڏڏو شاگرد هوس. مون اهي سبجيڪٽ انهيءَ ڪري کنيا هئا جو ادب جي سبجيڪٽ کان آئون تہ ڇٽي طرف واقف هوس. سو رهيل ٽي سال اجايا ڳارڻ نہ پئي چاهيم. مون تہ اهو پئي گهريو تہ فلسفي ۽ نفسيات جي شعبن ۾ چڪ هڻي ويهي رهان، جو اهي بئي شعبا منهنجي ڪم وٽان هئا. سو هئا تہ ڪم وٽان پر تعليم دوران انهن تي اپري نہ سگهيس. منهنجو اوڏانهن دماغ ئي نہ پيو وڃي، اصل ۾ اهي بئي شعبا منهنجي پاڻ کي وراثت Genes ۾ ملي چڪا هئا ۽ مون لاءِ ڪجهہ بہ نہ بچيو هو. فلسفي ۾ وري اها مصيبت هئي جو هڪڙو وقت هڪڙي ڳالهہ پڙهہ تہ بئي هفتي اڳئين پڙهيل فلسفي جي نظرين تي پٽي ڦري ويندي هئي. ۽ نوان نظريا اچي ڪن ڪيندا هئا ۽ اڳيان نظريا غلط ثابت ڪيا ويندا هئا.

گوپي: پر اها حقيقت آهي تہ دنيا جي وڏن وڏن ادبي شاهڪارن ۾ فلسفو ۽ نفسيات پاتا وڃن ٿا. شوپنهار جو چوڻ آهي تہ نفسيات جي گهڻن ڪتابن پڙهڻ کان پوءِ هن جيڪا صحيح قسم جي نفسيات پاتي، اها ڪيس دوستو وسڪي جي ناولن مان حاصل ٿي.

بارنيس: ڳالهہ تہ صحيح ڪئي اٿس. اهوئي ڪارڻ آهي جو ناول مرئو ناهي. ناول جي مقابلي ۾ بئي ڪابہ اهڙي شئي ناهي، نفسيات جي ڪنداٽن ڳجهن اندر جي ڳالهين ۽ خارجي ردعمل کي ظاهر ڪري سگهي ٿو.

سدني ۾ اسان جو گهاٽو يار آهي، جيڪو ڪلينيڪل سائيڪاٽرسٽ آهي هو ڪنهن چرئي تي ويل مريض جو علاج ڪندو آهي

تہ ڪلينيڪل نڪتہ نگاھ کان شيڪسپيئر جي ڪم کي بہ ذھن ۾ رکندو آھي. چاڪاڻ جو شيڪسپيئر جي ڪم ۾ چريائي جي باري ۾ چٽائيون ڪيل آھن.

گوپي: سو انھيءَ ڪري تو بہ ناول کي پنھنجو پروفيشن ڪري چونڊيو آھي.

بارنيس: اونھو! اھا ڳالھہ ناھي، مون ناول جي صنف کي ڪونہ چونڊيو آھي ۽ نہ ئي ڪو مون ۾ ايترو دم خم آھي جو اھڙو پروفيشن چونڊي سگھان. پر ناول جي صنف منھنجي چونڊ ڪئي آھي. ھاڻ ڏيئي ونئي، ڇڪي تاڻي ايترو چئي سگھان ٿو تہ آئون نيٺ ناول نگار بڻجي ويس ۽ جي منھنجي دل گھري تہ جرنلزم جو بار بہ کڻي سگھان ٿو، پر جيڪي ماڻھو بستري تي پيل بلئنڪيٽ اوڍي ڪھاڻيون لکي وٺندا آھن اھي ذھني طور تي خالي ھوندي بہ نلھن لفظن جي سَٽَ ڪٽَ ڪرڻ جھڙا تي ويندا آھن، تہ سندن تصور جي پيٽ ۾ بہ ڪوٺا پيا ڊوڙيندا آھن تہ سچي دنيا سندن نثر پڙھڻ لاءِ آتي آھي تہ آئون اھڙن ماڻھن مان ناھيان ۽ نڪو اھڙو ارادو اٿم. مون کي تہ رڳو پنھنجي اھڙي اعتماد جو تصور ئي پيدا ڪرڻ ۾ ڪئي ورھيہ لڳي ويا، تڏھن وڃي ناول لکڻ جھڙو ٿيس.

گوپي: تنھنجي پھرئين ناول Metro land مان صاف صاف تو لڳي تہ اھو تنھنجو سوانحي ناول آھي. گڇ ليکڪ پھرئين ناول ۾ ئي اھا ڪوشش ڪندا آھن تہ اھو سندن سوانحي ناول ھجي، تو بہ ائين ڪيو ڇا؟

بارنيس: پير بڌي ڳالھہ ڪري نٿو سگھان. باقي ايتري پڪ اٿم تہ ناول جو پھريون ٽيو حصو منھنجي بلوغت اچڻ واري وقت تي بڌل آھي. جنھن ۾ انھيءَ عمر جو نفسياتي اپار ۽ پنھنجي چوڌاري موجود سرزمين جو ذڪر اچي ويو آھي، سوبہ خاص طور تي انھيءَ پھرئين ٽئين حصي لکڻ کان پوءِ مون کي انھيءَ حقيقت جو ادراڪ ٿيو تہ باقي رھيل ناول منھنجي طرفان بہ ڪا تخليقي ايجاد ٿيڻ گھرجي. ائين ناول جي رھيل حصي ۾ وڏي پيماني تي تخليقي ايجاد موجود آھي. جڏھين پنج سال کن اڳ منھنجو اھو ناول فرانس ۾ ترجمو ٿيو انھيءَ کان پوءِ وڃي انھيءَ ناول جو مان ۽ شان وڌيو، ايتري قدر جو فرينچ ٽي وي وارن انھيءَ ناول جا ڪجھہ حصا پئرس ۾ رڪارڊ ڪيا. پر مون کي اھا ڳالھہ ڪڪڻ لڳي، تنھنڪري مون ڪانئن پڇيو تہ ھن ناول جا ٽڪرا تہ پئرس ۾ رڪارڊ ڪيا،

پر پوءِ بہ منهنجو انٽرويو هتي لنڊن ۾ ڇو پيا ونن؟ انهيءَ تي هنن مون کي ٻڌايو تہ هيءُ ئي لنڊن شهر آهي، جتي ناول موجب مون پنهنجو ڪنوارپڻو وڃايو، پر مون منهن جي پڪائي ڪنهڙي ڪين ٻڌايو تہ اهڙي ڪا ڳالهہ ناهي. منهنجي سر تان اها ڳالهہ ٽري ويئي تہ ڪو اهو ناول سوانحي آهي. ائين منهنجي انهيءَ ناول کي منهنجي پنهنجي تخليقي ايجاد سمجهيو ويو ۽ اصل حقيقت نوٽيس ۾ ڪانہ آئي.

گوپي: ڪنهن سوانحي ناول کي تخليقي ايجاد ۾ تبديل ڪرڻ مان توکي ڪهڙي اميد هئي؟ انهيءَ ناول ۾ تو ڇا چوڻ پئي گهريو؟

بارنيس: اصل ۾ اِهو ناول شڪست جي باري ۾ آهي، مون اها ڳالهہ لکڻ پئي چاهي تہ ڪوبہ ماڻهو جوانيءَ جي ترنگ ۾ هوندو آهي ۽ ڪيئي ارادا پالي هلندو آهي، اهو ساڳيو ماڻهو عمر وڌڻ کان پوءِ سمجهوتن تي لهي ايندو آهي. مون اهڙو ناول لکڻ پئي چاهيو، جيڪو بالزاڪ جي خيالن جي بلڪل ابتڙ هجي. انهيءَ ناول جي آخر ۾ ناول جو هيرو جڏهين ٽڪريءَ تي چڙهي، مٿان کان شهر کي ڏسندو آهي تہ هو انهيءَ شهر کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ جي بدران خود شهر جو غلام ٿي ويندو آهي ۽ هيرو جو تصور گم ٿي ويندو آهي. Metro land اصل ۾ اهڙو هنڌ آهي، جيڪو اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ لنڊن ۾ تڏهين نروار ٿيو، جڏهين لنڊن ۾ انڊر گرائونڊ وارو نظام جڙي راس ٿيو. انهيءَ زماني ۾ انهيءَ خيال بہ جنم ورتو تہ برطانيہ ۽ فرانس واري چئنل هيٺان سرنگهہ ناهي سڄي يورپ جي ريلوي جي نظام ذريعي يورپ جي شهرن کي پاڻ ۾ ملائيو وڃي ۽ ريل گاڏي مانسچٽر ۽ برمنگهم کان ٿيندي لنڊن مان اچي مسافر کڻي ۽ پوءِ اهي مسافر يورپ سان ڳنڍجي وڃن. لنڊن جي جنهن ڪنڌائتي حصي ۾ مون پنهنجو ٻاروتڻ گذاريو، اتان جي ماڻهن ۾ اها اميد پئدا ٿي پيئي ۽ خيال اڀريو تہ هاڻي انهن جي زندگيءَ جو دائرو وسيع ٿي ويندو ۽ اها اميد پئدا ٿي پيئي ۽ اهي ريل گاڏيءَ جي ذريعي ڏگهو سفر پئي سگهندا. پر انهيءَ زماني ۾ اهو ڪم ٿي نہ سگهيو ۽ ماڻهن جي اميد مايوسيءَ ۾ تبديل ٿي ويئي. منهنجي ناول جو پس منظر اهوئي هو، جنهن ۾ ناول جو هيرو ڪرس ۽ ٻيا ڪردار هيئنئون لاهي مايوس ٿي ٿا وڃن.

گوپي: پر بالزاڪ ۾ ناول جا هيرو سڀ جا سڀ رامسٽگينيڪ

وانگيان يا سندس ناول Take the city جي ڪردارن وانگر پر اميد ناهن.

بارنيس: پر اهي سڀ ڪردار اهو ته سوچيندا نظر ٿا اچن ته ڪين ڪامياب ٿيڻو آهي، انهن کي ايتري ته اجازت هوندي آهي ته اهي ٽڪريءَ تي چڙهي شهر کي ڏسن، پر اهي شهر جا غلام ته ڪونه ٿا ٿين.

گوپي: تنهنجا جيڪي پسنديده ليکڪ آهن، انهن ۾ بالزاڪ نه نٿو اچي. پر ائين ته لڳي ٿو ته تون انهيءَ ڳالهه تي غور ڪندو رهيو آهين ته بالزاڪ ۽ فلابرٽ سان يا وري ٽالسٽاءِ ۽ دوستو وسڪي مان ڪنهن کي وڌيڪ اهميت ڏجي. ايلين روبي گرليٽ به بالزاڪ کي ناپسند ڪندو آهي، جنهن جو اهو سبب ڄاڻايو اٿس ته بالزاڪ جي دنيا ۾ ضابطا پاتا وڃن ٿا، جن جي تحت سندس ڪردار باقاعدگيءَ سان هڪ خاص قسم جو گروهه پيدا ڪري وجهن ٿا. جڏهين ته فلابرٽ جي ڪم ۾ وڏو ٻڙڌڪ متل هوندو آهي ۽ سندس تخليق ڪيل ڪردار جي باري ۾ اهو پتو نٿو لڳائي سگهجي ته ڪهڙو رخ ٿا اختيار ڪن، تون به ائين سوچيندو آهن ڇا؟

بارنيس: هن دنيا جا به اڌ ڪري هڪڙو اڌ بالزاڪ جي حوالي ۽ ٻيو اڌ فلابرٽ جي حوالي ڪيو ويندو ته به آئون فلابرٽ واري اڌ ڏانهن هليو ويندس، ڇاڪاڻ ته ڪنهن حد تائين فلابرٽ وٽ وڌيڪ آرٽ پاتو وڃي ٿو. بالزاڪ جديد دور کان ٽٽل ناول نگار آهي. درحقيقت Madam Bavary پهريون جديد ناول هو، جيڪو سچو جو سچو، بنا ڪنهن روڪ رنڊڪ جي ناول طور تي لکيو ويو. ساڳئي زماني ۾ اٺويهين صديءَ ۾ خاص ڪري برطانيه ۾ ڪيترائي ناول ڇپيا ته سهي پر اهي ناول وري رسالن ۽ اخبارن لاءِ قسطوار لکيا ويا، اهي ناول نگار هڪڙي قسط لکي پوءِ پَرچي جي انتظار ۾ هوندا هئا ۽ انهيءَ وچ ۾ واندا رهندا هئا، ائين سندن ناولن ۾ ڪنڌي پوندي رهندي هئي ۽ ڌيان ٻئي پاسي هليو ويندو هئو. جڏهن اخبار يا رسالا وڪڻڻ وارو چوڪرو اچي سندن گهر جو در جهلي. جيڪڏهن ڪنهن انگريزي ناول کي Madam Bavary واري قطار ۾ بيهاريو ته اهو آهي Middle March جيڪو بنا ڪنهن ڪنڌي پوڻ جي يڪسوئيءَ سان لکيو ويو. پر فلابرٽ ته پنهنجي ڪم ۾ توڙي بياني طور تي آزادانه اسٽائيل سان لکيو ۽ پنهنجي ڪم ۾ نئون رنگ ڍنگ ڏيکاريو. رهي ڳالهه سماجي تاجي پيٽي کي کولي پڌرو ڪرڻ جي ته انهيءَ حد تائين بالزاڪ ۽ فلابرٽ ۾ ڪو وڏو ويڇو نظر نٿو اچي ۽ ٻئي

ڇٺا لڳ ڀڳ برابريءَ جي سطح تي موجود آهن، سو ٻه صرف انهيءَ تائين جيئن ناول Madam Bavary کي جديد ناول جي ابتدا آهي. ائين وري فلابرٽ جو نامڪمل ناول Bouvard et pechuchet جيڪو 1881ع ۾ سندس وفات کان پوءِ شايع ٿيو. اهو ناول وري جديديت پسندي جي ابتدا هو. اها هڪ مزيدار ڳالهه آهي ته سائرل ڪونولي جو چوڻ آهي ته جيمس جوائس جو اهو پسنديده ترين ناول هو. مون جڏهين اها ساڳئي ڳالهه رچرڊ ايلمين کان پڇي ته انهيءَ به اهو چيو ته ائين ٿي سگهي ٿو، پر انهيءَ ڳالهه جو ڪو ڏنو وائنو ثبوت نٿو ملي. اصل ۾ اهو ناول ٻن ڪلرڪن جي چوڏاري ڦري ٿو. جيڪي حقيقت پسند هئڻ جي باوجود وڏي مونجهاري جو شڪار آهن. اهي ٻئي ڪردار انهيءَ ڳالهه کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ته ماڻهو سخت پورهيو ڇو ڪندا آهن؟ هر قسم جي معلومات حاصل ڪرڻ جي پويان ڇو هوندا آهن؟ ۽ آخر ۾ شڪست ڇو کائيندا آهن؟ جڏهين پنهين ڪردارن کان اهو مامرو نه نبرندو آهي ته ٻئي ڇٺا شڪست کائي اهڙي ڪم ۾ لڳي ويندا آهن، جيڪو غير معمولي سطح تي جديد قسم جو ڪم هوندو آهي. ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ فلابرٽ عام طور تي سولي سڌي طرح 1880ع جي عمومي حالتن جي باري ۾ ايندڙ وقت لاءِ هڪ اهڙو خيال ڏنو آهي. جيڪو حيرت انگيز طور تي بولڊ آهي.

گوپي: فلابرٽ کي پنهنجو ئي لکيل ناول Salammbo نپ ڪونه وڻيو، انهيءَ جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟

بارنيس: برابر. هن ائين ڪيو. پر هن پنهنجي ڪم جي باري ۾ ٻيون به گهڻيئي متضاد ڳالهيون ڪيون آهن، پاڻ سپ متضاد ڳالهيون ڪندا آهيون. مثلاً هن ته ائين به چيو هو ته سندس دل ٿي گهري ته مارڪيٽ مان سندس ناول Madam Bavary جي هڪڙي هڪڙي ڪاپي وٺي، سپ ڪاپيون ضايع ڪري ڇڏيان. ڇاڪاڻ جو اهو ناول سندس ٻئي ڪم مٿان چڙهيو بيٺو آهي ۽ سندس ڪنهن ٻئي ڪتاب کي ايرڻ ئي نٿو ڏئي. حقيقت ته اها آهي ته سندس ناول Salammbo سماجي سطح تي توڙي ادبي سطح تي وڏي ڪاميابي حاصل ڪئي. تنهن کان پوءِ منهنجي خيال ۾ ته سندس ڪهاڻين جي مجموعي Trois contes ۾ جيڪي ڪهاڻيون آهن، اهڙيون ڀرپور ۽ زوردار ڪهاڻيون اڄ تائين نه لکيو ويون آهن. سندس ڪتاب L' Education sentiment ale به پاڻ ڏانهن ڇڪيندڙ ڪتاب آهي. پر

انهيءَ جا هڪ سئو کن صفحا اضافي ٿا لڳن. جيتري قدر فلابرٽ جي ناول جو تعلق آهي ته اهو بلڪل هيرن جواهرن جي مڙهت وانگيان آهي، جنهن کي اوهان کي هر صورت ۾ قبول ڪرڻو پوندو، اهو ناول پڙهڻ وقت پڙهندڙ لاءِ سمجهوتو ڪرڻ جي ڪابه واٽ نٿو ڇڏي.

گوپي: بين جا ڪم ڇپتا، واپس اچون ٿا تنهنجي ڪم تي. Metro land شايع ٿيڻ کان پوءِ انهيءَ ناول جي واڪاڻ ۾ تبصرا ڇپيا، انهن تبصرن ڇپجڻ کان پوءِ ته تنهنجو حوصلو وڌيو هوندو؟

بارنيس: شايع ٿيل ڪتاب کي هٿ ۾ ڏسي ۽ حوصلہ افزا تبصرا پڙهي دل کي ڏڍ ٿيو ته هاڻي ناول لکڻ جهڙو ٿي پيو آهيان، پر تڏهين به منهنجي فطرت آهي ته آئون بين ليکڪن سان اهڙا معاملا شيئر ڪندو آهيان. انهيءَ صلاح مشوري کان پوءِ منهنجي ذهن ۾ اهو خيال اڀريو ته صرف هڪڙو ڪتاب ڪاميابيءَ سان لکي ويس ته انهيءَ مان ڇا ورندو. اها ڳالهه ڳٽي جڏهين بيو ناول لکڻ لڳس ته اهو مون لاءِ پنهنجي حساب سان سخت قسم جو ڪم ته هو، پر تيزيءَ سان ٿي ويو. هيستائين ست اٺ ناول لکڻ کان پوءِ به اجا تائين دل ۾ اهو شڪ ويهي رهندو آهي ته ايندڙ پيري الائي ناول لکي سگهندس يا نه؟ نارمل حالتن ۾ به آئون ناول لکڻ جي ڏس ۾ ڇڪتاڻ ۾ ورتل هوندو آهيان.

گوپي: بلاشڪ ڪي ناول نگار سڄي زندگيءَ ۾ صرف هڪڙو ئي شاهڪار ناول لکي سگهندا آهن جنهن جو مثال ٻن ناولن ۾ ملي ٿو، هڪڙو Dr Zhiwago ۽ ٻيو The leopard پوءِ به ضروري آهي ڇا ته ڪوبه ناول نگار مقرر وقفي کان پوءِ ڪتاب پويان ڪتاب لکندو وڃي؟ هڪ ئي شاهڪار ناول ڇونہ لکجي؟

بارنيس: ڳالهه ته صحيح آهي، مون کي انهيءَ ڳالهه جو ڪوبه ڪارڻ نظر نٿو اچي ته ليکڪ صرف نالو ڳڻائڻ لاءِ لکندو رهي. منهنجو خيال به ائين ڇوي ٿو ته جڏهين ليکڪ وٽ لکڻ لاءِ ڪجهه به نه بچي ته ڪني بس ڪري، پر ڪڏهين ڪڏهين ائين به ٿيندو آهي ته ڪجهه ناول نگار غلط فهميءَ جو شڪار ٿي وڏيڪ ڪجهه لکڻ ڇڏي ڏيندا آهن. باربرا پائيم جو مثال پڌرو پيو آهي ته جڏهين ڪيس سندس پبليشر ڇئي ڇڏيو ته تنهنجي ناولن ۾ جان نه رهي آهي، انهيءَ اجائي ڳالهه تي لڳي هن اڳتي لکڻ ڇڏي ڏنو. سو اهڙي غلط فهمي جو شڪار به ٿيڻ نه گهرجي. آئون اي

ايم فاسٽر جو ڪو ايڏو پرستار ناهيان پر، جڏهين ڏيئي نہ وئي سندس ذهن ۾ آيو تہ ڪيس چوڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ بچيو آهي. سو انهيءَ غلط فهميءَ ۾ اچي ڪٿي لکڻ کان بس ڪيائين. بظاهر تہ اهڙي ڳالهہ مجي ونڻ وڏيءَ همت جو ڪم آهي، پر اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ اوهان جيڪڏهن پروفيشنل ليکڪ هئڻ جي باوجود لکڻ وقت ذهني چِڪتاڻ ۾ ٿا رهو تہ انهيءَ جو مطلب اهو ناهي تہ اوهان لکڻ ڇڏي ڏيو. ڪنهن اهڙي غلط فهميءَ جو شڪار ٿي لکڻ ڇڏي ڏيڻ بہ تہ همت هارڻ جي برابر آهي. پر آئون توسان The leopard ۽ Dr. Zhiwago جي باري ۾ متفق آهيان. چاڪاڻ جو پاسترناڪ جي شهرت سندس شاعريءَ سان لاڳاپيل هئي ۽ کيس شاعر طور تي مڃتا مليل هئي، پر جي ڪٿي Dr Zhiwago جهڙو شاهڪار ناول لکي بہ ورتائين تہ اهو بہ انهيءَ مڃتا واري ڳُٽپ ۾ اچي ويو ۽ وڌيڪ ڪو ناول لکڻ جي کيس ضرورت نہ رهي. باقي رهيو لئميئيدوسا تہ اهو ادب سان واڳيل هئڻ جي بدران سِسِلي جو هڪ وڏو ارسٽوڪريٽ هو. کيس پارٽيون ڪرڻ ۽ پارٽين ۾ وڃڻ جو وڏو شوق هو، پر پوءِ بہ ويني ويني الائي ڇا ٿيس جو The leopard جهڙو شاهڪار ناول لکي ويهي رهيو، پر اهو ڪتاب بہ سندس وفات کان پوءِ شايع ٿيو. جي اهڙو ڪتاب سندس وفات کان اڳ شايع ٿئي ها تہ شايد ٻيا ناول بہ لکي ها. سو اهي ٻئي حقيقتون پنهنجي جاءِ تي غير معمولي هيون. جڏهين تہ هر حقيقت غير معمولي نہ هوندي آهي. آئون پاڻ تہ انهيءَ خيال جو آهيان تہ جي اوهان جي اها اميد هجي تہ اوهان جو ٻيو ڪم بہ ڳُٽپ ۾ ايندو تہ پوءِ قلم کي روڪي ڪونہ سگهبو. لکڻ جي پويان اصل راز تہ اهو هوندو آهي تہ توهان جيڪي ڪجهہ لکي رهيا آهيو، اهو اپرندو يا نہ اپرندو؟ هڪڙا ليکڪ تہ جان اپڊائيڪ وانگر وڏي پيماني تي هاڪاريل هوندا آهن ۽ سندن مون جهڙي ليکڪ تي وڏو رعب تاب هوندو آهي. جان اپڊائيڪ جهڙو ليکڪ تہ پنجاهہ سٺ ڪتاب لکي سگهي ٿو Rabbit quartet تہ هڪ اهڙو ڪتاب آهي. جيڪو ٻئي عظيم جنگ کان پوءِ جي آمريڪي ادب جو عظيم شاهڪار آهي. ليکڪ وري اهڙيون مصيبتون هوندا آهن، ستن سالن کان پوءِ پنهنجي ڪتاب کي گلدستو سمجهي چوندا آهن، جيڪي ليکڪ وري پنهنجي پڙهندڙن جي مٿي ۾ هڻندا آهن ۽ پوءِ ست سال وري سمهي پوندا آهن. ڪي ليکڪ وري پنهنجي دل هٿان مجبور ٿي لکندا

آهن، هر ڪنهن جو پنهنجو رنگ ڍنگ آهي، ڪو ڪيئن ته ڪو ڪيئن.

گوپي: چيو وڃي ٿو ته شايد تون پنهنجي ناول جي گهاڙيٽي تي وڌيڪ ڌيان ڏيندو آهين. گهڻا نقاد توکي ناباڪوف ۽ ڪالونيو سان ڀيٽيندا آهن. چاڪاڻ جو اهي ٻئي ليکڪ ناول جي اهڙي جوڙجڪ رکندا آهن، جو ڪين نثر لکڻ لاءِ گهٽي جڳهه ملي ويندي آهي. توتي انهن ٻنهين ليکڪن جو اثر آهي ڇا؟

بارنيس: ڪنهن جو ڪنهن تي ڪهڙو ۽ ڪيڏو اثر آهي، اها ڳالهه ڪٿڻ ڏاڍي ڏکي آهي. مون ناباڪوف جو ڪم گهڻو پڙهيو آهي، پر ڪالونيو جو ڪم تمام ٿورو پڙهيو آهي. ٻه ڳالهيون آهن، پهرئين ڳالهه آهي ڪنهن به ليکڪ جي اثر کان انڪار ڪرڻ، آئون جڏهين به ڪو ناول لکندو آهيان ته انهيءَ ڳالهه سان ٻڌل هوندو آهيان ته پهرئين اها پڪ ڪندو آهيان ته مون کي نه رڳو پنهنجي اڳ ۾ ڪيل سڀني جي سڀني ڪم کان صفا الڳ ڪم ڪرڻو آهي ۽ ورجاءُ جو شڪار نه ٿيڻو آهي ۽ گڏوگڏ اهو خيال به رکندو آهيان ته دنيا جي ادب جي تاريخ ۾ جيڪي ڪجهه ٿي گذريو آهي، انهيءَ کان پاسو ڪرڻو آهي. اها هڪ اهڙي صورتحال آهي، جنهن ۾ ماڻهو ادب جي تاريخ جي اڻ ڄاڻائيءَ ۽ ڳتيل قسم جي خالي پٽي جو شڪار به ٿي سگهي ٿو. اتفاق وچان اهڙو ڪجهه لکي سگهي ٿو، جنهن جي خبر ئي نه هجيس ته اها هڪ الڳ ڳالهه آهي. ٻئي ڳالهه اها آهي ته جيڪڏهين ڪنهن ليکڪ کان ڪو ماڻهو اها ڳالهه پڇي ٿو ته سندس ڪم تي ڪنهن جو اثر آهي ته پوءِ انهيءَ ليکڪ کي کپي ته هن جيڪي ڪجهه پڙهيو آهي، انهن ڪتابن جي فهرست ناهي ڪٿي سوال پڇندڙ يا ڪنهن نقاد جي اڳيان رکي ته انهن مان ڪو ٻڌائي ته ليکڪ تي ڪنهن جو اثر آهي. فيصلو ٻين جي هٿ ۾ ڏيئي پاڻ ماٺ رهي. قاضي ڄاڻي ته قاضيءَ جي قيام ڄاڻي. اها ڳالهه ته سمجهڻ جوڳي آهي، پر اها به هڪ حقيقت آهي ته توهان ڪنهن اهڙي ڪتاب کان متاثر ٿي نٿا سگهو، جيڪو اوهان پڙهيو ئي نه هجي يا وري اوهان پنهنجي ڪتاب ۾ اهڙو مرڪزي خيال ٿا ڏيو، جيڪو ڪڏهين اوهان ٻڌو ئي نه هجي. ڪو به ليکڪ ڪنهن ٻئي اهڙي ليکڪ کان متاثر ٿي ئي نٿو سگهي، جنهن کي هو وڏي مجتا ڏيندو ئي نه هجي. آئون انهيءَ لاءِ ڪتاب ته ڪونه ٿو پڙهان ته انهن مان بور ڪندڙ صفحا ڪڍي، باقي پراڻي ڪم کي پنهنجي ڪم ۾ شامل

ڪري چڏيان ته ڪوبه ليکڪ ائين ته نه ڪندو آهي. سو آئون بئي ڪنهن ڪم ڪان متاثر ٿي لکندو ئي ناهيان. ؛

گوپي: باقي هڪڙو ته ليکڪ اهڙو آهي، جنهن جو تون شروع کان وٺي اج تائين بنهين گهڻو مداح رهيو آهين، اهو ليکڪ تنهنجي سامهون هڪ اهڙو مثالي ليکڪ رهيو آهي جنهن جو تنهنجي نظر ۾ ڪو مٽ ئي ناهي، اهو آهي فلابرٽ تنهنجي ڪم تي پلا انهيءَ جو ڪو اثر آهي؟

بارنيس: اجا تائين ته مون اهڙو ناول ڪونه لکيو آهي جنهن تي فلابرٽ جو ذرو به اثر هجي. هڪڙو ته فلابرٽ غير ملڪي ليکڪ هئو ۽ ٻيو ته ڪيس گذرئي ورهيه ٿي ويا، سو نه زمان جي حساب سان ۽ نه وري مڪان جي حساب سان مون تي ڪو اثر چڏي سگهي ٿو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته مون هيستائين ڪيس وڌ ۾ وڌ مڃتا ڏني آهي. ٻيو ته نهيو، پر جي جيئرو هجي ها ۽ مون کي ڪو ذاتي خط لکي ها، ته به ڪر سندس خط کي ائين غور سان پڙهان ها جيئن سندس ڪتاب غور سان پڙهيا اٿم. هن جيڪي به ناول لکيا آهن، اهي هر قسم جي سماج ۾ آرٽ تي نهڪي اچن ٿا. آئون سندس هر لکڻيءَ کي وڏو درجو ڏيان ٿو، پر ايڪويهين صدي جي بئي ملڪ ۾ رهڻ ڪري ڪو ليکڪ پنهنجي اڳيان IBM 1960 رکي لکندو هجي ته اهو ليکڪ اٺويهين صديءَ جي ڪنهن اهڙي ليکڪ کان متاثر ٿي ڪيئن ٿو لکي سگهي. جيڪو ڪنې وارو قلم مس جي ڪُپڙيءَ ۾ ٻوڙي ٻوڙي لکندو هجي. ٽيڪنالاجي وانگر ناول جي صنف به ڪيتروئي اڳتي وڌي چڪي آهي، جنهن ۾ خود ٽيڪنالاجي جي عمل دخل به آهي. بهرحال فلابرٽ ته فلابرٽ ٻڌجي لکيو. تنهن ڪري هو منهنجي ڪم تي اثر انداز ڪيئن ٿو ٿي سگهي.

گوپي: هلو. فلابرٽ ته ٿيو اڳيئن زماني جو ماڻهو. پر ڪيس چڏي ڪري تو ويجهڙ ۾ لکيل ڪتاب ته پڙهيا هوندا ۽ پڙهي واه واه به ڪئي هوندي؟

بارنيس: ايڏي گهڻي واه واه ته ڪونه ڪئي هوندم جو ڪنهن کان متاثر ٿي سگهان. باقي اهو سو ضرور آهي ته مون تمام وڏي سطح جا شاهڪار پڙهيا آهن. مثلن فورڊ ميڊوڪس فورڊ جي ناول The Good Soldier ويهين صديءَ جي شاهڪارن ۾ شمار ٿئي ٿو آمريڪي به انهيءَ

ناول کي وڏي مجتا تا ڏين. آئون جڏهين کو اهڙو شاهڪار پڙهندو آهيان تہ ڪنهن حد تائين انهيءَ پوڏار ۾ هوندو آهيان تہ مختلف قسم جي شاهڪارن ۾ مختلف قسم جون ٽيڪنڪس ڪيئن ڪم ڏيڪاريندرون آهن. مثلاً ڪنهن بي اعتباري ڪردار جي ڳالهين کي ڪيئن اڳتي وڌائڻو آهي. اهڙي ڪم مان جيڪو خاص سبق ملي ٿو، اهو عام لڳي ٿو، جي اوهان پنهنجي ڪنهن بہ ناول لاءِ مرڪزي خيال چوندڻ ڪان پوءِ انهيءَ مرڪزي خيال جي بنياد تي پنهنجي ڪم کي وڏي محبت وچان ڪم کي اڳتي ڌڪڻ سان گڏوگڏ ڪڏهين ڪڏهين وري اهي سڀ ٽوڙها ٽوڙٽا پوندا آهن جيڪي اوهان کي اڳ ۾ ئي ڳچيءَ ۾ پيل هوندا آهن. جي انهيءَ حسابن سان پنهنجي يا پرائي ڪم کي جانچيو تہ اهڙيءَ صورت ۾ The Good Solider ناول سان اوهان برابري واري سطح تائين تہ پهچي سگهو ٿا. پر انهيءَ جو ڪو اهو مطلب ناهي تہ اوهان انهيءَ ناول جي ڪاپي پيا ڪريو. يا اهو ناول اوهان جي ڪم تي اثر انداز ٿي رهيو آهي. مون پاري ليڪڪ تي فورڊ ميڊوڪس فورڊ جيڪو صحيح معنيٰ ۾ اثر ٿو ڇڏي، اُهو آهي تہ اوهان سندس ڪم کي پاسي تي رکي ڪري پنهنجي ناڙي ويهي رهو، آئون تہ ائين ئي ڪندو آهيان.

گوپي: آمريڪي ادب جي باري ۾ تنهنجو خيال ڇا آهي، جان اپڊائيڪ جو بہ تون اڳ ۾ ئي ذڪر ڪري چڪو آهين. پر ٻين وڏن آمريڪي ليکڪن کي پڙهيو اٿيئي؟ جي پڙهيو اٿيئي تہ ميلوائيل ۽ هاٿورن وغيره جي باري ۾ ڇا خيال اٿيئي؟

بارنيس: پڙهيو اٿمانءِ خاص ڪري هاٿورن، فنز، جيرالڊ، هيمنگوي ۽ جيمس واهرٽن کي آئون تمام گهڻو پسند ڪندو آهيان. تنهن ڪان پوءِ چيور، جان اپڊائيڪ فلپ رٿ (ڪيس بوڪر پرائيز 2011ع بہ ملي چڪو آهي. مترجم) ۽ لوري کي آئون ڪاروز ڪان پوءِ جا وڏا آمريڪي ڪهاڻيڪار سمجهان ٿو، پر آمريڪي ناول نگار برطانوي ناول نگارن ڪان مختلف آهن.

گوپي: اهو ڪيئن؟

بارنيس: پهرئين تہ سندن انگريزي ٻوليءَ جو لهجو اڇي وڃي ٿو. آمريڪي ليکڪن جي ٻوليءَ ۾ اڪدمڪ ٻوليءَ جي ابتڙ مقاميت گهڻي آهي. جنهن ۾ Democracy of person ۽ Nowness وغيره جهڙا لفظ ۽

اصطلاح اچي وجن ٿا. سپ کان وڏي ڳالھہ تہ موجوده آمريڪي ادب جي ٻوليءَ کي انهيءَ انگريزي قوم جي ٻولي جو ڪوبہ اثر نہ پيو آهي، جنهن جي دنيا تي حاڪميت رهي آهي. بهترين آمريڪي ليکڪن جي فڪشن ۾ جيڪي خاص شيون اچي وجن ٿيون، اهي آهن علاقائيت، ڌيڙات ۽ لساني ڪٽڙڪو. اهي تہ ٿيون آمريڪي فڪشن جون خوبيون. خرابين ۾ وري انا پرستي، محدوديت وڏائو اچي وجن ٿا.

گوپي: هن وقت برطانيہ توڙي ٻئي يورپ ۾ جيڪو ادب سرجي رهيو آهي، انهيءَ جي باري ۾ ڪهڙو خيال اٿيئي؟

بارنيس: همعصر ليکڪن ۾ جيڪا ڏکيائي سامهون اچي ٿي، اُها اِها آهي تہ آئون انهن کي سڃاڻان ٿو ۽ چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو. ٻئي ڳالھہ اها آهي تہ جڏهين پنجاهي ورهين جي ڄمار ٽپڻ ڪانپوءِ اوهان جي سامهون اها بہ حقيقت اچي ٿي تہ اوهان اهي وڏا وڏا ليکڪ وجائي چڪا هوندا آهيو، جن کي اوهان سترهن، ارڙهن ورهين جي ڄمار ۾ پڙهيو، چاهيو ۽ واکاڻيو هوندو آهي ۽ انهن کي وري پڙهڻ جا جتن ٿا ڪريو. سو انهيءَ ڪيفيت ۾ آئون جڏهين ڊگها ڊگها فيشن ايبل ناول پڙهندو آهيان تہ مون کي ترگنيف پارو ليکڪ ذهن تي تري ايندو آهي ۽ منهنجي دل گهرندي آهي تہ آئون ٻيهر سندس ناول Father and Sons چونہ پڙهان؟ سو آئون اڄ ڪلھہ ماضيءَ ۾ لکيل شاهڪار ڪتابن پڙهڻ واري منزل سان گذري رهيو آهيان. اڄ ڪلھہ فرانس ۾ اڳئين آرٽ جي نسبت جا اهڙي شئي شايع ٿي رهي آهي، جو اوڏانهن ڌيان ڏيان. پر پوءِ بہ مون کي مائيڪل ٽورنيئر اڄ جي دور جو وڏو ناول نگار نظر اچي ٿو، باقي ٻيو تہ ڪو نظر نٿو اچيم. پر پلا هونئن بہ آئون ڪير ٿيندو آهيان جو ويهي دعوائون ڪريان.

گوپي: ٻيا ماڻهو بہ چون ٿا تہ فرانس ۾ اڳي واريون تخليقي سرگرميون ڪونہ رهيون آهن، پر گڏوگڏ اها ڳالھہ بہ ڪني وجي ٿي تہ اڄ ڪلھہ برطانيہ ۾ جيڪي ڪجھہ شايع ٿئي رهيو آهي. اهو بہ فرانس جي ڪم جي پيٽ ۾ لائنون آهي. جڏهين تہ فرانس اڄ بہ دانشوراڻي سطح تي متانهون ۽ اثر انداز ٿيندڙ ملڪ آهي. سو بہ خاص ڪري فلسفي ۽ علمي تنقيد جي ڏس ۾. انهيءَ حساب سان فرانس وارا ليوي اسٽراف کان وٺي ڊيوڊا تائين آمريڪي يونيورسٽين تي حاوي آهن.

بارنيس: صحيح ٿي چوين. فرانس وارن جي تخليقي سگھہ هاڻ

نظرين ۽ نفسيات ۾ ڪپي ڪاڄي چٽ ٿي چڪي آهي. ڪامئو جي وفات
ڪان پوءِ مائيڪل ٽورنيئر کي ڇڏي ڪري فرانس ۾ ڪابه ڳٽپ جوڳي
تخليقي سگهه نه رهي آهي. منهنجو خيال نه اهو ٿو چوي ته ڪامئو جي
وفات کان پوءِ سندس شايع ٿيل ناول Le premierhome پڙهڻ کان پوءِ
محسوس ٿئي ٿو ته انهيءَ ناول ۾ به ڪا ڪوٽ ٽوٽ رهجي ويئي آهي.
تازو تازو مائيڪل هائوليبيق جو ڪتاب Elementary parties ڇپيو آهي. اهو
ڪتاب ڪنهن حد تائين اوپرو، لانئون ۽ اڻ وڻندڙ ته لڳي ٿو، پر پوءِ به
ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ ذهن کي جهنجهوڙي ٿو.

گوپي: هن وقت جيڪي نوان ناول نگار اڀري رهيا آهن، انهن
جي باري ۾ ڇا خيال اٿيئي؟ جيڪڏهين تون سندن ڪم تي لکيل تبصرا
پڙهين ته انهن مان ته ائين ٿو لڳي ته هن وقت ڪيترائي ناول نگار وڏي
پئماني تي اعليٰ درجي جا ڪتاب لکي ڪر ڪٺي رهيا آهن. البت ٻين
ملڪن جي پڙهندڙن ۾ انگريزي ناول جي صحت جي باري ۾ ڳڻتي پاتي
وڃي ٿي.

بارنيس: مون کان پوءِ واري انگريزي ادب جي جيڪا پيڙهي پيدا
ٿي رهي آهي، انهن جي صحت جي باري ۾ مون کي ايتري ڳڻتي ناهي ۽
نه ئي ڪا بيزاري ٿو محسوس ڪريان. اهو به رڳو ڪهاڻيڪارن جي باري
۾. برطانيه ۾ هيلن سمپسن ۽ آمريڪا ۾ لوتي تور ۾ ڪمال جي ڏات
ڏسڻ ۾ تي اچي. باقي خود منهنجي پيڙهيءَ ۾ ته اشوگورو، آئين مڪ
ايوان ۽ ٻيا ڪيترائي انگريزيءَ جا ليکڪ وڏي ڏات جا ڌڻي آهن. باقي اها
حقيقت آهي ته هيلن سمپسن ۽ لوريءَ تور کي ڇڏي ڪري ايندڙ پيڙهي
جي ليکڪن جي باري ۾ آئون ٿورو گهڻو بي صبرو ۽ بي چيو ٿي پيو
آهيان. منهنجي اها بي صبري ۽ بيچيني انهيءَ باري ۾ آهي ته انهن
ليکڪن ۾ جذباتي حد تائين پنهنجي ڪم ۾ جنبي وڃڻ جي صلاحيت ۾
ڪوٽ آهي. مون کي انهيءَ ڳالهه تي ڪو اعتراض ناهي ته اهي ليکڪ
چوٽا پئسا ڪمائين، پئسا ڪمائڻ ته سندن حق آهي. جو ڏينهن رات هڪ
ڪري قلمي پورهيو ٽا ڪن ۽ ناول ٽا لکن. مونکي رڳو اها ڳڻتي آهي ته
پنجويهين ورهين جي ڄمار جي ڪنهن ليکڪ کي ناول لکڻ کان اڳ ۾
پبليشر ڪيس هڪ لک پائونڊن جي آڇ ٿو ڪري. انهن پئسن تي به مون
کي ڪو اعتراض ناهي، پر اعتراض انهيءَ ڳالهه تي آهي ته آڇ ملڻ کان

پوءِ اهو ليڪڪ تڙ تڪڙ ۾ اهڙو ناول تو لکي، جيڪو شروع کان وٺي آخر تائين ڪنهن خاص فارمولي تي ٻڌل رواجي قسم جو ناول هوندو آهي، اهڙي قسم جي ناول ۾ ويهارو ڪن ڪردار هوندا آهن، جيڪي هڪ ٻئي سان گهرائپ رکندا آهن. ظاهر آهي تہ اهڙي صورت ۾ انهن ڪردارن جي زندگيءَ ۾ جذباتي لاها چاڙها ايندا، جن کي ويڙهي سيڙهي ائين بيان ڪبو آهي تہ جيئن انهيءَ ناول تي سولائيءَ سان فلم ناهي سگهجي. بابا، جي ناول لکڻو اٿئي تہ مون کي جذباتي طور جنبي ۽ ڳري ڏيکار! مون کي ڪو ناول جو نئون گهاڙيٽو ڏيکار! مون کي اهو ڏيکار تہ ناول اعليٰ پائي جو آهي! مون کي اهو ڏيکار تہ تو ماضيءَ جي ناول نگارن وانگر ناول کي پنهنجو رت ست ڏنو، اٿئي! پر خير انهيءَ هوندي بہ زيدي سمٿ جو تازو جيڪو پهريون ناول White Teeth شايع ٿيو آهي، انهيءَ ناول تہ هٿي منهنجا وڻ وجائي ڇڏيا آهن. سندس ناول پڙهي منهنجي تہ دل خوش ٿي ويئي. سندس انهيءَ ڪم ۾ سندس ذات وچ وانگر ڪڙڪا ڪندي نظر اچي ٿي.

گوپي: تون ڪردار ڪيئن تخليق ڪندو آهين؟ اهي ڪردار جاتل سڃاتل ماڻهن مان کڻندو آهين، يا وري اهي ڪردار خيالي ۽ تصوراتي هوندا آهن انهن ڪردارن کي اڳتي ڪيئن وڌائيندو آهين؟

بارنيس: ائين تمام گهٽ ٿيو هوندو جو مون پنهنجي ناولن جا ڪردار جاتل سڃاتل ماڻهن تان کنيا هجن. جي ڪجهہ کنيا بہ هوندم تہ ناول جي ڪهاڻي هلندي هلندي انهن کي تبديل ڪندو تصوراتي ڪردار بڻائيندو ويندو آهيان. البت ڪردارن جي هڪڙي جوڙي تہ اهڙي بہ تخليق ڪيم، جن سان آئون منهان منهن تہ ڪڏهين بہ نہ مليو آهيان، پريٺ ڪين چڱي طرح جاڻان سڃاڻان. منهنجي ناول The Porcupine ۾ جيڪو ڪردار پيٽينا ڪوف جو آهي، اهو سنئون سڌو بلغاريہ جي اڳوڻي سياسي اڳواڻ زوڪوف تان کنيل آهي. انهيءَ کان علاوه منهنجي ناول England England ۾ جيڪو ڪردار سرجئڪ پٽ مين جو آهي. اهو اصل ۾ هتان جي ميڊيا جو ڏاڍو مڙس ۽ مالڪ رابرٽ ميڪسويل آهي. جيڪو چڱن خاصن جي ڪردار ڪشي ڪري ڪين پٽ سان وڃيو هٿي، پر تنهن هوندي بہ ناول لکڻ کان اڳ م مون ميڪسويل تي ريسرچ ڪرڻ جو خواب بہ نہ ڏٺو هو. البت منهنجي ناول جا جيڪي ثانوي ڪردار آهن. ٿي سگهي ٿو تہ اهي

هتان هتان کنيا هجنم. جيڪي هن دنيا ۾ موجود آهن ۽ پنهنجي پنهنجي حساب سان زندگي گهاريندا آهن. پر پوءِ به آئون لکڻ وقت اهڙي ڪيفيت ۾ هوندو آهيان جو آئون انهن ڪردارن جي باري ۾ ايترو سجاڳ نه هوندو آهيان. ڪردار تخليق ڪرڻ خود فڪشن لکڻ جي مترادف آهي، جنهن ۾ داخليت ۽ خارجيت مٿو سٽ هوندي آهي. ناباڪوف جو چوڻ آهي ته هو ڪردارن کي پنهنجو غلام سمجهي، پنهنجي مرضيءَ سان ڪٽندو ويندو آهي. ڪڏهين ڪڏهين وري پاپولر قسم جا ليکڪ به ڪردارن کي ڪا بي جان شئي سمجهي فارمولا جي حسابن سان هِت يا هُت فٽ ڪندا ويندا آهن، پر آئون انهن ليکڪن مان ناهيان جو ائين ڪندو رهان. آئون ته ڪردارن جون واڳون ڍليون ڇڏي ڏيندو آهيان، جيڏانهن ڪيين اوڏانهن رخ رکن.

گوپي: لڳي ٿو ته تنهنجن موضوعن ۾ حسد ۽ ساڙ جي وڏيڪ اهميت آهي. تنهنجي اهڙي قسم جي ناولن ۾ Before she met me ۽ Taking it over ۽ love وغيره اچي وڃن ٿا. ڪٿي ائين ته ناهي جو تنهنجي اهڙي قسم جي ڪم تي فرانسيسي فڪشن جو اثر هجي؟ فرانسيسي ادب ۾ شروع کان وٺي اڄ تائين حسد ۽ ساڙ جو موضوع ڇانيل آهي.

بارنيس: آئون نٿو سمجهان ته حسد يا ساڙ جي موضوع جي ڏس ۾ مون تي ڪو فرانسيسي ادب جو اثر هجي. مون اهي ناول پيار جي موضوع تي لکيا آهن، تنهن جي ڪري انهيءَ ڪم ۾ حسد يا ساڙ لازمي طور تي ايندو ڇوته پيار سان لاڳاپيل هوندو آهي. اهو رڳو منهنجي ڪم ۾ ڪونه ٿيندو آهي، پر ڳڏوڳڏ دنيا جي سيني سماجن جي ليکڪن جي پيار جي موضوع تي لکيل ڪتابن ۾ پڻ پيار ۽ حسد بت ٿيل نظر ايندا آهن. باقي انهيءَ ۾ ڪابه شڪ جي ڳالهه ناهي ته انهن ٻنهين ڪيفيتن جي ڪري ناول وڏيڪ پرڪشش بڻجي ويندو آهي ۽ ناول ۾ ڊرامائيت جو پهلو اچي ويندو آهي. انهيءَ جي ڪري ناول ۾ موجود سيپئي ڌريون غير معقوليت، منائي، لامحدوديت، ڪشش ۽ خوف خطري جو شڪار بڻجي وينديون آهن. ناول ۾ اهي ئي گهڙيون هونديون آهن، جڏهين پهڻ پڄي پور ٿيندا آهن، جنهن عمل کي ڪوبه روڪي نه سگهندو آهي.

گوپي: ڪجهه ليکڪن مان تون به هڪڙو اهڙو ليکڪ آهين، جنهن جي راندين ۾ به دلچسپي آهي. تون پاڻ ڪهڙي راند ڪندو آهين؟

راندين ۾ تنهنجي دلچسپي ڪيتري حد تائين آهي؟

بارنيس: آئون جڏهين پندرهن ورهين جو ٺهر ٺهر ڇوڪرو هوس، تڏهين پنهنجي اسڪول جي رگبي ٽيم جو ڪپتان هوس. انهيءَ کان علاوه آئون فوٽ بال، ڪرڪيٽ، ٽينس، سنوڪر، اسڪوائش، بيڊ منٽن، ٽيبل ٽينس ۽ ٿوري گهڻي گولف به کيڏندو رهيو آهيان. اسڪول ۾ پڙهائي دوران ٻارهن ورهين جي ڄمار کان گهٽ عمر جي ٻارن جي نونشي بازي جو به چئيمپين رهيو آهيان. ڪجهه سوچ ويچار ۽ ڪجهه قسمت مون کي اها ڪاميابي ڏياري. ڇاڪاڻ جو انهيءَ ملاڪڙي کان اڳ ۾ مون ڪڏهين به نونشي بازي جي راند ڪونه کيڏي هئي. ملاڪڙي جي رجسٽريشن جي آخري ڏينهن تي مون کي خيال آيو ته ملاڪڙي ۾ ٽپ ڏيو، اهوبه ائين ته مون کي اها خبر پئجي ويئي ته ٻئي ڪنهن به ڇوڪري پنهنجو نالو ڪونه لکرايو آهي، سو ڇونه بنا مقابلي جي چئمپين ٿيڄي وڃان. مون کي واڪ اوور ته مليل هو، پر بدقسمتي اها ٿئي جو عين وقت تي ٻئي ڇوڪري به پنهنجو نالو لکرايو. ائين اسان ٻئي ڄڻا هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٿياسين. پر اهو ڇوڪرو طاقتور هوندي به مون وانگر بي ڊپو نه هئو ۽ رنگ ۾ لهڻ کان پوءِ همت هاري ويهي رهيو. نتيجي ۾ مون اهو ملاڪڙو کٽيو. سو اها منهنجي پهرئين ۽ آخري نونشي بازي هئي. باقي ٻيون ته گهڻ رانديون اجا به ڪندو آهيان. باقي جيڪي رانديون ڪڏهين به ڪونه ڪيم، اهي آهن ترڻ ۽ ڪارپيٽ بائولس. البت جڏهين روشنين ۾ ڪارپيٽ بائولس جي راند ٿيندي آهي، ته ٽي وي تي اها راند ڏسندي وتنديم اٿم. ٻيا ته ليکڪ رانديگر رهيا آهن. هيمنگوي نونشي بازي ۽ بل فائيٽنگ ۾ حصو وٺندڙ هو. جيريل ۽ ناباڪوف ٽينس کيڏندا هئا. جان اپڊائيڪ گولف کيڏندو آهي هيرالڊ پنٽر ڪرڪيٽ کيڏندو رهيو آهي.

گوپي: لکڻ جو ڪم ڪيئن ڪندو آهين؟ ڊسيپلين ۾ رهي لکندو آهين يا نه؟ لکڻ لاءِ ڪو خاص وقت مقرر هوندو آهي ڇا؟

بارنيس: لکڻ لاءِ جڏهين ميدان ويڪرو ۽ ڊگهو هوندو آهي ۽ وقت ۽ مواد جو ڦهلاءُ وڌيل هوندو آهي. ڊسپلين ۾ رهندو آهيان. جڏهين آئون ناول جون پهريون سٽون لکندو آهيان ته مون کي اها خبر پئجي ويندي آهي ته مون کي اهو ناول لکڻ ۾ ڏيڍ يا ٻه سال يا ورهي تي سال

لڳي ويندا. انهيءَ ڳالهه جو دارومدار انهيءَ وقت تي هوندو آهي تہ ڪتاب ڪيترو مونجهاري سان پريل ۽ گهڻ پاسائون هوندو. اهو اندازو لڳائڻ ڪان پوءِ لکڻ ۾ جيڪو مزو اچي ٿو، اهوئي مون کي ڊسپلين ۾ رکندو آهي ۽ منهنجو ڪم جاري رهندو آهي. مون کي اها خبر هوندي آهي تہ لکڻ لاءِ ۽ لکڻ جي ڪم ۾ گتو رهڻ لاءِ ڪهڙو وقت موزون آهي. عام طور آئون روز صبح جو يارهين وڳي کان وٺي هڪ وڳي تائين لکندو آهيان. انهيءَ وقت دوران منهنجو ذهن چوٽ تي چڙهيل هوندو آهي. باقي رهيل ٽائيم ۾ آئون پنهنجي ڪم تي نظر ثاني ڪندو آهيان. جرنلزم لکندو آهيان يا وري بلن جي ادائيگي ڪندو آهيان. مون لاءِ آفيس جو مقرر ڪيل وقت ۽ ويڪ اينڊ وغيره اجائي آهن. ويڪ اينڊ ۾ پاڻ ڪم ۾ وڌيڪ سهوليت پئدا ٿي ويندي آهي. چاڪاڻ تہ منهنجا يار دوست ۽ واقفڪار اهو سمجهندا آهن تہ آئون ٻاهر نڪتل هوندس. انهيءَ ڪري ويڪ اينڊ تي ڪوبہ مون کي ڊسٽرب نہ ڪندو آهي. ڪرسمس جي موقعي تي بہ ائين ٿيندو آهي، هر ڪو شاپنگ لاءِ نڪتل هوندو آهي ۽ ڪوبہ فون نہ ڪندو آهي. آئون تہ ڪرسمس واري ڏينهن صبح جو لکڻ ۾ مصروف هوندو آهيان، اهائي عبادت هوندي آهي.

گوپي: ڇا. توکي لکڻ سولو لڳندو آهي؟ پرل مين جو چوڻ آهي تہ ليکڪ ٻن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙا اهي آهن جيڪي سولائيءَ سان لکي ويندا آهن. ٻيا اهي هوندا آهن جيڪي لکڻ لاءِ رت جو آخري ڦڙو بہ ڳاري ڇڏيندا آهن. پرل مين پنهنجو پاڻ کي ٻئي ڪيٽيگري ۾ شامل ڪري ٿو. تون ڪهڙي ڪئٽگري ۾ تو اچين؟

بارنيس: مون کي انهن ليکڪن سان ذاتي همدردي آهي، جيڪي رت ڳارڻ جون دانهون ڪندا آهن. چاڪاڻ تہ ڪين ڪنهن ليکڪ بڻجڻ تي مجبور تہ ڪونہ ڪيو آهي. مون پاڻ ڪجهہ ليکڪن جي واتان اهي ڳالهيون ٻڌيون آهن تہ اهي ليکڪ لکڻ وقت اڪيلائيءَ جو شڪار بڻجي ويندا آهن. ٺيڪ آهي. جيڪڏهن اوهان کي اڪيلائي ٺٺي وٺي تہ پوءِ لکڻ ڇڏي ڏيو. ڪو زور بار تہ ناهي. اهڙا ليکڪ هروپرو ٺلهي شو بازي ڪندا آهن، انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ لکڻ هڪ سخت قسم جو ڪم آهي ۽ هئڻ بہ کپي. پر سخت ڪم هوندو ئي ڪرڻ لاءِ آهي، يا ڪم ڪريو يا ڪم ڇڏي دانهون ڏيو ۽ رڙيون ڪريو. ماڻهو لکندو ئي تڏهين آهي،

جڏهين دل گهرندي آهي.

گوپي: ڪتاب جو پهريون ڊرافٽ تڪليفن سان گڏ ڏنيل هوندو آهي ۽ ٻار کي جنم ڏيڻ وانگيان تڪليف ده هوندو آهي، پر انهيءَ ٻار جمڻ کان پوءِ ٻار جي حفاظت ڪندي ۽ سائس کيڏندي ڏاڍي خوشي محسوس ٿيندي آهي.

بارنيس: هوندو، پر جيڪڏهن اهو ٻار نہ هوندو آهي، پر هڪ اهڙي ننڍل ڦٽل ڊيڄاريندڙ قسم جي شئي هوندي آهي جنهن جو منهن مهاندو ٻار وارو نہ هوندو آهي. آئون جڏهين پهريون ڊرافٽ لکندو آهيان تہ تڙ تڪڙ ۾ جيئن ايندو اٿم، تيئن لکندو ويندو آهيان، تنهن کان پوءِ ورجائي ورجائي پيو لکندو آهيان.

گوپي: سو تون تمام گهڻو ورجائي ورجائي لکندو آهين؟

بارنيس: هر وقت ايستائين پيو ورجائي ورجائي لکندو آهيان جڏهين سمجهندو آهيان تہ اصلي ڳالهہ پير تي اچي ويئي آهي. پهريون ڊرافٽ لکڻ وقت اهو مزو ايندو اٿم تہ آئون پنهنجو پاڻ کي دوکو پيو ڏيان. دوکي ڏيڻ جو پنهنجو مزو هوندو آهي، پر اهو دوکو دوکو هوندي بہ حقيقت کي ويجهو هوندو آهي. ورجائي ورجائي لکڻ مان وري اهو مزو ايندو آهي تہ جيڪو دوکو پهرئين ڊرافٽ ۾ پاڻ کي ڏيو ويٺو هوندو آهيان، انهيءَ دوکي کي ٻئي دوکي سان چِٽِي پيو ڪريان. گڏوگڏ اها حقيقت بہ سامهون ايندي آهي تہ لکيل شئي توڙ تائين تبديل مٿان تبديل ٿيندي ويندي ۽ ڪتاب ۾ سڌارو ايندو ويندو آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو آئون ڪنهن حد تائين ورڊ پروسيسر تي لکڻ جي ڪري وقت کان اڳ ۾ ڪم اڪلائي ويندو آهي. منهنجو ايمان جسماني پورهئي ۾ آهي. هوندي بہ ناول لکڻ جو ڪم ماضيءَ جو تسلسل هوندو آهي.

گوپي: سو تون هٿ اکرن سان لکندو آهين؟

بارنيس: مون پنهنجو ناول Love ۽ ٻيا بہ ڪيترائي ناول هٿ اکرن سان لکيا آهن. باقي هاڻي عمومي طور تي IBM 1966 تي بہ لکندو آهيان تنهن کان پوءِ وري ساڳئي ڪم جو پرنٽ آئوٽ ڪڍي. انهيءَ کي هٿ اکرن سان درست ڪندو آهيان ۽ ورجائي هٿ اکرن سان درست ڪندو ويندو آهيان. جڏهين سمجهندو آهيان تہ هاڻي ناول پير ڪوڙي ويو آهي تہ پوءِ وچي ورڊ پروسيسر تي ٽائيپ ڪري صاف سٿري ڪاپي ڪڍي انهيءَ

۾ وري بہ هٿ اکرن سان درستگيون ڪندو آهيان، اٿين پيو ڪم هلندو آهي.

گوپي: پر اهو ڪم ڪڏهين پورو ڪندو آهين؟ ڪڏهين محسوس ڪندو آهين تہ هاڻي ڪم پورو ٿيو؟

بارنيس: جڏهين آئون ڏسندو آهيان تہ هاڻ درستگيون ڪم ناهڻ جي بدران خراب ڪري رهيون آهن، تڏهين وڃي بس ڪندو آهيان ۽ پنهنجي ڪم کان موڪلائيندو آهيان.

گوپي: جي اهڙي ڳالهہ آهي تہ پوءِ ڪمپيوٽر جو ڪهڙو ڪم؟

بارنيس: ڪمپيوٽر جو ڪم آهي اي ميل ڪرڻ ۽ شاپنگ ڪرڻ.

گوپي: آئيندي لاءِ تو وٽ ڪهڙيون رٿائون آهن؟

بارنيس: اهي توکي ڪونہ ٻڌائيندس، ڇاڪاڻ جو آئون ٿورو ٿورو وهمي ماڻهو بہ آهيان. پر ايترو گهڻو وهمي بہ ناهيان جو وات ٻڌي ويهي رهان. مون جيڪو آخر ۾ اخباري مضمون لکيو آهي. سو "نيو يارڪ" ۾ ڇپجي اچڻ وارو آهي. اهو مضمون فرانس جي باري ۾ آهي، جتان آئون تازو تازو گهمي آيو آهيان. اصل ۾ انهيءَ مضمون ۾ اهو ڄاڻايل آهي تہ پروفيشنل ماڻهو ڪهڙا نشا پتا ڪندا آهن، ڪيئن ڪندا آهن ۽ ڇو ڪندا آهن. مون انهيءَ موضوع تي ڳچ ساري ريسرچ ڪئي آهي ۽ ماڻهن کان پڇائون ڪيون آهن، جڏهين آئون اها ريسرچ لکڻ وينس تہ مون کي لڳو تہ شايد مضمون اڳتي وڌائي نہ سگهان. پهريائين ئي جملا نہ پيا سجهن تہ شروعات ڪٿان ڪريان. نيٺ مون کي ڊچ سوشيالاجسٽ ياد اچي ويو، جنهن 1880ع ۾ نشن پتن وارين ڊرگس جي تاريخ لکي آهي، ڊچ سوشيالاجسٽ جي ريسرچ کي ذهن ۾ رکي آئون آئي وئي کان انهيءَ جي باري ۾ پڇائون ڪندو رهيس ۽ ماڻهن جا ڪن ڪائي ويس. تنهن کان پوءِ وڃي لکڻ جهڙو ٿيس. اصل ۾ اهي پڇائون ئي هيون جن مون کي وسريل ڳالهيون ياد ڏياريون. مزاج جي حساب سان آئون يادن جي تصديق ڪرڻ وارو ماڻهو آهيان. سو خير تون فڪر نہ ڪر، منهنجا بيا ڪتاب بہ اچڻ وارا آهن.

(پئرس رويو جي ٿورن سان)

***

# نائيجيريائي جائي ليکڪ وول سوئينيڪا سان ڳالهه ٻولهه

وول سوئينيڪا: 13 جولاءِ 1934ع تي اولهه نائيجيريا جي شهر، بيوڪا ۾ ڄائو. جتي 1944ع ۾ گرامر اسڪول ۾ پڙهڻ وينو. 1946ع کان وٺي 1950ع تائين ساڳئي شهر جي گورنمينٽ ڪاليج ۾ تعليم حاصل ڪيائين. انهيءَ دوران ئي شاعري جي شروعات ڪيائين. گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ راگوس شهر جي هڪ وڏي ميڊيڪل اسٽور ۾ ڪلرڪي جو ڌنڌو اختيار ڪرڻ سان گڏوگڏ اتان جي ريڊيو اسٽيشن تان پنهنجيون لکيل ڪهاڻيون پڙهڻ لڳو. 1954ع ۾ هو برطانيہ هليو ويو، جتي ليڊس يونيورسٽي ۾ داخلا ورتائين. 1957ع ۾ ليڊس يونيورسٽي مان انگريزي ادب ۾ بي اي آنرس جي ڊگري حاصل ڪيائين. انهيءَ دوران هن پنهنجا مشهور اسٽيج ناٽڪ The Swamp Dwellers ۽ The Lion and Jewel پڻ لکيا. جيڪي رائل ڪورٽ ٿيئيٽر ۾ اسٽيج ڪيا ويا. 1958ع ۾ هن پاڻ نائيجيريا گروپ ٿيئٽر قائم ڪيو ۽ پاڻ ئي ڊائريڪٽر بڻجي ڪم ڪرڻ لڳو.

1960ع ۾ جڏهين نائيجيريا آزادي ماڻي تہ هو موٽي پنهنجي ملڪ آيو. جتي کيس انهيءَ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرر مقرر ڪيو ويو. پر ستت ئي اتان استعيفا ڏنائين. اِهو وقت اُهو هو جو اولهہ نائجيريا ۾ سياسي سماجي بيچيني پيدا ٿي ويئي، جنهن جي نتيجي ۾ 1966ع ۾ خانہ جنگي شروع ٿي ويئي. 1967ع ۾ کيس گرفتار ڪري ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ اڪيلي سر بند ڪيو ويو. انهيءَ قيد تي اڳتي هلي ڪري The Man Died نالي سان جيل ڪٿا لکيائين. 1971ع ۾ آزاد ٿيڻ 1972ع ۾

کان پوءِ وول سوئينيڪا پورا چار سال جلا وطن بڻجي گھانا ۾ رهيو. 1975ع ۾ جڏهين جرنل مرتضيٰ محمد نائجيريا جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو تہ هو واپس وطن موٽي آيو ۽ کيس انهيءَ يونيورسٽي ۾ پروفيسر مقرر ڪيو ويو. انهيءَ وچ ۾ يورپ توڙي آمريڪا ۾ سندس ناٽڪ اسٽيج ڪيا ويا ۽ سندس ناول Season of Anomy پڻ شايع ٿيو. 1976ع ۾ جڏهين مرتضيٰ محمد کي قتل ڪري جنرل اولو سيگن اوبا سانجو حڪومت سنڀالي تہ ٻيهر وول سوئينيڪا کي وطن جا وڻ ڇڏڻا پيا.

1981ع ۾ کيس ييل يونيورسٽي ۾ وزٽنگ پروفيسر مقرر ڪيو ويو ۽ ساڳئي سال سندس آتم ڪٿا جو پهرئيون جلد Ake شايع ٿيو. 1986ع ۾ کيس ادب جو نوبيل پرائيز مليو. 1998ع ۾ وري هو نائجيريا موٽي آيو ۽ حال حيات اتي آهي. هتي 11973ع کان وٺي 1988ع تائين ڏنل انٽرويوئن مان چونڊ سوال جواب ڏنا وڃن ٿا.

1973ع واشنگٽن يونيورسٽي وارا:

سوال: ڇا نائجيريا ۾ ڪا اهڙي ٻولي ناهي جو تون انگريزيءَ ۾ ٿو لکين؟

جواب: اسان جي ملڪ ۾ چار مک ٻوليون آهن ۽ ٽيهارو کن ٻيون ٻوليون آهن. انهيءَ ڪري اسان وٽ گهٽو گهٽ انگريزي ٻوليءَ جو استعمال ٿيندو آهي. اسان برطانيہ جي راڄ واري انگريزي ٻولي استعمال ڪونہ ڪريون. پر اهڙي پڃل ٽٽل انگريزي استعمال ڪندا آهيون. جيڪا هر ڪنهن کي سمجھ ۾ اچي. اسان وٽ گهٽيون ٻوليون هئڻ جي ڪري نتيجو اهو نڪتو آهي جو هر ماڻهو گهٽي ڳالهائي ويندڙ انگريزي سمجهي ويندو آهي. انگريزي اسان جي لاچاري آهي.

سوال: پر تون جڏهين پنهنجي ٿيئٽر ۾ ڌار ڌار قوميتن ۽ ٻولين جا ماڻهو شامل ڪندو آهين تہ توکي اهڙي ڳُڙدائي تڪليف ڪونہ ڏئي؟

جواب: اصل صفا نہ. مون لاءِ ڪوبہ مسئلو ڪڙو ڪونہ ٿيندو آهي. ناٽڪ کي پروڊيوس ڪرڻ جو ڪم آئون باقاعدي طور تي شعوري طور تي ڪندو آهيان. هتان هتان ماڻهو گڏ ڪري نئون جوڙ ناهي وٺندو آهيان. جڏهين بہ ڪو ڏات ڀريو اداڪار دل سان لڳندو اٿم تہ انهيءَ کي بہ پنهنجي ٽيم ۾ شامل ڪري وٺندو آهيان، پوءِ ڀلي هو پارت جو هجي يا برازيل جو هجي يا ڪو ٻئي هنڌان جو هجي. آئون انهن کي پاڻ سان شامل ڪري

وٺندو آهيان. انهيءَ ڪان پوءِ جڏهين ريهرسل ٿيندي آهي تہ اهي سڀ جا سڀ اداڪار فطري طور تي هڪ ٻئي جا ڏوڙي پيچي ٿي ويندا آهن، پر جي ڪو ماڻهو وڏي ناهہ نوهہ ۽ فن جي رعب تاب سان ڪو گروپ ٺاهيندو آهي تہ اها انهيءَ ماڻهوءَ جي وڏي ڀل هوندي آهي. انهيءَ جي ابتڙ آئون پنهنجن گڏ ڪيل فنڪارن مان خوش هوندو آهيان، ڇاڪاڻ تہ اهي نوان فنڪار هئڻ جي ڪري ننهن چوٽيءَ جو زور لائي محنت ڪندا آهن. پئٽربروڪ بہ پنهنجن اسٽيج ناٽڪن جي ڏس ۾ اهڙا ساڳيا اصول طئہ ڪيا آهن، تنهن ڪري سندس ناٽڪن کي بين الاقوامي تاثرات ڏيندڙ ناٽڪ چيو ويندو آهي. سندس سٽ ۾ سينيگال جا شيدي بہ هوندا آهن، جپاني بہ هوندا آهن تہ آمريڪي ۽ فرينچ بہ هوندا آهن. سندس ناٽڪ جي باري ۾ چوڻ آهي تہ ناٽڪ لفظن سان نہ پر، تاثرات سان شروع ڪجي. سندس اهو رويو حقيقت تي ٻڌل آهي، جي ڪنهن ناٽڪ ۾ مختلف نسلن جا اداڪار هوندا آهن تہ اهڙي ناٽڪ جون پاڙون انسانيت ۾ کتل هونديون آهن.

سوال: تون پنهنجن لکيل ناٽڪن کي پاڻ ڊائريڪٽ ڪرڻ پسند ڪندو آهين؟

جواب: ها چونہ.

سوال: ضرورت پوڻ تي تون پنهنجي ناٽڪ جي اسڪرپٽ کي ايڊٽ ڪري سگهندو آهين؟

جواب: بلڪل ڪندو آهيان، پنهنجن ناٽڪن جي ڪاٽ ڪوٽ ڪرڻ جو ڪم مون کي ڏاڍو وڻندو آهي.

سوال: جڏهين ڪو ٻيو ماڻهو تنهنجو لکيل ناٽڪ ڊائريڪٽ ڪندو آهي تہ تون سندس مدد ڪندو آهين؟

جواب: ها. جيئن جو تيئن مدد ڪندو آهيان. حقيقت ۾ اهو تجربو مون لاءِ خوشيءَ جو ڪارڻ هوندو آهي. پر جڏهين آئون وري ڪنهن ٻئي ليکڪ جو ناٽڪ ڊائريڪٽ ڪندو آهيان تہ وچ ۾ ايندڙ کي سهان ئي ڪونہ. جي ڪو منهنجي سر مٿان اچي ٻيهي رهي. ۽ ڪو ويجهو ايندو آهي تہ انهيءَ کي پڇائي ڪيندو آهيان هوڏانهن وري منهنجو لکيل ناٽڪ The Road جڏهين 1965ع ۾ انگلينڊ ۾ ڊائريڪٽ ڪيو پئي ويو تہ آئون ڊائريڪٽر جي پٺ ئي نہ پيو ڇڏيان. ڊائريڪٽر ڪنهن ڪنهن هنڌ مون کان مدد ٿي گهري تہ مدد ڪندو رهيو سانس. اهو ڊائريڪٽر رهيرسل مان

نڪري، ٻاهر ويهي مون سان هر نڪتي تي بحث ڪندو رهيو. منهنجو خيال آهي ته ليڪ وڏا حرامي ماڻهو ٿيندا آهن. پائين ته ٻئي جو رت پيئي وڃن، اهو به تڏهين جڏهين ڪو ٻيو سندن ناٽڪ ڊائريڪٽ ڪندو هجي.

سوال: ٽيليويزن لاءِ لکندي ڪي خاص تجربا ٿيا؟

جواب: نائجيريا ۾ مون ٽيليويزن لاءِ ڊراما لکيا، پر ڪڏهين به ڪو پنهنجو ڊارمو ڊائريڪٽ ڪونه ڪيم. البت هر پراڊڪشن جي موقعي تي پنهنجي ڊرامي جي ٽيم کي سمجهائيندو رهيس ته فلاڻو ڏيک فلاڻي طريقي سان ڪرڻو آهي، تنهن کان پوءِ ٽيڪنيشنس کي پنهنجي مرضيءَ تي ڇڏي ڏيندو هوس ته جيئن اهو پنهنجي مخصوص طور طريقن سان ڪئمرائون ۽ ٻئي مشين گيري استعمال ڪن. مون پاڻ اهي ڊراما انهيءَ ڪري ڊائريڪٽ ڪونه ڪيا، جو مون کي اها خبر ئي نه هئي ته "ڪلوز شاٽ" ڇا آهي. "ٽو شاٽ" ڇا آهي ۽ "وائيڊ اينگل" ڇا آهي. مون کي اها به خبر ڪانه هئي ته ڪهڙو شاٽ ڪٿان وٺجي ۽ ڪيئن وٺجي. سو اهي ڳالهيون منهنجي تجربي ۾ آيون.

سوال: نائجيريا ۾ قومي ٿيئيٽر ته هوندا؟

جواب: نپ ناهي، رڳو نلهي جاڙي پيئي تي لڳي ته ڪهڙي ڳالهه اڳتي ڪجي، ڪهڙي پوئتي ڪجي. ڇا ڪجي، ڇا نه ڪجي، جي ڪجهه ڪجي ته ڪيئن ڪجي. مڙيئي پيا ٿا اجايا نڪاءَ پون، سپ صلاحون اونڌيون.

سوال: هونئن عام طور تي قومي ٿيئيٽر جي باري ۾ تنهنجو پنهنجو خيال ڇا آهي؟

جواب: اهو سمجهه ته منهنجي قسمت مڙيئي چڱي هئي جو مون کي ٻين ملڪن جي قومي ٿيئيٽر جو جائزو وٺڻ جو وجهه ملي ويو، انهن ملڪن ۾ برطانيه به اچي وڃي ٿو. گڏوگڏ مون کي اهو وجهه به ملي ويو جو اتان جي ڪنهن نه ڪنهن ڪهاڻيءَ جي ڊرامائي تشڪيل ڪيان. ائين سڀ ڪجهه سمجهڻ کان پوءِ آئون انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان ته برطانيه وارا پنهنجي قومي ٿيئيٽر، خاص ڪري شيڪسپيئر جي ناٽڪن جي باري ۾ ڏاڍا حساس آهن. حساس هئڻ جي ڪري اهي پنهنجي صحيح قسم جي ذهانت تي فخر به محسوس ڪندا آهن. جيئن ته شيڪسپيئر مري چڪو آهي، تنهنڪري سندس ناٽڪن تي ڪو سياسي ڦڏو ڏچو ڪونه ٿئي. ائين ئي بريخت جي ناٽڪن جي باري ۾ آهي، ساڳئي حالت فرانس جي ناٽڪ نويس موليري جي

آهي. مون کي جيڪي ڪجهه ڏسڻ ۾ آيو، اهو ائين آهي ته قومي ٿيئٽر وارا ناٽڪ جي وسعت کي گهٽائيو ٿا ڇڏين، مثلن جيڪڏهين تخليقي صلاحيتون رکندڙ ناٽڪ نويس ريهو رڙ ڪندڙ ٻارن يا بيوقوف سياستدانن تي ڪو ناٽڪ لکي ٿو ته ظاهر آهي ته اهڙو ناٽڪ بيماري ۾ ورتل ۽ هڪ هنڌ ڄميل ثقافت جي حدن کي ٽوڙي وجهي ٿو ۽ ناقابل قبول ٿيندو. قومي ٿيئٽر ۾ اهائي ڪمزوري آهي، جيڪا مقرر ٿيل ثقافتي حدن کان ٻاهر نڪرڻ نٿي ڏئي، اهوئي ڪارڻ آهي جو ناٽڪ محدود ٿيندو وڃي.

سوال: تنهنجي لکيل ناٽڪن کي سرڪار ڪڏهين قبول ڪيو آهي؟

جواب: سرڪار وارن ته ڪڏهين به قبول نه ڪيو آهي ۽ نه ئي وري وٽن اهڙي ڪا گهڻي آهي جو ڪٿي قبول ڪن. نائجيريا ۾ 1963ع کان وٺي 1966ع تائين اهڙو ته سياسي ممڻ متل هو، جو انهيءَ جمهوري دور ۾ سڄو زور انهيءَ ڳالهه تي هو ته ڪيئن چالاڪيون، ٺڳيون ۽ ارهه زوريون ڪري اليڪشنون کٽجن. اوچتو ئي اوچتو ماڻهن کي گم ڪيو ويندو هو ۽ سياسي مخالفن جي پاڙ پٽي کين ختم ڪيو ويندو هو. ڪن کان وري سندن ٻنيون ٻارا ڦري الهه تلهه تي قبضو ڪيو ويندو هو. ٺڳن جون فوجون هونديون هيون، جن کان ڪوبه پڇڻ ڳاڇڻ وارو ڪونه هو ۽ اهي ٺڳ پيا ملڪ پيليندا هئا. ڏاڙ گهوڙا لڳي پيئي هوندي هئي. اسان اسٽيج ناٽڪن وارا ته ڪن لڪايو پيا هلندا هئاسين. ڪيترن ئي گروپن تي پابندي لڳي ويئي. ڪن ويچارن جون ته ٽنگون ٻانهون ڀڃي ڇڏيندا هئا. ۽ اها خبر ڪانه پوندي هئي ته ٽنگون ٻانهون ڀڃڻ وارا پوليس وارا آهن يا وري چور چڪار ۽ ٺڳ آهن. پر اسان واري ٽولي کي خبر هئي ته انهيءَ ٻاهه کي ڪيئن منهن ڏجي ۽ پنهنجو سر بچائجي. کين حيلا وسيلا هلائڻ ايندا هئا اسان سيني جي ٺڳن. چورن ۽ ڏاڍن مڙسن تي اک هوندي هئي. تنهن ڪري ڦڏو ڏڄو مچائڻ وارن کان لڪي ۽ کين دوکو ڏيئي پنهنجو ناٽڪ اسٽيج ڪري ويندا هئاسين. اسان جو ڪوبه ناٽڪ رولي ۾ ڪونه پيو. اسان واري ناٽڪ منڊلي ۾ جيڪي جهونا همراهه هئا، اهي ڪٿي ڪٿي هٿ جوڙ ڪري جند ڇڏائي ويندا هئا اسان واري اوريسن نالي ناٽڪ منڊلي 1060ع کان وٺي اهڙين حالتن کي منهن ڏيندي پئي آئي، سو اسان کي خبر هني ته ڪنهن کي ڪيئن منهن ڏجي.

تازي تازي ڳالهه آهي، اسان جي يونيورسٽي جي ايڪويهين سالگرهه جو جشن هجي، سو يونيورسٽي جي انتظاميہ اسان تي بار رکيو تہ اسان واري منڊلي ڪو ناٽڪ اسٽيج ڪري. سندن چوڻ تي مون پنهنجو لکيل ناٽڪ Kongi's Harvest ڊائريڪٽ ڪيو. سڀ اچي ٽٽا، ملٽريءَ جا گورنر، ڪمشنر، سفير، سياستدان، امير ڪبير ۽ ٻيا. مون ڇا ڪيو جو مٿن ٽوڪ ڪندي ملٽري جو مان ۽ ڏاڍ مڙسي ٻين ڌرين کان مٿي ڪري ڏيکاري. باقي ناٽڪ ۾ جيڪو پيغام هو، اهو تہ حڪومت تي هلان ڪرڻ وارو هو، پر پوءِ بہ انڪل کان ڪم ونڻو پيو، جيئن ئي ناٽڪ شروع ٿيو تہ ملڪ جا چڱا مڙس انهيءَ وٽ ونان ۾ لڳي ويا تہ ڪنهن کي کهڙي سيٽ تي ويهي پاڻ کي زور آور ڪري ڏيکارڻو آهي. تنهن ڪري ڪنهن صاحبلوڪ چڱي طرح ناٽڪ ڪونہ ڏٺو ۽ نہ ئي ڪنهن ڪو ڌيان ڏنو. ائين اسان جو بہ ڪم ٿي ويو ۽ صاحبلوڪن جوبہ ڪم ٿي ويو، وڏي صفائيءَ سان بچي وياسين.

سوال: توکي ٽي ٽوپيون پيل آهن، تون شاعر بہ آهين، ناول نگار بہ آهين ۽ ناٽڪ نويس بہ آهين. اهي ٽيئي ٽوپيون هڪ ٻئي سان وچڙن تہ ڪونہ ٿيون؟ توکي پاڻ ئي کهڙي ٽوپي پسند آهي؟

جواب: مون کي ٽن کان وڌيڪ ٽوپيون پيل آهن، پر توکان منهنجي پهرئين نمبر واري ٽوپي وسري ويئي. اها ئي تہ اصلي ٽوپي آهي جيڪا مون کي عمر لاءِ پاٽي آهي ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين پاتل هوندي. اها ٽوپي آهي "انسانيت". انهيءَ ٽوپيءَ جي مقابلي ۾ ٻيون گهٽ درجي واريون بہ ٽوپيون آهن، انهن ۾ چٽي برساتي ۽ ٻيون اهڙيون شيون اچي وڃن ٿيون. ٻين اکرن ۾ اهو سمجهي ڇڏ تہ اظهار جا جيڪي بہ وسيلا آهن، انهن ۾ آئون ڪوبہ فرق نہ ليکيندو آهيان. آئون انهن ليکڪن مان ناهيان. جيڪي ڪنهن خاص موضوع تي لکڻ لاءِ جاٽي واٽي اظهار جو ڪو وسيلو پيا ڳوليندا آهن. تنهن ڪري ائين چٽي سگهجي ٿو تہ جڏهين بہ سياسي حالتون تباهہ ڪُن، خوفناڪ ۽ ڊيبجاريندڙ رهيون، تڏهن مون کي پنهنجي ناٽڪ منڊلي سان گڏجي ناٽڪن جو ڪم ڪرڻو پيو. تنهن کان سواءِ مون کي سياسي خاڪا بہ لکڻا پئجي ويا. اهي خاڪا بہ سياسي هوندي ڪري بہ سماج تي هڪ ٽوڪ هٿڻ برابر هئا. اهو ڪم ڪرڻ لاءِ مون کي ٻن سطحن تي وڙهڻو پئجي ويو، هڪ تہ انهن جي وسيلي سياسي ڦيٽاڙي سان مهاڏو اٽڪائڻو پئجي ويو ۽ ٻيو تہ انساني فرض ادا ڪرڻو پئجي ويو. چاڪاڻ تہ مون کي اهو ڪتڪو ٻينو هو تہ اڳتي هلي

ڪري اهي سماجي ۽ سياسي حالتون خلقت کان وسري وينديون يا وسارڻ لاءِ انسنا ڪيا وندا يا وري اهي حالتون ڪنهن ڪنڊ ۾ عارضي طور تي چپ هٽي وينديون. تنهن ڪري چونه انهن حالتن کي بروقت اظهار جي ڪنهن نه ڪنهن وسيلي سڏيءَ ريت هڪدم رجسٽر ڪيو وڃي ته اهڙين حالتن کي ڪيئن منهن ڏجي. سو اهڙيءَ ڪيفيت ۾ مون کي شعوري طور تي سوچڻو پئجي ويندو آهي ته اظهار جو ڪهڙو وسيلو ڪتب آندو وڃي. باقي ٻين صورتن ۾ آئون اڳواٽ اظهار جو وسيلو طئي ڪونه ڪندو آهيان. منهنجي خيال ۾ موضوع، موقعو ۽ ٻيون اهڙيون ڳالهيون اظهار جو وسيلو طئي ڪنديون آهن، منهنجي نظر ۾ ڪوبه اختلاف، ڪوبه ٻاهريون دٻاءُ ۽ ڪابه اندر جي چڪتاڻ اظهار جي هڪ وسيلي کي ٻئي وسيلي کان ڌار ڪري نٿي سگهي، جيئن وڃي ڳالهه جڙي، تيئن ڪجي.

سوال: تون لکڻ لاءِ هر وقت آتو هوندو آهين ڇا؟

جواب: اصل صفا نه، آئون هر وقت لکڻ لاءِ آتو ڪونه هوندو آهيان. سچ ڪري پڇين ته آئون بنيادي طور تي تمام گهڻو سست ماڻهو آهيان، جيستائين ڪابه ڳالهه مون کي اندران ڌڪ نه هڻندي آهي، تيستائين چرڻ لاءِ به تيار نه هوندو آهيان. منهنجو گهڻو وقت ٻين ڪمن ۾ به گذرندو آهي. (ٽهڪ ڏيندي) مون ڪيترن ئي اهڙن ليکڪن جي باري ۾ پڙهيو آهي ته اهي پنن جا پنا ڪارا ڪندا ويندا آهن، اهڙن ليکڪن کي پڙهڻ به هڪ وڏو عذاب آهي. سو آئون ڪين پڙهان ئي ڪونه.

سوال: تازو تنهنجي ڏنل ليڪچر مان لڳي ٿو ته بريخت جي ناٽڪ جي باري ۾ جيڪو نظريو قائم ڪيو ويو آهي، اهو توکي ڪونه وڻيو. انهيءَ باري ۾ ڪي وڌيڪ رايا ڏيئي سگهين ٿو؟

جواب: چڱو ٿيو جو اهو سوال پڇيئي. ڀانيان ٿو ته منهنجي ليڪچر مان ڪو مونجهارو پئدا ٿي پيو آهي. بريخت وٽ جيڪو انقلاب جي باري ۾ نظريو آهي، انهيءَ تي مون کي ڪوبه اعتراض ناهي. آئون ته پاڻ چاهيندو آهيان ته عوام جي باري ۾ ئي ناٽڪ لکيو وڃي ته اها ڳالهه ته موچاري آهي، پوءِ اهو ناٽڪ عوامي ڪيفيتن جي باري ۾ هجي يا سماجي حالتن جي باري ۾ هجي يا وري سياسي صورتحال جي باري ۾ هجي. ليڪچر ڏيندي اصل ۾ مون ذر ذر جيڪو نڪتو اٿاريو آهي. اُهو اهو آهي ته اسان جيڪو اهو سمجهندا آهيون ته فلاڻو ناٽڪ پرولتاري آهي، درحقيقت

اهو پرولتاري نہ هوندو آهي، انهيءَ ڏس ۾ مون بريخت جي ڪجھ ناٽڪن جو مثال ڏنو آهي. اها تہ سيني کي خبر آهي تہ بريخت جي ناٽڪ جي چڙي ريهرسل ڏيڍ ڏيڍ سال هلندي آهي. The Berliner واري ناٽڪ منڊلي وارا چڙو ناٽڪ جي هڪ واقعي، هڪ ئي چرپر ۽ هڪ ئي اشاري تي ايڏو تہ گهڻو وقت وٺندا آهن، جو ڪم وچان سولو ساھ ئي نہ کڻي سگهندا آهن. جڏهين کين ايڏي محنت ڪندي ڏسجي ٿو تہ کين داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگهجي، پر ايڏي اهتمام، انتظام ۽ خرچ کي ڏسي مون کي اهو چوڻو پئجي ويو تہ اهڙو ناٽڪ صحيح معنيٰ ۾ پرولتاري ٿي نہ ٿو سگهي، پوءِ پلي ڪٿي ناٽڪ جو موضوع، رويو، ڌيان، گيان ۽ پيغام ڪٿي سوشلزم وارو هجي. اهو طور طريقو تہ امير ماڻهو جي ذهني عياشي آهي. اهڙي ٿيئٽر لاءِ ڪيئن ٿو چئي سگهجي تہ اهو پرولتاري آهي.

سوال: تون جڏهين لکندو آهين تہ لکڻ وقت ڪنهن سان مخاطب هوندو آهين؟

جواب: هر لکڻيءَ دوران ڪونہ ڪو فرق هوندو آهي، آئون جڏهين سياسي خاڪا لکندو آهيان، تڏهين آئون وقت، عوام، ڪجھ عوام دشمن بدمعاشي، ڪجھ پنهنجي حمايتن، ڪجھ چڱن ماڻهن ۽ ڪجھ نظرياتي ماڻهن سان مخاطب هوندو آهيان. آئون واقعن جي باري ۾ سڄاڻ هوندو آهيان ۽ سنئين سڌي ڳالھ لکندو آهيان. پر صورتحال تہ ڏينهون ڏينهن بدلبي رهندي آهي، انهيءَ ڪري هر ٻيري ساڳيو خاڪو هوندو آهي. چويهين ڪلاڪن اندر ئي چا مان چا ٿيو وڃي. ڪڏهين ڪڏهين وري ائين هوندو آهي تہ لکڻ وقت منهنجي اڳيان ڪي مخصوص ذهنيت وارا ماڻهو منهنجي تصور ۾ موجود ئي نہ هوندا آهن. البت اهو ضرور آهي تہ ٻين ليکڪن وانگر مون ۾ بہ تخليقي انا موجود هوندي آهي. ڪو ڪتاب لکڻ وقت منهنجي اڳيان هزارين ماڻهو هوندا آهن، جن جي ذهنيت هڪ جهڙي هوندي آهي. لکڻ وقت اها پڪ هوندي اٿم پبلشر جو ڏيوالو ڪونہ نڪرندو. منهنجي خيال ۾ اهي محسوسات ئي لکڻ کي جنم ڏينديون آهن.

سوال: تنهنجو هيرالڊ پنٽر (نوبل لاريٽ) ۽ ٻين اهڙن ناٽڪ نويسن جي باري ۾ چا خيال آهي، جيڪي زندگيءَ کي بي مقصد ۽ بيڪار سمجهندا آهن؟

جواب: آئون سندن لکيل ناٽڪن کان چڱيءَ طرح واقف آهيان،

منهنجي اهڙي قسم جي ناٽڪن سان دل نٿي لڳي، پر انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته ڪين ناٽڪ لکڻ جو وڏو ڏانءُ اچي ٿو، جيڪو پڙري پٽ ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

1974ع آگيتا

سوال: وول، تون اهو ٻڌائيندين ته تون لکڻ واري ڪم ۾ ڪيئن گهڙي پيئين؟

جواب: جيتري قدر مون کي ياد ٿو اچي ته ننڍي هوندي مون کي ليڪا پائڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو، جڏهين ڏس، تڏهين وينو ليڪا پائيان، پر پوءِ اڳتي هلي ڪري سڀ کان پهرئين جيڪو گهاٽو شوق پاليم، اهو هو ادب، فڪشن، شاعري، آتم ڪٿا، سوانح ۽ ٻيو گهڻو ڪجهه پڙهندو رهيس. آئون ته ائين ٿو پاڻيان ته جيڪو ماڻهو دبا دب پڙهندو آهي، اهو اڳتي هلي لکڻ تي هٿ صاف ڪندو آهي. جڏهين ننڍي هوندي اسڪول ۾ پڙهندو هوس، تڏهين به دل وندرائڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه لکندو رهندو هوس. ائين ڪندي ڪندي نيٺ به ڪهاڻيون لکي وينس، جن کي اڳتي هلي ڪري ريڊيو لاءِ ڊراماٽي تشڪيل ڏنيون سون.... نائجيريا ڇڏڻ کان پوءِ وڃي پڪ ٿيم ته هاڻي لکڻ رڳو وندر نه رهيو آهي، پر گهڻو ڪجهه آهي

سوال: اها ته هڪ حقيقت آهي ته جڏهين ڪو ماڻهو عشق ۾ ورتو پيو هوندو آهي، تڏهين سندس لکڻيون اوج تي پهتل هونديون آهن.

جواب: ذاتي طور تي آئون ائين ٿو سمجهان ته اهڙي ڪا ڳالهه ناهي. مون کي ته ڏسڻ ۾ نٿو اچي ته عشق لکڻ جي ڪم کي ڪي موڙ ٻڌائيندو هوندو. اهڙي حالت ۾ ته رڳو وينو عشق بابت شعر گهڙيندو.

سوال: تنهنجو خيال ڇا ٿو چوي ته جي ڪو ليکڪ ٻين ليکڪن جي صحبت ۾ رهندو ته سندس لکڻ جي اهليت وڌندي؟

جواب: ٿي سگهي ٿو ته ڪجهه ليکڪن لاءِ ائين هجي، پر سڀني لاءِ ائين ناهي. ٻين ليکڪن جي صحبت جو اندر ۾ ايڏو ته اهاءُ ڪونه هوندو جو ماڻهوءَ ۾ تخليقي سگهه اچي وڃي. البت صحبت ۾ خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي آهي. جڏهين هڪڙي ئي ڌنڌي وارا ماڻهو پاڻ ۾ گڏجندا رهندا ته هڪ ٻئي سان ويچار ته ونڊيندا ۽ انهيءَ مان ڪي ته ڪارائتيون ڳالهيون نڪري اينديون. باقي آئون پاڻ ته ڪنهن جي صحبت کان سواءِ اڪيلائيءَ ۾ بهتر ڪم ڪري سگهندو آهيان. باقي هونئن ته آئون ٻين ليکڪن جي صحبت ۾ خوش هوندو آهيان ته ڏسان ته ٻيا ڇا ٿا چون. باقي

آئون پاڻ بين ليکڪن سان پنهنجي ڪم جي باري ۾ نپ ڪونہ ڳالهائيان، نڪو ڪنهن کي اهو ٻڌايان تہ منهنجي ڪم جو سلسلو ڪيئن اڳتي وڌي رهيو آهي. پر آئون ڪجهہ اهڙن ليکڪن کي بہ سڃاڻان، جيڪي ٻين سان خيال ونڊيندي لکڻ لاءِ اتساهہ حاصل ڪندا آهن.

سوال: تو ڪڏهين ائين محسوس ڪيو آهي تہ ليکڪ جي اڪيلائيءَ ۾ وزن هوندو آهي؟

جواب: منهنجو خيال تہ اهو ٺو چوي تہ ليکڪ جڏهين اڪيلائيءَ ۾ هوندو آهي تہ سندس ذهن ۾ هڪ خاص قسم جي چڪتاڻ موجود هوندي آهي. هن دنيا ۾ جيڪي بہ ماڻهو رهندا آهن، اهي ٿوري يا گهڻي حد تائين تہ اڪيلا ئي هوندا آهن، پر پوءِ بہ آئون ليکڪن کي اڪيلائيءَ جي خاني ۾ وجهڻ نٿو چاهيان.

سوال: لکڻ جي دوران ئي تون پنهنجي ڪتاب جو عنوان چونڊي وٺندو آهين؟

جواب: شروع کان وٺي جيئن لکڻ لڳندو آهيان تہ انهيءَ وقت کان وٺي منهنجي ذهن ۾ ڪتاب جا عنوان پيا ايندا ويندا آهن. ڪڏهين ڪڏهين تہ ائين بہ ٿيندو آهي تہ جڏهين ڪتاب ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ هوندو آهي تڏهين بہ آئون پنهنجي ڏنل اڳئين عنوان کي تبديل ڪري وٺندو آهيان.

سوال: وول، تون پنهنجي ڪردارن لاءِ نالا ڪيئن چونڊيندو آهين؟

جواب: ڏس نہ، جڏهين بہ مون کان لکڻ جي ٿيـــ جي باري ۾ پڇيو ويندو آهي تہ منهنجي جواب مختصر هوندو آهي، ڇـــاڻ تہ آئون لکڻ جي پروسيس جي باري ۾ ڪنهن سان ايتري مٿا ڪٽ ڪري نہ سگهندو آهيان.... نيڪ آهي..... آئون پنهنجن ڪردارن کي نالا ڪونہ ڏيندو آهيان، پر خود ڪردار پنهنجا نالا، ڪردارن جا نالا طئہ ڪندا آهن. ڪڏهين ڪڏهين اهڙا موقعا بہ اچي ويندا آهن جو مون کي ئي ڪردارن جا نالا طئہ ڪرڻا پوندا آهن.

سوال: تون جيئن جيئن اڳتي لکندو ويندو آهين تہ موضوع يا ڪردار بلدبا ويندا آهن ڇا؟

جواب: ڪڏهين ڪڏهين، سوبہ صفا گهٽ. موضوع تہ تبديل نٿو ٿي سگهي. باقي رهيا ڪردار تہ انهن جو ڄاڻي واڻي ٻيڙو ٻوڙي سگهجي

ٿو. اصل ۾ ڪردارن کي حقيقي معنيٰ ۾ بدلائي نٿو سگهجي، ائين ته سچو ڪم خراب ٿي ويندو. البت لاچاريءَ جي ڪري ڪردار بدلائي ڇڏيندو آهيان، سوبه نه هئڻ جي برابر.

سوال: لکڻيءَ تي نظرثاني ڪندو آهين؟

جواب: هڪڙو پيرو ٿوروئي نظرثاني ڪندو آهيان، نظرثاني ته لاڳيتي جاري رهندي آهي.

سوال: ڪجھ نقاد جڏهين تنهنجي باري ۾ ڳالهائيندا يا لکندا آهن ته ڪين تنهنجي ڪم جي حوالي سان ڪين يوناني ۽ آمريڪي شاعريءَ جو ذڪر ڪرڻو پئجي ويندو آهي. تون بين الاقوامي شاهڪار گهڻو پڙهندو آهين ڇا؟

جواب: مون وڏي پئماني تي بين الاقوامي ادب پڙهيو آهي، پوءِ اهو يورپين ادب هجي يا ايشيائي ادب هجي يا ڪٿي آمريڪي ادب هجي. آئون گوتم ٻڌ جا به حوالا ڏيندو آهيان ۽ ڏند ڪٿائون به منهنجيءَ نظر ۾ رهنديون آهن. بين اکرن ۾ ائين ڪٿي سمجھه ته آئون نه ته پنهنجي تجربي کان الڳ ٿيندو آهيان ۽ نه ئي وري دنيا جي تجربي کان ڌار ٿيندو آهيان. اڄڪلھه دنيا ۾ هڪ ٻئي سان رابطو ٻنهين گهڻو وڌي ويو آهي. ڪيترائي اهڙا ماڻهو به آهن، جيڪي انهن ڳالهين کي وساري ويهندا آهن. پر جيستائين منهنجو پنهنجو تعلق آهي ته آئون دنيا جي ڏنل مختلف تاثرات جي معنائن سان ٻڌل هوندو آهيان. اهڙي ساڳئي طرح آئون بين الاقوامي رابطن تي ٻڌل گهاڙيٽن کان به پاڻ کي الڳ ڪري نه سگهندو آهيان، ڇاڪاڻ ته جي ائين نٿو ڪريان ته منهنجو پڙهندڙن سان به رابطو ٽٽي پوندو، پوءِ پلي پيو هوا ۾ جهٽ هڻان. باقي ايترو سو ضرور آهي ته آئون پنهنجي ڪم کي بين الاقوامي ادب جي شاهڪارن کان پري ڪري رکندو آهيان جو منهنجو ڪم ڪنهن کي هضم ئي نه ٿئي. اهڙين خرابين کان هر سنجيدي ليکڪ کي پري رهڻ گهرجي. نه ته سندس اصليت گم ٿي ويندي. باقي رهي ڳالھه پنهنجي ڪم کي وڏي پئماني تي پکيڙڻ جي ته آئون پنهنجي ڪم ۾ دلچسپي پيدا ڪندو آهيان ته جيئن آئون پنهنجن پڙهندڙن تائين پهچي سگهان. آئون پنهنجي ڪم جي سطح ايترو ضرور اڀاريندو آهيان ته جيئن آئون پنهنجي پڙهندڙن جي اعلي سوچ. سندن بين الاقوامي ادب جي مطالعي جي سطح ۽ سندن ذاتي تجربن کي ڇهي سگهان.

سوال: ڪجھ ليکڪ پنهنجي ڪم تي ٿيل تنقيد پڙهي بر تي

ويندا آهن، پلا توتي ڪڏهين نقادن جو ڪو اهڙو اثر ٿيو؟

جواب: نہ ٿيپ نہ. اصل حقيقت تہ اها آهي تہ منهنجي ڪم جي واڪاڻ ۾ تنقيد لکي وڃي يا ڪم جي ڪوٽ ٿوٽ تي تنقيد لکي وڃي، آئون انهن ٻنهين صورتن ۾ تنقيد پڙهڻ ۾ ڏکيائي محسوس ڪندو آهيان. ۽ منهنجي لاءِ اهڙو سڀ ڪجهہ پڙهڻ محال هوندو آهي. آئون پنهنجي ڪتاب The Man Died تي ٿيندڙ غير ملڪي تنقيد پڙهي نہ سگهيو آهيان. باقي نائجيريا ۾ ساڳئي ڪتاب تي جيڪا تنقيد لکي ويئي آهي، اها لڳ ڀڳ سڀ پڙهي اٿم. اصل ۾ اها تنقيد انهيءَ ڪري پڙهيم تہ ڏسان تہ منهنجي باري ۾ نائجيريا جا پڙهندڙ ڇا ٿا سوچين. اها تنقيد پڙهي مون کي ڏاڍي کل آئي، جو انهيءَ تنقيد ۾ ايڏو تہ وڏو ۽ حد کان چڙهيل ردعمل ڏيکاريو ويو آهي، جو عام پڙهندڙن جي باري مٿي مٿان مٿي ويو، جن بہ اها تنقيد پڙهي هوندي اهي ذهن مونجهاري جو شڪار ٿيا هوندا. پر هڪڙي مضمون تہ هٽي مون کي ڳاري وڌو.. اهو مضمون آدمو سيروما جو لکيل هو، جنهن ۾ مون تي اهو الزام مڙهيائين تہ آئون ڏکڻ نائجيريا جي قبيلي جو ماڻهو هئڻ جي ڪري اتر نائجيريا جي ماڻهن کان نفرت ڪندو آهيان. سچ ڪري پڇين تہ اهڙي ڪسي ڳالهہ پڙهي منهنجو تہ اندر سڙي ويو. ڇاڪاڻ تہ اهو نسورو ڪوڙ هو، آئون اينرو تہ ننڍو ماڻهو ناهيان جو ڪنهن خاص علائقي جي ماڻهن کان نفرت ڪندو هجان. اهڙي ڳالهہ لکڻ خطري کان خالي نہ هئي. پهرئين ڳالهہ تہ نائجيريا ۾ منهنجو اهو ڪتاب پڙهندڙ ئي تمام گهٽ هئا، پر جنهن اخبار The New Nigerian ۾ اهو مضمون لکيو ويو، انهيءَ اخبار جا پڙهندڙ گهڻا هئا. اصل ۾ اهو مضمون هڪ سياسي بيان هو، جنهن ۾ لکندڙ جو ٿلهو زور انهيءَ ڳالهہ تي هو تہ آئون نائجيريا ۾ نفرت جو ٻج ڇٽيندڙ ليکڪ آهيان. اصل ۾ مون کي گرفتار ڪري اتر نائجيريا جي جيل جي هڪ بند ڪوليءَ ۾ اڪيلو رکيو ويو هو، اتان جي جيل جي ڪامورن مون سان جيڪي ڏاڍايون ڪيون هيون مون تہ پنهنجي ڪتاب ۾ اهي لکيون. ڪامورا تہ جتي ڪٿي هڪ جهڙا هوندا آهن، باقي اتان جي ويچاري عوام جو ڪهڙو ڏوهہ. اتان جو عوام تہ پاڻ اهڙن ڪامورن جي جوتن جي واڄٽ ۾ هو، اُئين ئي تہ نفرتون وڌايون ويون، جن جي ڪري ٻانفران وارو علائقو نائجيريا کان ڌار ٿي ويو. جي پلا اهو علائقو الڳ بہ ٿير تہ اهو بہ سڄي

نائجيريا جي عوام سان ڪارو ناحق هو ۽ عوام جي خلاف وڏو ڪرائيم هو، جنهن جي نتيجي ۾ ائين ٿيو.

سوال: تون جڏهين به ڪا ڳالهه ڪندو آهين ته پاڻ کان وڏيڪ ٻين جو ذڪر ڪندو آهين. ٻين اڪرن ۾ ائين ڪٿي چوان ته تون ٻين ماڻهن جو پاسو ڪڻندي اها ڳالهه ڪندو آهين ته وٽن ڪهڙا قدر ڪائونٽ ٿين ٿا. اهي ماڻهو ڪير آهن ۽ وٽن ڪهڙا قدر آهن؟

جواب: آئون جنهن انسانيت جي حق ۾ ڳالهائيندو آهيان، انهيءَ جي ملڪ جي جاگرافيائي حد سٽيل هوندي آهي. جنهن کي نائجيريا چيو ويندو آهي ۽ جنهن جي سڃاڻپ الڳ آهي. ڪڏهين ڪڏهين آئون نائيجيريا جي حدن مان نڪري ٻئي انسانيت جي به ڳالهه ڪندو آهيان، مثلن ايٿوپيا ۾ ڇا پيو ٿئي ۽ انهيءَ جا نتيجا ڪهڙا نڪرندا يا وري چليءَ ۾ ڇا پيو وهي واپري. باقي تو جيڪا قدرن جي ڳالهه پڇي آهي، انهيءَ کي بيان ڪرڻ ته ڏکيو آهي. پر تون اها ڳالهه چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو ته قدرن مان منهنجي مراد ڇا آهي. منهنجي چوڻ جو مطلب آهي ته جيڪي متاڃرا نظرياتي پروگرام ڏاهيا پيا وڃن ته انهن کان به خود پروگرام ڏاهيندڙ عملي طور تي انڪاري هوندا آهن. ڪيترن ئي ماڻهن لاءِ اها ڳالهه ڪرڻ سولي آهي ته "جن انساني قدرن سان آئون ٻڌل آهيان، سماج جا مارڪسي قدر آهن" وات جو چسڪو وٺڻ ته سولو آهي پر جي اهڙن ماڻهن کي پرکڻ لاءِ سندن ئي چيل ڳالهين جي گهرائيءَ ۾ وڃي ڪائنن پڇبو ته "ملڪ ۾ جيڪو ڏڪار آهي ۽ سرڪار لاپرواهه آهي ته پوءِ اصل ڳالهه آهي. پر اڃا تائين اها تاريخي گهڙي نه آئي آهي جو سوشلزم کان انڪاري ماڻهن ۾ سرمائيدارن جي پيدا ڪيل سماج سان ويڙهاند ڪري سگهجي. انهيءَ طبقاتي نظام جي ڪري ئي ته ملڪ ۾ ڏڪار پيو آهي" اهڙي قسم جا جواب جوتي وانگر اچي تنهنجي منهنجي منهن ۾ لڳندا آهن. اصل ۾ اهي ماڻهو دليان پنهنجي نظرئي سان سچا نه هوندا آهن. اهي ماڻهو ڪوڙن واعدن تي ڪم ٽپائيندا آهن. مجال آهي جو ڪڪ ڪٿي ٻيٺو ڪن. نلهي بحث ۾ پيا ڪن ڪائيندا آهن. باقي سرڪار سان مهاڏو اٽڪائڻ کان ڪن پيا هٽندا آهن. آئون اهڙين هوائي تواڻي ڳالهين جي ڪوڙڪي ۾ ڪونه ڦاسندو آهيان. بنيادي طور تي اهي ماڻهو بحثا بحثي جي ڏنڊي ۾ حڻ هوندا آهن. نظرياتي طوطا هوندا آهن ۽ نلهي ٽان ٽان ڪندا آهن ته جيئن سندن مشهوري ٿئي. اهي ماڻهو شهرت جا بکيا هوندا آهن. آئون

انساني برابري جي حق ۾ آهيان، جيڪا انصاف تي ٻڌل هجي، اقتصاديات تي ٻڌل هجي ۽ سماجي گهاڙيٽي تي ٻڌل هجي. آئون ته چوان ٿو ته هر فرد کي اها اجازت ملڻيل هجي جو هو وڏ ۾ وڏ ڪارائتو ثي ڏيکاري. آئون استحصال ڪندڙ ڏاڍيلن جي خلاف آهيان ۽ سندن ناهيل قاعدن قانونن جي خلاف آهيان. آئون عوام جي ڏنل اپت عوام ۾ ئي ورهائڻ جي حق ۾ آهيان، پر آئون نٿو چاهيان ته منهنجو نالو انهن ٻتاڪي ۽ نام نهاد اسٽالين پسندي، لينن پسندي ۽ مائو پسندي وارن ماڻهن ۾ شمار ڪيو وڃي. انهن ماڻهن کان پڇي ڪجهه ڪونه، رڳو نظرئي بازي ۾ رڌل هوندا آهن. انهن وٽ اکر ۽ اصطلاح ته وڏا هوندا آهن، پر پاڻ ننڍڙا ماڻهو آهن. سندن سماج جي ضرورتن سان ڪوبه واسطو نه هوندو آهي، ڪين رڳو اکرن جو هار پيل آهي.

1975ع هينري لوئس گيٽس

سوال: جڏهين نائجيريا ۾ خانه جنگي لڳي ته تو تي بغاوت جو الزام مڙهي توکي جيل ۾ وڌو ويو. اتي تو ٻه سال گذاريا. آزاد ٿيڻ کان ٻه سال پوءِ تنهنجي جيل جي تجربن تي ٻڌل تنهنجو ڪتاب The Man Died ڇپيو ته تو هڪدم نائيجيريا جو ملڪ ڇڏيو، ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته تو اجائي تڪڙ ڪئي، ڇا اها ڳالهه صحيح آهي؟

جواب: اچا تائين اهو سمجهيو پيو وڃي ته مون اجائي تڪڙ ڪري اهو قدم کنيو هو. اصل ۾ مون ٻه سال اڳ ۾ نائيجيريا انهيءَ ڪري ڇڏيو هو جو مون کي لکڻ جو ڪم پورو ڪرڻو هو، نائيجيريا مان جند ڇڏائڻي هئي ۽ ٻيون ٻه ڪيتريون ئي اهڙيون ڳالهيون هيون. نائيجيريا ۾ رهندي ڪري منهنجي لکڻين کي اڳتي وڌائڻ جي ڏس ۾ مسئلا پيدا ٿي پيا هئا. انهيءَ ڪري مون لاءِ اهو ضرور ٿي پيو ته ملڪ کان باهر رهجي، جنهن جي مون اڳ ۾ ئي تياري ڪري ڇڏي هئي. مون تڪڙ کان ڪم ڪونه ورتو، پر سوچي سمجهي ملڪ ڇڏيو هو.

سوال: توکي سرڪاري حلقن طرفان ناپسند ڪيو ويو ۽ سزا ڏني ويئي، تڏهين تو اهو ڪتاب لکيو، پر اتي اهو سوال پيدا ٿئي ٿو ته تو پنهنجو گهڻو وقت يورپ ۾ گذارڻ پئي چاهيو، ڇا اها ڳالهه صحيح آهي؟

جواب: پهرئين حساب ٻڌ، پوءِ ڳالهه ڪر. آئون يورپ ۾ نلهو رهڻ لاءِ ڪونه آيو آهيان. اهو وقت به ٻڌ ته مون هن پيري ڪيترو وقت يورپ ۾ گذاريو آهي. انهيءَ سان گڏ هڪ سال ٻيو به ٻڌ، جڏهين آئون

فيلو شپ ملڻ کان پوءِ چرچ ڪاليج ڪئمبرج ۾ پڙهڻ آيس. جي تون اهو سڄو وقت جوڙيندي، تڏهين توکي وڃي اها خبر پوندي ته مون يورپ جي ڀيٽ ۾ آفريڪا ۾ گهڻو وقت گذاريو آهي. ڳالهه پڌري پٽ پيئي آهي.

1981ع جيمس گبس

سوال: ڪي ماڻهو پئسن ڪمائڻ لاءِ به ناٽڪ لکندا آهن، تون پئسا ڪمائڻ لاءِ ناٽڪ لکندو آهين يا ٻئي ڪنهن مقصد ڪاڻ لکندو آهين؟

جواب: اهو ته ناٽڪ ناٽڪ تي مدار رکي ٿو ته اهو ناٽڪ پئسن ڪمائڻ لاءِ لکيو ويو آهي، يا ڪنهن ٻئي مقصد کي اڳيان رکي لکيو ويو آهي. ڪڏهين ليکڪ تي ڪي گهڙيون اهڙيون اينديون آهن، جڏهين هو ڪو خاص مقصد ذهن ۾ رکي ماڻهن سان مخاطب ٿيڻ چاهيندو آهي ۽ سڌو ئي سڌو سماج جي ڪنهن مسئلي تي لکندو آهي. مثلن تازو اسان Rice scandal تي ناٽڪ تخليق ڪيو هو، مون کي اها خبر ناهي ته هتي ويهي آئون اسڪينڊل جو لفظ استعمال ڪريان يا نه ڪريان، پر جيئن ته آئون اهڙي پوئتي پيل سماج ۾ رهندو آهيان جتي هر ڪو واقعو اسڪينڊل ئي هوندو آهي. تنهن ڪري اتي اهو لفظ پنهنجي معنيٰ وڃائي چڪو آهي. منهنجي ملڪ ۾ هڪ ٻئي پويان جيڪي به حڪومتون اينديون وينديون رهنديون آهن، اهي عام ماڻهوءَ جي وات مان گرهه ڇنينديون آهن. جيڪي خود حڪومت جو حصو هوندا آهن. سو انهيءَ ڳالهه مان پڌرو آهي ته اهڙيءَ حالت ۾ ڪاڌ خوراڪ جون اهي شيون خود ملڪ اندر ٻنهين مهانگيون به ٿي وينديون آهن. هن وقت ائين ئي نلهي هڪڙي هفتي اندر سرڪار جا ماڻهو ڪروڙ پتي ٿي چڪا آهن ۽ وڏي آرام سان پيا مال پاٽي ناهين. اهي ماڻهو پنهنجن انهن ڏندن ۾ ايترا ته رڌل آهن جو پنهنجي ڪرسي ڇڏڻ لاءِ تيار ناهن. اها صورتحال اهڙي آهي جو خلقت ڪاوڙ ۾ ونجي چڪي آهي ۽ هر ماڻهو هٿيار کڻي وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويو آهي. اها ڳالهه اسان ذهن ۾ رکي ”گوريلا ٿيئيٽر“ جي ذريعي Rice scandal نالي ناٽڪ تخليق ڪيو، اسان جلدي جلدي ۾ انهيءَ ناٽڪ جي ريهرسل ڪئي ۽ لاگوس ۾ وڃي اهو ناٽڪ اسٽيج ڪيو اٿئون اسان اهو ساڳيو ناٽڪ اسيمبلي هائوس جي ٻر ۾ به وڃي اسٽيج ڪيو. ناٽڪ جا ڏيک اسان ايترا ڀيرا اسٽيج ڪيا آهن جو جڏهين به ناٽڪ منڊليءَ جا ماڻهو بس ۾ ٿا چڙهن ته به پاڻ سان گڏ پلي ڪارڊ کڻي ٿا هلن. جن تي لکيل هوندو

آهي، "جن وٽ ڪائڻ لاءِ ذرو بہ ناهي، انهن ڪي ڦريو ويو آهي ۽ جن وٽ سڀ ڪجهہ آهي، انهن ڦريو آهي." اسان سارين جون پريون ڪٺي اسيمبلي هائوس جي اڳيان ڦٽيون ڪيون. جيستائين پوليس پهچي ئي پهچي، تنهن کان اڳ ۾ پيرن تي زور رکيوسين، ۽ پٽيون ڏيئي پچي وياسين. اسان ايترو تہ احتجاج ڪيو جو اسيمبلي هائوس واري علائقي ۾ ٽريفڪ جام ٿي ويئي. اصل ۾ انهيءَ ناٽڪ جو اهوئي مقصد هو. پر اها عجيب ڳالهہ آهي تہ انهن واقعن جي رپورٽ صرف هڪڙي اخبار ڪئي ۽ ٻيون اخبارون چپ رهيون. انهيءَ جو ڪارڻ اهو هو جو حزب اختلاف جي ميمبرن بہ اسان جي احتجاج ۾ شرڪت ڪئي، جنهن اخبار خبر ڏني، اها هئي The daily Sketch پر انهيءَ اخبار پوئين صفحي تي خبر ڏني. سو اصل ۾ جيڪا اها سياسي صورتحال پئدا ٿئي تنهن مون کي مجبور ڪيو تہ آئون اهڙو ناٽڪ لکان. ائين پنهنجي ڪاوڙ چنديم، پر تنهن هوندي بہ ناٽڪ جا اهڙا قسم آهن، جن جو سماج تي ڪوبہ اثر ڪونہ پوندو آهي. انهن مان رڳو پئسا ڪمائي سگهبا آهن. آئون نٿو سمجهان تہ مون ڪو ناٽڪ رڳو پئسن ڪمائڻ لاءِ لکيو هجي.

سوال: تو پنهنجن نقادن کان ڪجهہ سکيو؟

جواب: نہ هئڻ جي برابر، مون ڪنهن کان ڪجهہ بہ نہ سکيو آهي. حقيقت اها آهي تہ مون ڪيترن ئي سالن کان وني تنقيد پڙهڻ ڇڏي ڏني آهي.

1987ع ائنٿوني آپياهہ

سوال: تو جيڪا نوبيل ادب انعام وٺڻ وقت تقرير ڪئي انهيءَ مان مون کي لڳي تہ تو گورن ڪارن جي متييد تي ڏکڻ آفريڪا کي بنياد بڻائي ڳالهيون ڪيون. ڇا تون انهن ڳالهين لاءِ اهو مناسب موقعو سمجهيو هو؟

جواب: منهنجيون تمام گهڻيون لکڻيون بي انصافي جي خلاف آهن. غير انساني سلوڪ جي خلاف آهن ۽ نسل پرستيءَ جي خلاف آهن. مون پنهنجي چوڌاري جيڪي ڪجهہ ڏٺو، انهيءَ تي ئي لکيم. اصل ۾ منهنجي اها ادبي رڳ انعام واري موقعي تي ڦڙڪي پيئي. منهنجي خيال ۾ اهو مناسب موقعو هو. اهو موقعو بين الاقوامي پليٽ فارم تان ڳالهائڻ جو هو، سو بلڪل ڳالهايم.

سوال: پوءِ تہ ٻين اکرن ۾ ائين ڪٺي چئون تہ نوبيل ادب انعام

ئي توکي اهو موقعو ڏنو تہ تون مغرب جي سامهون ۽ ٻئي دنيا جي سامهون پنهنجو آواز اتاريو؟

جواب: صحيح ٿو چوين.

سوال: انهيءَ انعام ملڻ کان پوءِ توکي جڏهين نائيجيريا ۾ ڳالهائڻو پوندو آهي تہ تنهنجي هاڻوکي پوزيشن ۾ فرق تہ آيو هوندو؟

جواب: آئون شروع کان وٺي اها ڳالهہ ڪندو پئي آيو آهيان تہ ڪنهن بہ قسم جي ٻچاپڙائي کان ڪم وٺڻ نہ گهرجي ۽ نہ ئي وري اهڙي ڳالهہ قبول ڪجي مون کي راش خاش نہ ڪپي. جيڪي اسان عام شيدين کي گهٽ سمجهي، کين سندن گورا توڙي ڪارا حاڪم مرچڙي هيڻان رکيو وينا آهن. انهن کي چڪي رکجي ۽ کين جوتي جو جواب جوتي سان ڏيڻ کپي. بين اکرن ۾ ائين ڪٿي چئون تہ جيڪي گورا پري کان ويهي غريب شيدين کي دٻائين ٿا، انهن کي اک ۾ رکي پاڻ ۾ اهڙي سگهہ پيدا ڪجي جو ڪنهن جا محتاج نہ رهون. خود جيڪي ڪارا حڪمران اسان کي لت هيٺان ڏيو وينا آهن انهن تي وٺ پڪڙ ڪجي ۽ کين ست سريون ٻڌائجن. اهي ٻئي ڳالهيون ضروري آهن. مون کي نوبيل انعام ملڻ کان پوءِ آفريڪا جي ڪيترن حڪمرانن مبارڪباد جا پيغام تارون ۽ ٽيليڪس وغيره موڪليا آهن. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو تہ مون جيڪي ڪجهہ پنهنجي ظرف ۽ ضمير مطابق پئي ڪيو، انهيءَ کي هنن تسليم ڪيو آهي. انهيءَ ڪري هاڻي مون لاءِ اهو تورو تورو ڏکيو ٿي پيو آهي، جو کين چوان تہ "اوهان ماڻهن اسان سان جٺ ڪئي آهي ۽ ٻاهرائين دنيا ۾ خوار ڪيو آهي" جڏهين کين اها ڳالهہ ذهن ۾ آئي آهي تہ اهڙن موقعن تي جيڪا اسان کي اخلاقي برتري ملي آهي ۽ کين وري سندن چهرو آرسيءَ ۾ ڏسڻ ۾ آيو آهي. هاڻي کين آئون اهو بہ چئي سگهان ٿو تہ "پنهنجيون موڪليل مبارڪون واپس وٺو ۽ اسان جي سر تان لهو." (ٺهڪ)

1987ع نک جي بينٽسي انيچل

سوال: وي ايس نائپال جو چوڻ آهي تہ شيدين جو تخليق ڪيل ادب جڏهين احتجاج مان فائدو حاصل ڪري وٺندو تہ انهيءَ کان پوءِ وٽن لکڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ بچندو. ڇاڪاڻ تہ وٽن ڪا ٻئي ڳالهہ ئي نہ هوندي انهيءَ راءِ جي باري ۾ تنهنجو ڇا خيال آهي؟

جواب: جيتري قدر نائپال جو تعلق آهي تہ هو برطانيہ جي ادبي

اسٽيبلشمينٽ جو حصو آهي، چاڪاڻ جو اها ادبي اسٽيبلشمينٽ ڪيس برطانيہ جو رهاڪو ٿي سمجهي. خود نائپال بہ انهيءَ وهم جو شڪار آهي تہ هو برطانوي آهي. آئون بنا ڪنهن ڪنگهہ ڪڙڪي جي اها ڳالهہ ڦهڪائڻ لاءِ تيار آهيان تہ جڏهين بہ ڪيس موقعو ملندو آهي تہ هو اسان شيدين جي نسل جي باري ۾ اهڙيون واهيات ڳالهيون ڪندو آهي. جن جي ڪا پاڙ نہ هوندي آهي. تنهن ڪري نائپال ڪي وجي ٻاهر ٻڌ. نائپال ادب جو بدنصيب ڪيڙو آهي، آئون تہ سندس باري ۾ سنجيدگيءَ سان ڳالهائڻ لاءِ تيار ئي ناهيان تہ هو ڪهڙي بڪ ڪندو وتي. باقي رهي آفريڪا جي ڳالهہ تہ اتان جي سماج جو سڌارو واڌارو جاري آهي. پوءِ اهو آزاديءَ جي صورت ۾ هجي يا احتجاجي ادب جي صورت ۾ هجي يا وري مڪمل طور تي آفريڪي ثقافت جي سالميت جي صورت ۾ هجي. اهو سڀ ڪجهہ هلندو رهندو. آفريڪي ثقافت سجي دنيا جي انسان ذات سان ڳانڍاپيل آهي، انهن سيني ڳالهين تي سنجيدگيءَ سان سوچڻ لاءِ نائپال جهڙن ماڻهن جي ضرورت ناهي. نائپال جون ڳالهيون ويسٽ انڊيز جي انهن ماڻهن تي چڙي ڏيڻ گهرجن، جن ڪيس پاليو ۽ تاتيو آهي، جيڪي سندس سنگتي ساٿي آهن ۽ جن کي هن ڪڏهين بہ ڪونہ ليکيو.

1990ع جين ولڪسن ۽ ٻيا

سوال: اڄ ڪلهہ نائيجيريا جي ليکڪ جا ڪهڙا مسئلا آهن؟

جواب: جيڪي ليکڪ پنهنجين لکڻين جي ڪري ڳٽپ ۾ اچن ٿا، انهن سيني جي مسئلن جي مون کي ايتري خبر ناهي. چينوئا اچي بي ۽ نالي چڙهيل نوجوان ليکڪ جهڙوڪ فيمي اوسو منسان، ايابي ۽ اوسونداري جا ذاتي طور تي ڪي خاص مسئلا نہ آهن. صرف هڪ ئي مسئلو اهڙو آهي، جيڪو اسان سيني اڳيان آڏو اچي ٿو. اهو مسئلو رڳو ليکڪن اڳيان ناهي، پر گڏوگڏ نائيجيريا جي عوام جو بہ آهي. اهو مسئلو آهي نائيجيريا جي قبول نہ ڪرڻ جوڳي سماجياتي سياست جي صورتحال. اها صورتحال اهڙي آهي جو ڏينهون ڏينهن هر اينڊڙ حڪومت ويتر غير انساني ٿيندي پئي وڃي. سو اهو هڪ عام مسئلو آهي. منهنجي خيال ۾ نوجوان ليکڪن جو خاص مسئلو نظرياتي مونجهارو آهي. گذريل ڏهاڪو سالن ۾ تخليقي ادب کان وڌيڪ تنقيدي ادب تي ڪم ٿيو آهي، اهو بہ نظرياتي حوالن سان سندن تخليقي ڪم ڪي، مختلف نظرين جي حساب

سان تمام وڏيڪ تنقيد ٿي آهي. خير، چپ ڪان تہ تنقيد ئي چڱي آهي، پوءِ پلي ڪٿي اها ڪهڙي قسم جي بہ چونہ هجي. تنهن هوندي بہ مون انهن نقادن جي چڱي طرح لاڪ لاٿي آهي، جن اسان جي نوجوان ليکڪن کي هٿي منجهائي وڌو آهي، اهو بہ اهڙن نظرياتي ڦندن ۾، جيڪي ايترا چٽا بہ ناهن. انهيءَ جو وڏو مثال کهري اڻ چٽي ۽ واهيات قسم جي نام نهاد مارڪسي تنقيد آهي، جنهن جو لڳ لاڳاپو آفريڪا جي بدران اوڀر يورپ جي ملڪن جهڙوڪ هنگري، پولينڊ ۽ روس وغيره سان وڌيڪ آهي. انهيءَ تنقيد ۾ اسٽالين جي دور جي آپيشاهي وڌيڪ پاتي وجي ٿي، جيڪا نائيجيريا جهڙي ملڪ ۾ مناسب نٿي لڳي. انهيءَ تنقيد جي ڪري ئي نائيجيريا جي نئين پيڙهي جي ليکڪن جي اعليٰ تخليقي صلاحيتن کي نقصان پهتو آهي. انهيءَ تنقيد ۾ نئين پيڙهيءَ جي ليکڪن کي ثونا هڻڻ بنجا ڏيڻ ۽ ڌمڪائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. انهيءَ ڪري ڪيترين ئي نوجوان ليکڪن سرمائيدارن جي ايجنٽ هئڻ ۽ داخليت پسند هئڻ جي الزام کان بچڻ لاءِ پنهنجين اصلي لکڻين کي گهٽي رکيو آهي. چاڪاڻ تہ ڪيترن ئي استاد قسم جي نقادن جو پڙهندڙن ۾ وڏو اثر ۽ رسوخ آهي. جنهن جي آڌار تي اهي نقاد فطري ڏات کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ۽ سندن مڙهيل الزام اهڙا آهن، جن جو آخر ۾ ڪوبہ نتيجو نڪرتو ناهي. مون کي اهو ئي وڏو مسئلو نظر اچي ٿو، باقي ٻيو ڪو اهڙو خاص مسئلو نظر نٿو اچي.

سوال: ڪالهہ تو سينسر شپ جو ذڪر پئي ڪيو، سو چونہ ٻيهر انهيءَ ڳالهہ کي کٽجي؟ .

جواب: سينسر شپ تہ سنئين سڌي حقيقت آهي. سڀ کان اول تہ سيني سرگرمين کي محدود ڪرڻ جا عدالتي حڪم ناما نڪتل آهن تہ جي فلاڻين ڳالهين جو خيال نہ رکيو ويندو تہ انهيءَ کي سزا ڏني ويندي. اهڙي حڪم نامي جو خاص نشانو صحافي هوندا آهن، جن تي ڳڙو ڪرندو آهي. اهڙي ئي حڪم نامي جي ذريعي ٻن صحافين توندي ٿامسن ۽ ندوڪا آئراپور کي اڻ سهائيندڙ حالتن ۾ ڪين ڪرمنل قرار ڏيئي گرفتار ڪيو ويو ۽ پوءِ ڪين عدالت طرفان سزا ڏني ويئي. چاڪاڻ تہ انهن صحافين سچ لکيو هو پر سزا جي انهيءَ حڪم تي اهو جاڻايو ويو هو تہ عدالت انهيءَ سان ٻڌل ناهي تہ انهن حقيقت لکي يا نہ لکي، پر اها ڳالهہ

ثابت ٿي چڪي آهي ته هنن هڪ ته سرڪار جي بي عزتي ڪئي ۽ ٻيو ته هنن عوام ۾ بي چيني پيدا ڪئي. سرڪار مان مراد ته ڪوبه سرڪاري ڪامورو، ملازم ۽ ملازمت ڏيندڙ. انهيءَ ڪري ميڊيا کي مجبور ڪيو ويو ته ميڊيا پنهنجو پاڻ تي سينسر شپ لاڳو ڪري. ڳالهه رڳو اتي ڪانه بيٺي پر ڪجهه هفتا اڳ سخت ڪاوڙ ڏيکاري ويئي ته يونيورسٽين جي ديوارون اندر ملڪ لاءِ خطرو بڻيل آهن. اها ڪاوڙ ڏيکارڻ کان پوءِ يونيورسٽين مٿان نيشنل سيڪيورٽي آرگنائيزيشن کي ويهاريو ويو ته جيئن اها تنظيم يونيورسٽين ۾ منعقد ٿيندڙ سيمينار، سمپوزيمس ۽ ليڪچرن بابت پل پل جي خبر رکي ۽ پوءِ مٿي رپورٽ ڏئي. ڪجهه وقت اڳ جڏهين بيوڊون جيخو جي ناٽڪ منڊلي بريخت جو لکيل ناٽڪ Puntila and his man matte نائيجيريا جي پس منظر ۾ لکي اسٽيج ڪيو ته پوري ٽيم کي بنا ڪو سبب جاڻائڻ جي جيل ۾ رکيو ويو ته جيئن ٻيا به انهيءَ مان سبق حاصل ڪن. سو ملڪ جي سياسي صورتحال تي فاشزم واري ئي ٽي لڳي.

1992ع اولي بيئر

سوال: تازو تازو هڪڙي مشهور ڪامينٽيٽر آفريڪي زندگي ۽ ادب تي راءِ ڏيندي چيو ته، "تون وچ ۾ ٽنگيل ليڪ آهين." انهيءَ کان پوءِ هن پنهنجي مضمون ۾ انهيءَ راءِ کي وڌيڪ چٽو ڪندي لکيو ته: "ڪنهن به آفريڪي انٽيليڪچوئل جو سدائين کان وٺي اهو ڪليشي رهيو آهي ته هو ٻن دنيائن، ٻن ٻولين ۽ ٻن ثقافتن جي وچ ۾ ڦيريون پائيندو نظر اچي ٿو." انهن ڳالهين مان مونکي ته لڳي ٿو ته يورپ جي ماڻهن کي خود آفريڪين کان وڌيڪ آفريڪين جي شناختي مامرن جي ڳڻتي آهي. آئون توکي ٽيهن سالن کان سڃاڻان. پر مون کي ته اها ڳالهه دل سان نٿي لڳي ته ڪو تون ڪڏهين به ٻن دنيائن جي وچ ۾ لڙڪندو رهيو آهين. پر تو پاڻ ڪڏهين سوچيو آهي ته تون ڪڏهين اهڙي چڪ چڪان ۾ رهيو هجين؟

جواب: اها ڳالهه ته مون کي صفا اوپري ٿي لڳي ته ڪي ڪامينٽيٽر به ڪنهن اهڙيءَ ڳالهه ۾ ٽنگيا پيا هوندا. پر اها حقيقت آهي ته اهڙي قسم جون ڳالهيون اهي ئي ماڻهو ڪن ٿا، جيڪي يورپ کي هر شئي جو مرڪز سمجهندا آهن. پر دوست، مون کي ڪڏهين به اهو نه لڳو ته ڪو آئون ٻن دنيائن جي وچ ۾ ڦاٿل رهيو آهيان. اهڙي مصيبت مون

ڪڏهين به پنهنجي ڳچيءَ ۾ نه وڌي آهي. آئون ته هتان هَتان رلي جڏهين نائيجيريا ۾ ايندو آهيان ته مون کي اهو لڳندو آهي ته پنهنجي گهر پهچي ويو آهيان، اصلي گهر. پنهنجي اباڻي ملڪ ۾ پهچڻ کان پوءِ توهان شانگو جي مقبري ۾ ويهي رهو يا اگبيگيجو ڊنڊ جي گپ ۾ ڦاسي پئو ته اهي به توهان جا گهر هوندا آهن. منهنجي ڳالهه ته ٺيڪ پر ڪجهه يورپين به هتي اچڻ کان پوءِ نائيجيريا جا ٿي رهي ويندا آهن. سوئس ويگز به اوشوگبو ۾ سالن جا سال رهي پيئي هئي، جيڪا نيٺ اوباتالا جي پيري فقير ۾ لڳي ويئي. آئون ڪيس آرٽسٽ ٿو سمجهان. جنهن جون پاڙون آفريڪا ۾ ڪتل آهن.

گرڊ ميوئر جي به هڪڙي وک آفريڪا ۾ ته ٻئي وک يورپ ۾ هوندي آهي. اهوبه آفريڪا کي پنهنجو گهر ٿو سمجهي، هن وقت هو اديس ابابا ۾ آهي. مون لاءِ ڪڏهين به هو مسئلو پيدا نه ٿيو آهي ته ڪو ماڻهو خاص طور تي ٻن يا ٽن چئن ڌار ڌار دنيائن ۾ ڪو ڦاسي به سگهي ٿو. اصل ۾ اهو افواهه يورپ پرستن پکيڙيو آهي.

سوال: سينگهور کي ڪٿي وٺ، سينگهور هڪ اهڙو ماڻهو آهي. جيڪو ٻن ثقافتن جي وچ ۾ لڙڪيل رهي ٿو، پاڻ ئي چوي ٿو، انهيءَ کي ڇا ڪري سمجهجي؟

جواب: اصل ۾ سينگهور معمولي ڳالهه کي به دانشوراڻو رنگ ڏئي ٿو. هو انهيءَ ڏس ۾ پهرئين مامرو ڪڙو ڪري ٿو، پوءِ انهيءَ جي چند چاڻ ڪري شاعريءَ ۾ آڻي ٿو. هو پنهنجي شاعريءَ ۾ تخليق توڙي دانش جون ٻئي ڌارائون ڪم آڻي ٿو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته هو پاڻ ڏانهن ڏيان ڇڪائيندڙ اعلي پائي جو شاعر آهي. پر سندس اهڙي شاعريءَ جا جيڪي ٻين شاعرن تي اثر پيون ٿا، اهي اثر نئين سر شاعري ڪندڙ شاعرن لاءِ هاجيڪار آهن. پر هاڻي ته اهو سلسلو به ختم ٿي چڪو آهي ۽ نوان شاعر آفريڪي رنگ ۾ شاعري ڪن ٿا.

سوال: ڪجهه نقاد توکي پنهنجي ثقافت جو غدار ٿا سمجهن.

سوئينيڪا: جيڪي ڪجهه ماڻهو اهڙيون ڳالهيون لکن ٿا، اهي خود پنهنجي ثقافت سان ٻڌل نه هوندا آهن. کين اها ئي خبر نه هوندي آهي ته سنڌن سماج جون ڪهڙيون گهرجون آهن، آئون ته جڏهين به پنهنجي ڳوٺ ويندو آهيان ته اتان جا ماڻهو مون کي داد ڏيڻ ۾ دير نه ڪندا آهن.

انهن لاءِ تہ ٻن ثقافتن جو تصور ڪرڻ شرم جوڳي ڳالھ آهي. اصل ۾ جيڪي ماڻهو ٻئي جي ڪم ڪي لوڙيندا آهن، اهي پرائي ڪم تي شهرت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

سوال: ابادان يونيورسٽي جي ڪهڙي انگريزيءَ جي پروفيسر هڪ ڀيري چيو هو تہ، ”وول سوئينيڪا وري انگريزي ادب ڪيئن پڙهائيندو، منهنجي لاش تي چڙهي پوءِ ڪيس پڙهائڻو پوندو. انگريزي ادب کي انگريز ئي پڙهائي سگهي ٿو.“ ٻئي همراھ وري اها دعويٰ ڪئي تہ، ”جيڪڏهن اسان کي ابادان يونيورسٽي ۾ وول سوئينيڪا جو ڪم پڙهائڻو پيو تہ پوءِ اسان کي نصاب مان ٻئي انگريزي ادب واري جو نالو ڪٽڻو پئجي ويندو، پر اسان ڪير ٿيندا آهيون جو ملٽن يا شيڪسپيئر جو نالو ڪٽيون؟“ هاڻي وري اهي ٻئي ڄڻا آفريڪي ادب جا ماهر ٿيو پيا هلن.

جواب: ٻنهين ڄڻن کي ڪپي تہ منهنجي خلاف مزاحمت ڪرڻ جي بدران ڪا نئين قسم جي مزاحمت ڪن ۽ مهرباني ڪري آفريڪي ادب جي جند ڇڏين.

1998ع بايو اونئنوگا ۽ ٻيا

سوال: توهان جڏهين ايئرپورٽ تي پهتين تہ تنهنجي آءُ ڀڳت لاءِ ٻہ ڏريون انتظار ۾ هيون، هڪڙي ڏر تہ پر جوش ماڻهن جو ٻنهين وڏو انبوھ هئو، جيڪو توکي ڏسڻ لاءِ ايئرپورٽ جي ٻاهران موجود هو ۽ توکي ڏسڻ لاءِ آتو هو، ٻيا وري سيڪيورٽيءَ وارا هئا، جيڪي تو سان جٺ ڪرڻ لاءِ ايئرپورٽ جي اندر هئا. مهرباني ڪري اهو ٻڌاءِ تہ سيڪيورٽي وارن ڇا ڪيو؟

جواب: نہ نہ، سيڪيورٽي وارن منهنجي اهڙي آجيان ڪانہ ڪئي، جيڪا تون ٿو چوين. هوائي جهاز وقت کان ٿورو اڳ پهتو هو ۽ مون کي وي آءِ پي روم ڏانهن نيو ويو. اصل ۾ اهي سرڪاري سيڪيورٽي وارا نہ هئا، پر پاڻ پارا همراھ هئا. انهن اهو بندوبست ڪيو هو تہ جيئن ئي جهاز مان لهان تہ اهي مون کي اتان کان ئي ڪٽي ٻاهر پهچائين. جڏهين وي آءِ پي واري روم ۾ ئي پهتاسين تہ مون کي ٻڌايائون تہ اجا بابوديسا واريا اچڻ وارا آهن، پر جهاز اڳ ۾ ئي پهچي ويو آهي. سو سوچيم تہ اسان کي سندن انتظار ڪرڻ گهرجي. انهيءَ وچ ۾ مون کي پنهنجي همراھ اچي ٻڌايو تہ اهي نہ ٻاهر انهيءَ ڪوشش ۾ آهن تہ ايڏيءَ رش ۾ گاڏي

ڪٽي بيهارجي. نيٺ ڪجهہ ٻيا ماڻهو بہ اندر هليا آيا. سندن چهرن تي پريشاني ڇانيل هئي ۽ مون کي ٻڌايائون تہ: ”پروفيسر، اسان انهيءَ ڳالهہ ۾ منجهي پيا آهيون تہ ٻاهر خلقت اچي ڪٺي آهي، اها ڪنٽرول مان ٻاهر نڪتي ٿي وڃي.“ اصل ۾ ٻاهر بيٺل ماڻهن جي انبوهہ کي شڪ ٿي ويو هو تہ شايد مٿان مون کي منهنجيءَ مرضيءَ جي خلاف ايئرپورٽ اندر ئي ٻڌي قابو ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري انبوهہ وڏي گوڙ ڪيو تہ جي آئون ٻاهر نہ آيس تہ اهي ٻاهر ٻاهہ ٻاري ڏيندا. نيٺ اها صلاح بيٺي تہ ٻاهر هلجي، نہ تہ گوڙ وڌي ويندو، سو جو ائين ٻاهر نڪتاسين. مون سان گڏ ٻولا اڳي ۽ ٻيا همراهہ هئا.

سوال: مطلب تہ تنهنجي پاسپورٽ جو مامرو ڪونہ اٿيو؟

جواب: اٿيو تہ هو، هڪڙو آفيسر اچي مون وٽان نڪتو، سو تنهن رسمي طور تي مون سان اچي ڳالهايو. مون سان گڏ منهنجو پٽ بہ هو، تنهن آفيسر کي سامان تي ڳچل چٽ جو اڌ بہ ڏنو. اهو آفيسر اسان ٻنهين جا پاسپورٽ ڪٺي ويو ۽ منهنجي پٽ کي بہ ساڻ وٺي ويو، رسمي ڪارروائي ڪري تڪڙو تڪڙو ٻئي پاسي وڃڻ لڳو. پاڻ وارن همراهن مان هڪڙي جٽي آفيسر کان پاسپورٽ وٺي لڪائي ڇڏيا. مون پريشانيءَ وچان مٽي پاسپورٽن جي پڇا ڪئي سڀ ڪل ۾ ويڙهجي ويا. تڏهين وڃي اک پٽيم، ۽ پريشانيءَ مان نڪتس.

سوال: پلا ايئرپورٽ کان ٻاهر آءُ پگت ڪيئن ٿي؟

جواب: قصو حد کان چڙهيل هو، ماڻهن جو ايڏو وڏو انبوهہ ڏسي آئون تہ ڊڄي ويس. خلقت اجا بہ ڪاوڙ ۾ هئي، سو ڪين ٻڌايم تہ مون کي سرڪار وارن ڪونہ روڪيو هو، تنهن تي وڃي تڏا ٿيا، پر مون کي اها بہ خوشي ٿي تہ چڱو ٿيو جو آئون رات جو دير سان پهتو هوس. جي ڪو موڪل جو ڏينهن هجي ها يا وري ڇنڇر واري رات هجي تہ ڪر ماڻهن جا وڏا هشام اچي ٿٽن ها تہ ڪر منهنجو الائي ڇا ٿئي ها. ايڏا ماڻهو!

سوال: تون جڏهين جلاوطن هئين تہ توکي اباڇاجي ٻڇيل خونين مان ڪيترو خطرو هو؟

جواب: ڳالهہ ئي نہ پڇ. معاملو گوڙ کان چڙهيل هو. ڪيترن ئي ملڪن جي جاسوس ايجنسين جون اهي رپورٽون هيون تہ مٿان مون کي قتل ڪيو وڃي سو ڪٺڪو تہ وڏو بيٺو هو. جڏهين اٽليءَ ۾ پهتس تہ

مون تي پوليس جو وڏو پهرو هو. آمريڪا ۾ به ساڳئي حالت هئي، ڇاڪاڻ ته آمريڪا ۾ ته نائيجيريا جا ڪجهه ڄاتل سڃاتل ماڻهو اباچاجي بچيل ٽوبچي خونين هٿان قتل به ٿي چڪا هئا. مون کي خبر هئي ته اباچاجا ٽي مشڪوڪ ٽوبچي خوني ايئرپورٽ تان ئي واپس ڪيا ويا هئا. رپورٽن موجب انهن ٽنهين ڄڻن جو تعلق اتر ڪوريا جي حڪومت سان هو. آمريڪا جي مختلف يونيورسٽين ۾ مون کي ليڪچر ڏيڻا هئا، اتي به مون تي FBI پهرو ڏيندي هئي. وائيس چانسلر الڳ پريشان هوندا هئا، سو انهن وري يونيورسٽين جي پوليس جو پهرو لڳائيو هو.

سوال: اڄ ڪلهه هتي تو مان جيڪو ماڻهو وڌ ۾ وڌ خوش آهي، اهو آهي جنرل عبدالاسلامي ابوبڪر. تنهنجي هتي اچي رهڻ مان دنيا کي اهو تاثر ڏنو پيو وڃي ته نائيجيريا جون حالتون سڌري رهيون آهن ۽ ملڪ جمهوريت ڏانهن وڌي رهيو آهي، انهيءَ پئدا ڪيل تاثر تي توکي چڙ نٿي لڳي؟

جواب: جيڪڏهن منهنجي هتي اچڻ سان جنرل ابوبڪر خوش ٿو ٿئي ته پلي وڃي خوش ٿئي. پلي وڃي سياسي فائدو حاصل ڪري، پر اها ته منهنجي سر کي خبر آهي ته آئون هتي ڇا ڪرڻ آيو آهيان. آئون ته انهيءَ لاءِ آيو آهيان ته سرزمين تي ماڻهن کان پڇائون ڪريان ته هتان جون حالتون ڪهڙيون آهن، تنهن کان پوءِ مون کي جمهوريت جي حامين سان صلاح ڪرڻي آهي ته ڇا ڪجي. ايمانداريءَ جي ڳالهه اها آهي ته اسان کي ايتري تڪڙ ناهي، پر پنهنجو ڪم جاري رکڻو آهي، باقي جيڪڏهين جنرل ابوبڪر منهنجي هتي آمد کي پنهنجي پروپئگنڊا لاءِ استعمال ٿو ڪري ته اهو ته ڪري چڪو، پر اهڙين ڳالهين جو منهنجي صحت تي ڪوبه اثر پوڻو ناهي.

***

# جڳ مشهور آمريڪي ليکڪ نارمن ميلر جو انٽرويو

انٽرويو: اينڊريو اوگان

جيئن تہ مون کي سندس انٽرويو وٺڻو هو، انهيءَ ڪري آئون اپريل جا پورا ٻہ ڏينهن سندس ڪيپ ڪوڊ واري گهر ۾ ٻہ ڏينهن ٽڪڻو پئجي ويو. سج مٿي چڙهيل هجي تہ چا ٿو ڏسان تہ عورتون قطار ۾ شهر پراوينس ٽائون جي دڪانن ڏانهن پئي ويون. ڪين زنانا ڪپڙا پيل هئا ۽ سيني جا وار گهنڊيدار هئا. جن مان لڳو پئي تہ اهو ڪنهن هيئر ڊريسر جو ڪمال ۽ ڪاريگري آهي. منهنجي اچا نظر مٿن هجي تہ اوچتو ئي اوچتو طوفان ۽ مينهن اچي ويو، انهيءَ ڪري لاچاريءَ وچان اسان ٻئي چڙها چاڙهيون هيٺ لهي ميلر جي ڪمري ۾ وڏي شيشي واري دريءَ جي پر ۾ رکيل ڪرسين تي وڃي ويناسين. سندس گهر سمنڊ جي ٻنهين ڪپر تي نهيل هو. طوفان ۽ مينهن مان ڇٽي اينڊڙ اترئين ۽ اوپري روشني 84 ورهين جي پوڙهي ليکڪ جي مٿي تي پئجي رهي هئي. ائين پئي لڳو ڄڻ سندس منهن مٿو انهيءَ عجيب روشنيءَ ۾ ويڙهجي چڪو هجي. سندس زال نورس چرچ 26 سالن جي جوان جماڻ عورت هئي. جيڪا ويڪ اينڊ تي نيو يارڪ ويل هئي. پر پوءِ بہ گهر ۾ موجود مصوري جي شاهڪارن مان سندس هڳاءُ اچي رهيو هو.

اسان پنهنجي رسالي Pairs review لاءِ سندس پهريون انٽرويو 1964ع ۾ ورتو هو. جڏهن سندس ست ڪتاب شايع ٿي چڪا هئا. پر هن سال 2007ع تائين سندس ٻائيتاليهون ڪتاب The castle in the forest ڇپجي

پڌرو ٿي چڪو هو. هن پنهنجو اهو ڪتاب ڏهن پوٽن ڏوهٽن ۽ ڪيترن ئي پوٽين ڏوهٽين جي نالي منسوب ڪيو هو، جن ۾ هنج ورتل ٻار ٻه اچي ٿي ويا. هن وقت هو ٻنهين هٿن ۾ جهليل نيٽن جي سهاري تي هلي رهيو هو. جوانيءَ ۾ ميلر ٻولائي جهيڙا جهٽا ڪندڙ ۽ خطرناڪ نونشي باز شهزادو رهيو هو. پر هاڻي ته ڇڙو ٻئي جي ڳالهه ٻڌڻ لاءِ سندس ڪنن ۾ ٻڌڻ وارو اوزار به لڳل هئا، ته جيئن ڳالهه ٻڌي ڪڙڪي سان ڳالهائي سگهي ۽ پنهنجي ڏاڍ مڙسي ڏيکاري سگهي. انٽريو ڏيڻ کان اڳئين رات هو مون کي ماني ڪارائڻ لاءِ مائيڪل شي ريسٽورنٽ ۾ وٺي ويو، جيڪو سندس گهر جي پر ۾ هو. اهو ريسٽورنٽ جهينگن پچائي ڪارائڻ جي ڪري مشهور هو. ميلر کي اتي ڪم ڪندڙ سيني پيشگيرن کي اڳي پوئين نالن سان سڃاڻندو هو ۽ ڪيس پيشگيرن کان به وڌيڪ ڪاڏي جو مينو ازبر ياد هو. هو مانيءَ کائڻ کان پوءِ جهينگن جي مٿان سخت ڇلر به گهر ڪٽي ويندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن ڇلرن جي مٿان سنهي پينٽنگ به ڪندو هو پر پهرئين انهن ڇلرن کي ڇڱيءَ طرح صاف ڪندو هو.

”هيڏانهن ته ڏس.“ چئي هڪ ڇلر ڪنيو. ”جهينگي جو ڇلر گهٽي ڪري يوناني ديوتا جي ڇهري وانگر لڳندو آهي.“

ميلر جڏهن منهنجو ڪو سوال ٻڌي، انهيءَ تي ڳچ وقت لاءِ ويچاريو ٿئي ته مون کي هو دئوس قسم جو ماڻهو ٿي لڳو. هن مون کي جڏهن اهو پئي ٻڌايو ته سندس عمر جو ماڻهو ڪيئن ناڙا ڇوڙ ڪندو آهي، ۽ ڪيئن شڪ پليندو آهي ۽ جيئن شڪ پليندو آهي ته انهيءَ وقت سندس نيريون اکيون چمڪي اٿن ٿيون. جڏهن سائينٽ جان گرجا ۾ مرحيات جارج پلمپٽن جي ياد ۾ دعا ڪرڻ واري گڏجاڻي ٿي، هن چيو تڏهن مون کي اچي پيٽ ۾ وٽ پيا ۽ لڳم ته هن عمر ۾ جي شڪ نه پليم ته ڪپڙا خراب ڪري ويهي رهندس ۽ ڏپ ڏار ٿيندي. سو ٻئنچن جي وچ مان نڪري سڌو ڪاريڊور ۾ ويس ۽ اتي وڃي ڪنڌ جهليم ته مون کي فلپ راٿ ملي ويو. آئون ته ڪڏهين ڪڏهين ٽيليفون بوٿ ۾ به گهڙي حاجت پوري ڪري وٺندو آهيان. ظاهر آهي ته هن عمر ۾ ماڻهو گهڻو وقت شڪ پلڻ کي روڪي نٿو سگهي، سو جڏهين فلپ راٿ سان مليس ته خبر پيئي ته هو پاڻ انهيءَ چڪر ۾ آهي. سو مون چيو پئي ته ماڻهوءَ کي اڳوات ئي خبردار هئڻ گهرجي.

انٽرويو ڏيڻ دوران ميلر رکي رکي چپ تي شراب جو ڍڪ پريندو تي ويو. انهيءَ زماني ۾ هو انهيءَ لائق نہ رهيو هو تہ جوانيءَ ۾ جيترو پيئندو هو، اوترو گهڻو شراب پي سگهي، پر پوءِ بہ مون لاءِ اها حيرت جهڙي ڳالهہ هئي تہ هن ڪڏهين ريڊ وائين ۾ اورينج جوس ملائي ٿي پيتو تہ ڪڏهن وري رم ۾ گريپ فروٽ ملائي وڏو ڍڪ ٿي پريو. ايترو ڪجهہ پيئڻ کان پوءِ بہ ڪيس سندس ذهانت ذري جو دوکو نٿي ڏنو، جڻ پيتو ئي نہ هجيس. ميلر جي اها حالت ڏسي مون کي معلوم ٿيو تہ پاڻ جڏهين فوج ۾ هو تہ بہ لاڪيٽو مڙس هوندو. اصل ۾ هو ٻئي جي ڳالهہ ٻڌڻ وقت، انهيءَ ڳالهہ جا سڀ پاسا سوچيندو بہ آهي تہ جواب ڏيڻ وقت بہ دليلن کان پورو پورو ڪم وٺندو بہ آهي. اسان ٻئي ڄڻا هڪ ڳالهہ تي اٽڪي بيهي رهياسين ۽ هڪ ٻئي کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هجون. ائين پئي لڳو جڻ ٻئي ڄڻا ڪنهن روسي ناول جا اهڙا ڪردار هجون جو هڪ ٻئي سان ضد ڪري بيهي رهياسين. جڏهين ڳالهہ جي ڳنڍ نہ ڇٽي تہ ميلر اها تجويز ڏني تہ هاڻي اسان ٻنهين کي پنهنجي پنهنجي بستري تي ليٽي ننڊ ڪرڻ گهرجي، پوءِ گهر کان ٻاهر پلي هوا جون ريهون پيو پون.

جيئن جيئن انٽرويو اڳتي وڌندو ويو تہ مون کي لڳو تہ ميلر جي خيالن سان گڏ سندس گهر جا ٽنيا ٽوٽيون ۽ لوهي شيخون بہ لڏي رهيون هجن. ڳالهائڻ وقت سندس هٿ ڪنهن فلم ميڪر يا باڪسنگ ڪوچ وانگر هلي رهيا هئا. هٿ جا اهي جهٽڪا ۽ لوڏا سندس خيالن سان برميچجي پئي آيا. جڏهين گهر کان ٻاهر بيهي موجود طوفان گهٽ ٿي ٿيو. هو ڪپتان احب وانگيان ٿي لڳو، جيڪو زمين تي بيهي عمر ۾ بہ اتر ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾ ڏوريون اڇلائي ڪا وڏي مڇي ڦاسائي پاڻ ڏانهن ڇڪيندو هجي. سندس اتي جهڪو ٿيندڙ ۽ جهڪو ٿي مٿي چڙهندڙ آواز ٻڌي مون کي مزو پئي آيو.

سو پهرئين رات مائيڪل شي ۾ ماني کائڻ کان پوءِ اسان ٻاهر آياسين تہ مون کيس سهارو ڏيئي سندس ڪار ۾ ويهاريو ۽ کيس ٻڌايم تہ آئون پيدل شهر چڪر هڻڻ ٿو وڃان. اها نيو انگلينڊ واري علائقي جي سانجهي هئي جيڪو رستو شهر ڏانهن ٿي ويو. اهو ڌڳهو اونداهہ ۾ ٻڌل هو ۽ روڊ تي خاموشي ڇانيل هئي. اتان کان ميلر جو گهر ٻنهين ويجهو هو. جتان مون کي بہ لنگهڻو هو آئون ڪجهہ وقت لاءِ اتي بيهي رهيس

جيئن ئي سندس ڪار گهر وٽ پهتي ته هو جيئن تيئن ڪري ڪار مان لٿو ۽ پوءِ نيڻن جي سهاري وڏي تڪليف سان آهستي آهستي هلندو اندر گهڙي ويو. ۽ منهنجي نظرن کان گم ٿي ويو، آئون اتان روانو ٿيس. مون کي ياد آيو ته اسي سال اڳ جان ڊاسن پاسوز جي رهائش به انهيءَ گهر سان لڳ، پر ٿوري پر پري هئي. تنهن زماني ۾ نارمن ميلر شايد اسڪول ۾ پڙهندو هوندو. مون ٿوري دير بيهي ٻئي گهر هڪ ٻئي کي ويجهو ڏٺا ته منهنجي دل خوش ٿي ويئي. ٻئي گهر اونداهيءَ ۾ بجليءَ سببان جرڪي رهيا هئا.

انٽرويو وٺندڙ: هڪڙي پيري ڊوائيٽ ميڪڊونلڊس، پراونس ٽائون کي سمنڊ جي انين گهٽي ڪري سڏيو هو: تو هتي رهڻ ڪڏهين کان شروع ڪيو؟

نارمن ميلر: آئون اٺويهن سالن جو هوس، تڏهين پهريون پيرو هتي آيو هوس. انهيءَ زماني ۾ هڪ ڇوڪريءَ سان پيار ڪندو هوس. اڳتي هلي ساڻس شادي به ڪيم. منهنجي انهيءَ پهرئين زال جو نالو بيٽرائيس سلورمين هو. اسان پاڻ ۾ اهو فيصلو ڪيو ته ڪتي ٻئي هنڌ ويڪ اينڊ گذارجي، انهيءَ زماني ۾ بيٽرائيس کي ڪيپ ڪوڊ واري هن وٽندڙ شهر جي خبر هئي ته شهر بنهين پلو آهي. اهو زمانو 1942 / 1943ع جو هو. آئون هيءَ هنڌ ڏسي ونجي ويو هوس. تڏهين اهو به ڊپ بينو هو ته متان هتان کان پويان نازي فوج وارا نه اچي لهن. اسان وٽ چاليهن ميلن ڊاري جو ساموندي ڪنارو هو، جتان سمنڊ ڪليل ۽ ويڪرو هو. انهيءَ زماني ۾ هتي اجا بجلي ڪانه هئي. رات جو شهر جون گهٽيون گهمندي ائين لڳندو هو جڻ اسان پرائي بينڪيت واري زماني ۾ گهمندا هجون. پوري ٻئي عظيم جنگ دوران آئون پنهنجي زال کي خط لکندو رهيس ته جڏهين جنگ ختم ٿيندي ته پوءِ ٻئي ڄڻا واپس هتي ايندا سين ۽ جڏهين دل چاهيو ته پاڻ پراونس ٽائون مان اچي نڪرنداسين.

انٽرويو وٺندڙ: تو جيڪو ناول The naked and the dead لکڻ شروع ڪيو. اهو هتان جي باري ۾ هو؟

نارمل ميلر: مئي 1946ع ۾ مون جڏهين فوج جي نوڪري ڇڏي ته جون ۾ اسان ٻئي ڄڻا هتي آياسين. مون جون ۾ ئي يا وري جولاءِ ۾ اهو ڪتاب لکڻ شروع ڪيو. ٽروٽو واري بيچ تي هڪڙو هٽ مسواڙ تي

ورتم ۽ اتي ويهي لکڻ جي شروعات ڪيم. پر ڪتاب لکڻ کان اڳ ۾ ٻه هفتا ڪتاب لکڻ لاءِ پاڻ کي تيار ڪيم.

انٽرويو وٺندڙ: ڪتاب جي باري ۾ نوٽيس وٺندو هئين؟

نارمن ميلر: شروع کان وٺي اڄ تائين آئون جڏهين به ڪنهن ڪتاب کي لکڻ شروع ڪندو آهيان ته نوٽس جا ٿها لڳائي ڇڏيندو آهيان. اها منهنجي عادت آهي، ته جنهن به موضوع تي ڪجهه لکڻو هوندو اٿم ته انهيءَ موضوع تي تمام گهڻو پڙهندو، سوچيندو ۽ پروڙيندو آهيان. هاڻي ته ڪتاب لکڻ کان اڳ ۾ پورا ڇهه مهينا سوچ جي بڌتر ۾ هوندو آهيان. پر جوانيءَ ۾ مون ڪتاب The naked and the dead لکڻ شروع ڪرڻ ۾ ڇڙا ٻه هفتا ورتا. تڏهين منهنجي جواني به چوٽ چڙهيل هئي ۽ جنگ به چوٽ چڙهيل هئي. چڱي طرح ريسرچ به ڪانه ڪئي هيم. جيڪي ڪجهه لکيم سو دماغ ديڙهائي لکيم. آئون جڏهين اونهاري ۾ هتي تڪيل هوس يڪيءَ روزنگ ۾ ٻه سو صفحا لکي ويس.

انٽرويو وٺندڙ: ۽ توکي خبر هئي ته اهو سڀ ڪجهه ٺيڪ هو؟

نارمن ميلر: ڪڏهن ڪڏهن اهو خيال هوندو هو اصل وڃ وڃائي ڇڏيا اٿم ۽ ڪڏهين ڪڏهين اهو سوچيندو هوس ته پنهنجو پاڻ کي چوندو هوس ته يار توکي لکڻ جي ڪا ٽڪي جي به خبر ناهي. تڏهين آئون ڪو ايڏو اسٽائيل وارو ڪونه هوس. مون کي رڳو اها خبر هئي ته سٺي لکڻي ڇا ٿيندي آهي. گذريل رات ماني کائيندي پاڻ ٻنهين ڄڻن ٿيو ڊريزر جي باري ۾ پئي ڳالهايو. پاڻ ٿوري گهڻي فرق سان انهيءَ ڳالهه تي متفق هئاسين ته اسٽائيل ڪو ايڏو وڏو ڳُر ناهي، جيڪو ڪيس ايندو هجي. اٿين هو نه ڊريزر وٽ جيڪا ذات هئي، اها اسٽائيل کان متانهين هئي. انهيءَ زماني ۾ مون جيڪي ليکڪ پڙهيا هئا، انهن مان ڊريزر خاص ليکڪ هو. ڪيس پڙهڻ کان پوءِ مون پنهنجا سڀ ادبي گهوڙا ڇوٽ ڇڏي ڏنا هئا ته جڏهين ڊريزر وٽ ڪا خاص اسٽائيل ناهي ته پوءِ آئون ٻڌي ڇو ڇڏيان.

هڪڙي وري حد کان اڪريل اسٽائيل به هوندي آهي. منهنجي خيال ۾ ته اها اسٽائيل رڳو پرائوسٽ وٽ آهي. سچ ڪري پڇين ته اهو اهڙو ليکڪ آهي، جنهن وٽ ڪتاب جو مواد ۽ اسٽائيل پاڻ ۾ ڳنڊيا ايندا آهن. نه ته هونئن عام طور تي اسٽائيل ته ڀرپور هجي ۽ مواد محدود هجي ته پوءِ انهن ليکڪن ۾ وري هينري جيمس ۽ هيمنگوي اچي وڃن ٿا. پر

جي انهيءَ ساڳي ڳالهه کي ابتو ڪري ڏسبو ته پوءِ اهو ڏانءُ زولا وٽ نظر ٿو اچي. جنهن وٽ گهربل اسٽائيل ته گهٽ آهي، پر مواد جو ڪوبه جواب نه هوندو آهي.

جيتري قدر منهنجي لکڻين جو تعلق آهي ته اسٽائيل جي حساب سان آئون ٻن چيزن جي وچ ۾ ڊوڙندو نظر ايندس. منهنجي ڪتاب An American Dreams ۾ اسٽائيل چوٽ تي چڙهيل نظر ايندي، جڏهن ته ڪتاب The executioners song ۾ ذري جي به اسٽائيل ناهي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ ڪتاب ۾ جيڪو مواد آهي سو مٺن جي منهن آهي. An American Dreams ته رڳو منهنجي تصور جي پيداوار آهي. لکڻ وقت ائين پئي لڳم ڄڻ گهر جي رڌڻي ۾ پنهنجي پسند جو ڪاڏو پيو پچايان.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي ڪتابن جي حوالي سان اهو مامرو بحث طلب آهي، جنهن ڪتاب جو موضوع وسيع هوندو آهي ۽ مواد ته گهڻو، پوءِ اهڙي صورت ۾ موضوع ڳجهه ئي ڳجهه ۾ تنهنجي اسٽائيل کي ڪوليندو ويندو آهي. ڳجهه ئي ڳجهه ۾ پلجندڙ اسٽائيل نڪري نروار ٿيندي آهي، جنهن جي خبر اڳوات پنجي نه سگهندي آهي. مواد ئي اسٽائيل کي جنم ڏيندي آهي. جنهن ڪان خود ليکڪ بي خبر هوندو آهي؟

نارمن ميلر: تنهنجي ڳالهه ٻڌي منهنجي چپن تي مرڪ اچي ويئي آهي، جو تو منهنجي ڪتاب کي چوٽ چاڙهي ڇڏيو آهي. مون جڏهين ڪتاب The executioners song پئي لکيو ته انهيءَ جي پويان جيڪي ڪارڻ هئا، سي ايڏا عزت پريا ڪونه هئا. انهيءَ ڪتاب جي ڀرپور اسٽائيل تي تنقيد جي وارو وار شروع ٿي ويئي، جنهن مون کي هينئين مان اچي جهليو. توکي خبر آهي ته منهنجو سڄو پورهيو سڄو وڃي پاڻيءَ ۾ ڪريو ۽ مون کي چوٽ پتل جي سڏيو ويو، تون سمجهين ٿو ته اعليٰ قسم جي اسٽائيل ڪا ايڏي وڏي سولي آهي؟ اها ايتري سولي ناهي. انهيءَ تائين پهچڻ لاءِ هر ڪنهن جي جاءِ ناهي. مون کي ته لڳو ته آئون ڪنهن ماڳ تائين اچي پهتو آهيان. انهيءَ ڪم ۾ سالن جا سال ٿا لڳن. توهان ماڻهو ته نلهو مواد کي سولو بنائي پيش ڪرڻ جون خوبيون ڳڻائيندا آهيو. آئون ته ترپون ڏيڪاريندس. سولو ڪتاب لکڻ جهڙي تهڙي ڳالهه ناهي، پر مون انهيءَ ڪتاب ۾ ثابت ڪري ڏيکاريو ته آئون سولو ڪتاب به لکي سگهان ٿو. ڪتاب جو مواد ئي اهڙو چونديم، جو مون کي

ائين لکڻو پيو. اها مون لاءِ فخر جي ڳالهه آهي، ته انهيءَ ڪتاب تي جنهن ماڻهوءَ سنڌي ۾ سنو خط لکيو اهو آهي گيري گلومر (سزا يافته قاتل). جنهن کي مرڪزي ڪردار بڻائي نه رڳو جاٽايل ڪتاب لکيائين، جيڪو خونيءَ جي حق ۾ هو، پر گڏوگڏ سنڌس ڪيس به وڙهيائين ۽ وڪيلن هڙان وڙان في به ڏنائين ۽ پنهنجو پاڻ کي رت به ڪيائين. ۽ منهنجي ڪتاب تي اها راءِ ڏنائين ته انهيءَ ڪتاب ۾ 23 سچيون ۽ حقيقي ڳالهيون اچي ويون آهن. انهيءَ ڪتاب جي باري ۾ جيڪي ڪجهه هيستائين لکيو ويو آهي. انهيءَ کان وڌيڪ مون لاءِ گيري گلومر جو خط آهي. سنڌس انهيءَ ڏکهي خط ٿي ڪيس زندگيءَ ڏانهن واپس موٽايو. ڏس نه، انهيءَ ماڻهوءَ ۾ ڪجهه ڏاٽا هئا، پوءِ پلي ڇا ڪيو هجيس. ماڻهن وٽ هو نوجوان خوني Punk هجي يا بيو ڪجهه يا لڪ چپ ۾ به خون ڪيا هجنس. جيڪي ڪجهه به آهي. پر وڏي دماغ وارو ماڻهو هو، ادبي اهڃاڻ وارو ماڻهو هو. جيڪا ڳالهه سنڌس خط مان پڌري پٽ پيئي آهي.

سالن کان وٺي منهنجو اهو ايمان رهيو آهي ته هڪ ڳجهي جبل جي ڳجهي چوٽي آهي. جيڪا گهڻن ليکڪن کان لڪل آهي، اها آهي ”حقيقت“. اسان ناولسٽ انهيءَ چوٽيءَ تي چڙهڻ جي ڪوشش ۾ لڳا پيا هوندا آهيون. هڪڙي حساب سان اسان جبل جي چوٽي سر ڪرڻ وارا آهيون. (جيئن ماڻهو ايورسٽ جي چوٽي سر ڪندا آهن) پر سوال اهو آهي ته انهيءَ چوٽيءَ جي ڪهڙي ڇهري تي چڙهت ڪريون. حقيقت جون ڏار ڏار شڪليون آهن ۽ هر شڪل جو پنهنجو پنهنجو ڏيک آهي. ڪي اهڙا ڏيک هوندا آهن جنهن کي جهٽڻ لاءِ پنهنجي اندر کي ڦلهورڻو ٿو پوي ته ڪي وري اهڙا ڏيک هوندا آهن جن کي ڳولڻ لاءِ سنئون سڌو رستو ڳولڻو ٿو پوي. پر اصل ڳالهه اها آهي ته خود حقيقت جي گهاڙيٽي مٿان چڙهت ڪرڻي پوندي آهي.

سو مون گلومر جي باري ۾ سنئين سڌي ۽ سولائيءَ سان سمجهه ۾ ايندڙ حقيقت جي باري ۾ سولو ڪتاب لکي ڇڏيو ۽ ڪابه ادبي هير ڦير ڪانه ڪيم. ائين به ٿي سگهي ٿو ته مون هيمنگوي جو ڪجهه حصو پڙهي وڌو هجي. پر اها حقيقت پنهنجي جاءِ تي آهي ته جڏهين توهان سنئون سڌو ۽ سمجهه ۾ ايندڙ ڪتاب ٿا لکو، ته انهيءَ جو مطلب اهو ناهي ته ڪو اوهان هيمنگوي سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهڻ جهڙا

ٻڌجي وڃو. آئون جيڪا واڪاڻ هيمنگوي جي ڪندو آهيان سا خود ماڻهوءَ جي باري ۾ نه پر، ماڻهوءَ جي ڪردار بابت هوندي آهي. سوچيان ٿو ته جيڪڏهن اسان پاڻ ۾ ملون ها ته منهنجي ٿوري گهڻي تباهي ٿي وڃي ها، پر هن پنهنجي لکڻين ۾ اهو سمجهائي ڇڏيو آهي ته سندس لکيل انگريزيءَ جي هڪ هڪ جملي ۾ ڪيڏي ڪارائتي سگهه آهي، اهو ڪم هن کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪري نه سگهيو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: سيڪنڊ ڪن لاءِ اسان ڪي هيمنگوي تي سوچ ويچار ڪرڻو پوندو. ڇا هن پوريءَ پيڙهيءَ کي انهيءَ ڳالهه تي اڇي بيهاريو آهي ته ڪنهن به جملي ۾ بنا ڄاڻائڻ جي جذبي کي پڙ تي لاتو آهي؟

نارمن ميلر: ها، هن اهو ڪم ائين ڪيو آهي، جيڪو ٻئي ڪنهن نه اڳ ۾ ڪيو آهي ۽ نه پوءِ ڪيو آهي. پر سندس ڪم ڪوڙڪيءَ جي جهڙپ وانگر آهي ۽ ڦاسائي ٿو وجهي. پر ڪوبه ليکڪ ايستائين اهو ڪم ڪري نه سگهندو، جيستائين پنهنجي هوش حواس ۾ هوندو، ۽ خبرداريءَ کان ڪم وٺندو. هيمنگوي وانگر لکڻ خطري کان خالي ناهي، پر ٻئي پاسي ائين به آهي ته جڻ ماڻهوءَ کو رسمي ۽ رواجي جملو لکي ڇڏيو هجي ۽ کو ائين پائيندو ته اهو لکڻ سولو آهي، ائين ماڻهو دوکو کائي ويندو. آئون گهڻو ڪري ڪنهن نوجوان ليکڪ تي پروسو ڪونه ڪريان، انهيءَ مان منهنجو مطلب ڪا نوجوان عورت ناهي پر نوجوان مرد ليکڪ آهن. اهي نوجوان ليکڪ هيمنگوي جي جوانيءَ واري عرصي جي لکڻين تائين پهچي سگهندا.

انٽرويو وٺندڙ: توکي اها يادگيري آهي ته جڏهين هيمنگوي خودڪشي ڪئي هئي، تڏهين تو ڪٿي هئين؟

نارمن ميلر: مون کي تمام چڱي طرح ياد آهي تڏهين آئون جيني ڪئمپبيل سان گڏ ميڪسيڪو ۾ هوس ۽ اسان ٻنهين اڃا تائين پاڻ ۾ شادي نه ڪئي هئي. سچ ڪري پڇين ته آئون وائڙو ٿي ويس. مون کي جيڪو اندران ڌڪ لڳو اهو پوءِ به موجود هو. جنهن مان آئون نڪري نه سگهيس. هڪڙي ڪري اهو مون لاءِ وڏو چتاءُ هو جيڪي ڪجهه هن چيو اهو اوهان سيني ٻڌو. ٻين اکرن ۾ ڳالهه کي سڌو ڪندي ائين ڪٿي چئو ته توهان ناولسٽ لاءِ انسنا ٿا ڪريو ته سمجهي ڇڏيو ته اوهان دنيا جي

خطرناڪ ترين نفسياتي سفر تي ٿا نڪرو ۽ ڪنهن به وقت توهان جو منهن پٽ سان لڳي سگهي ٿو.

انٽرويو وٺندڙ: هن جيڪا همت ڏيکاري اها همت تو ساري؟

نارمن ميلر: سندس موت جي ڪري جيڪي ٿيو، مون کي انهيءَ کان نفرت هئي ته ڪو ائين به ٿي سگهي ٿو. منهنجي چند چاڻ اها هئي ته هيمنگوي پنهنجي شروعاتي زندگيءَ مان اها ڳالهه پرائي هئي ته هو جيترو موت کي ويجهو هوندو، اوترو سٺي ڳالهه هوندي ۽ همت واري. اصل ۾ اها سندس ئي سوچ هئي، هن سمجهيو ته سندس ڏک جي اها ڪا وڏي دوا آهي ته همت ساري موت جي منهن ۾ وڃي پئجي. منهنجو انومان ۽ اهو ٿو چوي ته هن جيڪي راتين مٿان راتيون اڪيلائيءَ ۾ گذاريون، جنهن جو ڪارڻ اهو هو ته ميري جڏهن ڪيس اڪيلو ڪري ڇڏي ويئي ته روز هو رات جو هو پنهنجي بيڊ روم ۾ بندوق کڻي بندوق جي نالي وات ۾ وجهي پنهنجو آڱوٺو ٽريگر ۾ وجهي ڪارتوس کان خالي بندوق ڇوڙيندو هو ته سچو جو سچو ڏکي ويندو هو، سندس وهم ۽ گمان ۾ به نه هو ته ڪو هو بندوق ۾ ڪارتوس وجهي ائين ڪندو. پر آخري رات ۾ هن سچ پچ پاڻ کي ائين منهن ۾ پريل بندوق هڻي ڪڍي. سندس مت ڪسجي ويئي. پر منهنجي مت اها هئي ته پنهنجو پاڻ کي ائين نه اڏائجي. جيڪي ڪجهه به آهي منهنجي ٿيوري اها آهي ته پنهنجو سر نه پٽجي. باقي هيمنگوي ته برابر خودڪشي ڪئي.

انٽرويو وٺندڙ: اهڙين وارداتن جي موقعن تي ائين به چيو ويو آهي ته خود لکڻ به پنهنجو پاڻ کي تباهه ۽ ختم ڪرڻ جي برابر آهي؟

نارمن ميلر: تون ڳالهه کي گهڻو ٿو ڇڪين. سورهن جا ويهه آنا ائين ناهي، البت جڏهن ڪو ليکڪ ڪتاب لکي پورو ڪندو آهي ته اهو نقادن جي ورچڙهي ويندو آهي جو ليکڪ جي دل چوندي آهي ته مري جند ڇڏائجي. سو جڏهن ڪو ڪتاب لکي پورو ڪندو آهي ته لڳندو اٿس ته اهو مري چڪو آهي. نقادن جو ته ڏنڊو ئي هوندو آهي سٺي ليکڪ کي مارڻ. گيري گلمور هڪ پيري مون کي چيو هو. "هن دنيا ۾ چڱائي نالي ڪا شيءِ ئي ناهي." پوءِ آئون هر محفل ۾ اهو جملو چوندو رهيس. جيڪڏهن توهان ڪو ناول لکندا آهيو ته زندگيءَ جي ڪنهن پهلوءَ کي کوٽي پڌرو ڪندا آهيو. انهيءَ ڪم جي شروعات ڪندا آهيو ته اوهان کي چيڙو نظر نه

ايندو آهي چاڪاڻ جو ڇيڙو هوندوئي انهيءَ لاءِ آهي، شروع ڪرڻ وقت نظر ئي نه اچي. اصل ۾ ڏپ ۽ ايڪسائيٽمينٽ ليکڪ کي اڳتي وڌائيندي ويندي آهي. لکڻ وقت ڪاميابيءَ يا ناڪاميابيءَ جا در ڪليل هوندا آهن. منهنجي نظر ۾ اهو ليکڪ ئي ناهي، جنهن کي ڪاميابيءَ جي پوري پوري اميد هجي. توهان ناڪامياب ٿي سگهو ٿا. اصل ۾ توهان پنهنجي نفسيات جي زور تي جوا کيڏي رهيا هوندا آهيو. اهو ائين آهي جيئن اوهان ڪنهن وڙهندڙ فوج جا جنرل هوندا آهيو پوءِ کٽيو يا هارايو.

انٽرويو وٺندڙ: منهنجو خيال آهي ته هاڻي ڀاڻ کي عمر جي باري ۾ ڳالهائڻ گهرجي، خاص ڪري پوڙهپڻ جي باري ۾. تورن لفظن ۾ ئي سهي توهان جي پوڙهپڻ توهان جي لکڻ تي ڪيترو اثر ڇڏيو آهي؟

نارمن ميلر: منهنجي خيال ۾ ته جيڪڏهن توهان پوڙها ٿي ويا آهيو ۽ اڃا ڏريا به نه رهو ته پوءِ وڏي مصيبت ۾ هوندءِ پوڙهپڻ ۾ جيڪا وڌ ۾ وڌ ڪارائتي شيءِ آهي، اها آهي اڻ ڏريو ٿي رهڻ. جيڪڏهن اوهان اهو سمجهو ٿا ته توهان جو ڪرم ڏرم متوازن آهي ۽ اوهان کي ڪي اهڙيون ڳالهيون نظر آيون آهن. جيڪي سگهارو بڻائين ٿيون. پر جي توهان انهن بوڏارن ۾ پئجي ويئو ته هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ اوهان وٽ ڇا بچيو آهي ۽ ڇا رهجي ويو آهي ته پوءِ سمجهي ڇڏيو ته هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ اوهان ختم ٿي چڪا آهيو. باقي هوندئن ته پوڙهپڻ خود پنهنجي جاءِ تي لکڻ ۾ رڪاوٽ نٿي بڻجي، اها ته ڪا ڳالهه نه ٿي ته چو جو اوهان پوڙها ٿي ويا آهيو، تنهن ڪري اوهان جي ناولن ۾ اڳيون وارو رس ۽ چس نه رهيو. اصل ۾ ته توهان جي عمر جيئن جيئن چڙهندي ويندي آهي ته هر ايندڙ سال ۾ اوهان جي اڳيان انساني فطرت جا ڳجهه کلندا ويندا آهن ۽ نوان تجربا درپيش ايندا آهن. ڇا توهان جنهن نموني اڳي وانگر سنو لکيو هو، هاڻي سنو لکي سگهو ٿا. جي جواب "نه" ۾ آهي ته پوءِ ڇڏيو.

انٽرويو وٺندڙ: اهو ڇو؟

نارمن ميلر: منهنجي خيال ۾ اهو سولو مامرو آهي، دماغ کي نقصان رسي ٿو ۽ ٻئي ڪا اهڙي شيءِ ناهي. عقل ڇڙوڇڙ ٿيو وڃي. جي ڪار پراڻي هوندي ته اها اهڙي سني ته ڪانه هلندي، جهڙي نئين ڪار هلندي نه؟ تنهن ڪري پراڻي ڪار کي سنيءَ حالت ۾ رکڻو پوندو، جي

توهان پراڻي ڪار سڻي حالت ۾ رکندؤ تہ پوءِ اها ڪار اوهان کي ڏک نہ ڪيندي جو اوهان کي اهو چوٽو پئجي وڃي تہ ڪار توهان کي هڪ ڏک ڪڍيو آهي. سٺي ڳالهہ اها آهي پراڻيءَ ڪار مان نڪرندڙ هر آواز تي اوهان جو ڌيان هجي تہ پوءِ ڏک نہ ڪيندي.

انٽرويو وٺندڙ: مون کي ڪنهن ٻڌايو تہ هڪ جهونو آمريڪي ناولسٽ ٻئي جهوني وٽ لنگهي ويو، جنهن جي لکڻ جو سج لهي چڪو هو. انهيءَ جي اها حالت ڏسي وٽس لنگهي ويندڙ ناولسٽ چيو تہ هاڻي گهٽو تي چڪو، هاڻي ڪٿي لکڻ کان هٿ ڪڻ؟

نارمن ميلر: جي ها نيو يارڪ ۾ جيڪي ڳالهيون هلن پيون، انهن مان هڪڙي ڳالهہ اها بہ آهي، ڪو ائين بہ سوچي سگهي ٿو تہ اها ڪنهن ڪنهن سان حجت ڪئي هوندي. پر حقيقت ۾ هاسڪار لنگهي وڃي چوڻ واري جي هٿ ۾ اگهاڙي دٻيدار تلوار هئي تہ جيئن هو ٻئي کان هٿيار ڇڏائي پٽ تي رڪرائي سگهي.

نارمن ميلر: نہ، اهو نسورو ڪوڙ آهي. جيڪر مون وٽ اهڙو ماڻهو لنگهي اچي ها تہ ڪر آئون چوانس ها تہ اهي مشڪريون ڇڏ. هينئر جو هينئر پنهنجي ڪِئي ڪڻ ۽ روانو ٿيءُ.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي خيال ۾ آمريڪا اهڙي سٺي جڳهہ آهي جتي آرٽ سرجي سگهي؟

نارمن ميلر: جڏهن آئون جوان هوس، تنهن زماني ۾ ليکڪ سٺي ۾ سٺي ڳالهہ هئي. انهيءَ جو سبب آهي تہ آمريڪا ۾ تنهن زماني ۾ هڪ کان هڪ وڏو ليکڪ پيو هو، پر اڄان سندن لکڻيون ميدان تي نہ آيون هيون. انگريزي زبان جون شاهڪار لکڻيون ارڙهين ۽ پوءِ اڻويهين صديءَ ۾ آيون. اسان کي اڳتي وڌڻو هو. نہ ميل وائيل ۽ هاٿورن جهڙا شاهہ شاهي ليکڪ هئا. لکندڙ گهٽ گهٽ هئا. اسان لاءِ ميدان کليل هو، پر هن وقت الاهي ساٿريون رنڊڪون ۽ تڪليفون آهن. فلمون ڪنهن ڪم جون نہ هيون، جينوٽيڪ آمريڪي ناولسٽ هاليود کي ڪنگهندا ئي نہ هئا. فلمون اهڙيون نہ هيون، جن مان توهان انساني روين جي اصليت جي باري ۾ ڪجهہ پرائي سگهو. ڪنهن حد تائين اهو احساس ٿيندو هو، جتي ڪجهہ سکڻ ۽ پرائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هجي. آخر اسان اتي چو آهيون اهو هڪ اهڙو سوال هو، جنهن ۾ ڪيئي سوال شامل اهن.

هاڻي تہ ماڻهو چمڻ سان ٽي وي جي اڳيان اکيون کولي ٿو ۽ ٽي وي؛ جو هيراڪ ٿي ويو آهي. ٽي وي اهڙو ڪم ڪيو آهي جو ماڻهن کان پڙهڻ ڇڏائي ڏنو آهي، سنجيدو ادب گهٽ پڙهيو ٿو وڃي. ٽي وي تي جيڪي ڪمرشل اچن ٿا، انهن رت ڪري ماريو آهي جي ڪو ٺلهو بيان ٻڌو تہ ٻڌندي ٻڌندي 7 منٽن کان وٺي 10 منٽن تائين، وچ ۾ ڪمرشل اچيو وڃن. تنهن ڪري توهان جو ڌيان ئي ڳالهہ مان نڪري وڃي. ٻار ٽي وي ڏسن ٿا، تنهن ڪري سندن ڌيان ۽ گيان ئي سنجيده ڳالهين تان ڪڇيو وڃي. آئون پاڻ هڪ ناولسٽ جي حيثيت ۾ محسوس ٿو ڪريان تہ آئون انهن پوڙهن مان وڃي رهيو آهيان جن جي لکڻ جو فن ۽ فڪر مري رهيو آهي، هڪڙو زمانو هو جو آرٽ تخليق ٿيندو هو، هاڻي ست خير لڳي ويا آهن. سو تنهنجي سوال جو جواب اهو ٿو بيهي تہ آمريڪا ليکڪ لاءِ ڪا سٺي جڳهہ نہ رهيو آهي، جهڙو اڳي هو.

انٽرويو وٺندڙ: ملڪ ۾ ڪو اهڙو زمانو بہ هو جو هتان جا ماڻهو ناولسٽن کان سچ جي توقع رکندا هجن؟

نارمن ميلر: 1940 / 1950 واري ڏهاڪي جي شروعاتي سالن ۾ جڏهين آئون اجا جوان هئس، تن ڏينهن ۾ ليکڪ فلمي ستارن کان بہ وڌيڪ اهم ڪري ليکيو ويندو هو. انهيءَ زماني ۾ فلمي ستارا اجا ايترا زور نہ هئا ۽ سکڻ جي چوس ۾ لڳا پيا هئا. اداڪار ڊائنا هڪ ٿي سگهي ٿو، پرڪشش ٿي سگهي ٿو، پر منجهس انساني جوڙجڪ کي ۽ واسطيدارن کي سمجهڻ جي منجهس ايتري سمجهہ نہ هوندي آهي ۽ انهن مامرن ۾ اهو ايترو اهم نہ هوندو آهي، جيترو ليکڪ هوندو آهي. پر انهيءَ زماني ۾ ناولسٽ پير و مرشد واري حيثيت جي دائري ۾ داخل ٿي چڪا هئا. انهيءَ وقت تہ مون کي ائين ئي لڳندو هو جو آئون پاڻ گروءَ واري حيثيت اختيار ڪري ويو هوس. ظاهر آهي تہ انهيءَ کان وڌيڪ مون کي ڪجهہ کتوئي نٿي.

انٽرويو وٺندڙ: مطلب تہ انهيءَ وقت ملڪ کي وڏن وڏن ناولسٽن جي شديد ضرورت هوندي. ڪين اعليٰ قسم جا ناول کتا ٿي. ڇا انهيءَ زماني ۾ توکي گرو بڻجڻ جي ڪا توقع هئي؟

نارمن ميلر: گهڻو ڪري پڪي ڳالهہ، منهنجي خيال ۾ پنجاهہ سٺ سال اڳي اسان مان گهڻا ڇڻا اهوئي خواب ڏسندا هئا تہ اعلي قسم جا

ناول تخليق ڪرڻ گهرجين. آئون ته چوندس ته اهو خواب ٽٽڻ جهڙو ئي نه هو.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي باري ۾ شيلي ونٽرس مون کي هڪڙي ڳالهه ٻڌائي جيڪا 1950ع جي هئي، هن توکي چيو ته تون ڪيس ڊريزر جي ناول کي (An American Tragedy) سمجهڻ ۾ مدد ڪر. اصل ۾ جارج اسٽيونس انهيءَ ناول کي بنياد بڻائي اسڪرپٽ لکيو هو ۽ چاهيائين پئي ته شيلي ونٽرس انهيءَ فلم ۾ فئڪٽريءَ ۾ ڪم ڪندڙ ڇوڪريءَ جو ڪردار ادا ڪري. نيٺ اها فلم A Place in the sun جي نالي سان نهي. جنهن ۾ منٽگمري ڪلفٽ به هو. واهه جي اسٽوري هئي.

نارمن ميلر: بلڪل صحيح ٻڌايائين.

انٽرويو وٺندڙ: مون کي اها ڳالهه ڏاڍي وڻي ته ڪا ڇوڪري هاسڪاري رڳو انهيءَ لاءِ ڪنهن ليکڪ وٽ لنگهي آئي ته ڪيس اهو ليکڪ سمجهائي.

نارمن ميلر: ها اسان ٻئي هڪ ٻئي کي سڃاڻندا هئاسين. هڪڙي ڏينهن شيلي مون کي فون ڪئي، اصل ۾ هوءَ صفا ڇتي لڳي پيئي هئي. مون کي فون تي ٻڌايائين ته سياڻ ڪيس جارج اسٽيونس گهرايو آهي. انهيءَ زماني ۾ هوءَ ڏاڍي سهڻي هئي. سندس وار صفا پورا هئا ۽ جسم جي رنگ به اهڙوئي هيس، پر پوءِ به اها اداڪاره نه لڳندي هئي، پر پوءِ به اها اداڪاره ٻڻجڻ ۽ ايڪٽنگ ڪرڻ لاءِ صفا ڇري لڳي پيئي هئي، پر پوءِ جڏهين اداڪاري ڪئي هئائين ته واهيات قسم جي فلمن ۾ ڪئي هئائين. تنهن ڪري اهو چاهيائين پئي ته ڪنهن چڱيءَ فلم ۾ ڪم ڪري.

مون وٽ اچي چوڻ لڳي ته پاڻ اسٽوريءَ کي سمجهڻ لاءِ ڪتاب ته ورتو اٿائين پر سڄو ناول 700 صفحن تي پکڙيل آهي. جيڪو هڪ ٻن ڏينهن ۾ پڙهي سمجهي نه ٿي سگهي. مون ڪيس آسرو ڏنو ته نيڪ آهي، انهيءَ ڳالهه کي ڏسي وٺنداسين. آئون پاڻ انهيءَ خيال ۾ ڦاٿو پيو هوس ته ناول جي وچ وچ مان سمجهائيندو سانس. وڃ ڙي. آئون ڪنهن اهڙي سهڻي ادڪاره سان اڪيلو گڏ هجان ۽ ڇوري منهنجي ورچڙهيل هجي ته اصلي ڪم جي ڳالهه ٿئي پئي سگهي. منهنجو ته خيال هو ته رهڙي ڇڏيانس. پر ڇوري پنهنجيءَ ۾ پوري هجي. مٿي جي چوڏاري پٽي ٻڌل هجيس. جاڙي سڄيل هجيس. پرائو ۽ ڪنو ڪنمو (جپاني ڪپڙا) پيل

هجيس. منهن روئڻ جهڙو لڳو پيو هجيس. پنهنجو پاڻ کي اهڙو ڪٺي ٻڌيايو هئائين جو منهنجو ارواح ڪنجي ويو، صفا دوزخ لڳي پيئي هئي.

انهن ڏينهن ۾ آئون به اهڙو نهيل نڪيلن ڪونه هوس، پر ملاقات جي وقت نهيل جڙيل هوس. چيومانس ته ڏس ڪتاب 700 صفحن جو آهي، پر تنهنجو ڪردار وچ ۾ اچي ٿو جيڪو 250 صفحن تي پکڙيل آهي. سو رات جي پيٽ ۾ اها صفحا پڙهي پورا ڪر. هرويرو ايترو بار به متي تي نه کڻ. بنيادي ڳالهه اها آهي ته تون اهو ڪردار ادا ڪيئن ٿي ڪرين. بس ايترو سمجهي ڇڏ ته تون فئڪٽريءَ ۾ ڪم ڪندڙ ڇوڪري آهين، جنهن ۾ ڪابه اجائي بناوت ناهي، پر شيلي به اڳيان شيلي هئي، ضد ڇڏي ئي نه پيئي. جڻ رابرٽا آلدين جي ٻئي شڪل هجي، ائين ئي پنهنجي طبيعت مطابق ڪلائيڊ سان محبت ڪيائين. انهيءَ طبيعت جي ڪري ئي پنهنجو پيار وڃايائين.

سو خير ڇڳي خاصي هڻ هٽان ڪان پوءِ آئون پنهنجي گهر موٽي آيس. سوچيو ته اهو هوم ته ڪم لاهي ايندس، پر ٿيو ائين جڻ سيڪس ڪان خالي رڻ پٽ جي حوالي ٿي ويس. پوءِ مون پنهنجي زال سان به دل جو سور روئي ڏنو ته ڪهڙيءَ جٺ ۾ وڃي ڦاٿس. ڇويهه ڪلاڪ رکي وري شيليءَ جون فون اچي ويو ۽ مون کي ٻڌايائين ته کيس اهو رول ملي ويو آهي. مون پاڻ واري سڄي ڳالهه اسٽيونس کي ٻڌائي ته تو چيو آهي ڪردار ۾ ڪا بناوت ناهي. انهيءَ تي مون کي رول ڏئي ڇڏيائين. جڏهين وري سندس ڪم شروع ٿيو ته چند هفتن اندر وري سندس فون اچي ويئي. اچي منهنجو مٿو ڪاڏائين ته مون کي اجا به نوان ڊائلاگ ڪپن، اجا به نيون لائينون ڪپن، کيس وري به سمجهايم، پر اسٽيونس منجهائنس ڪڪ اچي ٿيو.

انٽرويو وننڌڙ: اڪثر ماڻهن وٽ اهو آرٽ هوندو آهي ته اهي محرڪات بابت ليکڪن مان ڪا ڳالهه ڪڍن. مثلن فلاڻي لکڻي تو ڪهڙن سببن جي ڪري لکي؟ فلاڻيءَ سان تو ڪهڙي سببان شادي ڪئي؟ پنهنجو پاڻ کي تو فلاڻي مامري ۾ ڦاسايو. فلاڻو ڪم ڇو ڪيئي وغيره وغيره. اهو سڀ ڪجهه سوچڻ ڪان پوءِ منهنجي ذهن ۾ اهو سوال اٿيو آهي ته تو جيڪو نئون ناول The castle in the forest لکيو آهي ته انهيءَ جي پويان ڪونه ڪو محرڪ ته هوندو. مثلن نوجوان انڊوولف هٽلر کي تو حد

ڪان وڏيڪ بڇڙو ڇو ڪيو آهي؟ خاندان ۾ جنسي روين جو ذڪر ڇو ڪيو اٿئي، ماڪيءَ جي مکين جو مثال ڇو ڏنو اٿئي؟ پيءُ جي موچڙا ڪٽ ڪي ايڏو شديد ڇو ڀڻايو اٿئي؟

نارمن ميلر: ڪوبہ سبب ناهي، اهي تہ سوال ئي اجايا آهن.

انٽرويو وٺندڙ: ترس ترس، تنهنجي خيال ۾ اهي ڳالهيون ڪائي حيثيت نٿيون رکن؟ پر اهو تہ ٻڌائي سگهين ٿو تہ ڪتاب لکڻ جي پويان ڪي نہ ڪي تہ محرڪ هوندا؟

نارمن ميلر: منهنجا محرڪات الڳ آهن، هٽلر جي ڪردار جا محرڪات الڳ آهن. جڏهن تہ ڪي ليکڪ پنهنجي تخليق جا نفسياتي سبب ٻڌائڻ لڳندا آهن نہ آئون انهيءَ شي ڪان نفرت ڪندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: ٻئي ڳالهہ ڇڏي پر تو انهيءَ ڪتاب ۾ اهڙيون ڳالهيون لکيون آهن.

نارمن ميلر: اهي تہ حقيقتون آهن جيڪي مون ڪتاب ۾ ڪم آنديون آهن. اصل ۾ اهو ڪتاب لکڻ جي شروعات ڪان وٺي منهنجو اهو ايمان هو تہ آئون شيطان جي باري ۾ پيو لکان. منهنجو احساس اهو آهي هٽلر ڪي اتساهہ ڏيندڙ شيطان ئي آهي، ائين جيئن حضرت عيسي جي اتساهہ جو ذريعو رب جي ذات آهي. جيڪڏهن ماڻهن جو عقيدو اهو آهي تہ حضرت عيسيٰ خدا جو پٽ آهي تہ منهنجو وري اهو عقيدو آهي هٽلر شيطان جو پٽ آهي. سولي ڳالهہ پيئي آهي ٻئي تہ ڪا اهڙي ڳالهہ ڪونهي.

***

# جپان جي ليکڪ هاروڪي موراڪامي سان ڳالهه ٻولهه

هاروڪي موراڪامي قديم جپان جي گاديءَ واري هنڌ ڪيوٽو ۾ 1949ع ۾ هڪ وچولي طبقي جي گهراڻي ۾ ڄائو. سندس ڏاڏو جپاني ادب جو استاد هو. هو ڄڏهن ٻن ورهين جو ٿيو تہ سندس خاندان لڏي اچي ڪوبي نالي شهر ۾ وينو. انهيءَ زماني ۾ ڪوبي هڪ مصروف شهر هو، جو اتي دنيا جهان جا، خاص ڪري آمريڪي، سامونڊي اچي لهندا هئا. انهيءَ ڪري شهر ۾ هر وقت مانداڻ متل هوندو هو۽ اچ وڃ رهندي هئي. انهيءَ شهر ۾ رهڻ ڪري موراڪاميءَ جو پهريون لڳ لڳاپو آمريڪي سنگيت جاز ۽ هاليوڊ جي فلمن سان پيدا ٿيو. ڊالر بہ پهريون ڀيرو ڏٺائين.

ويهين صديءَ جي سٺ واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ۾ ٽوڪيو ۾ تعليم پرائيندي موراڪامي جديديت پڄاڻان Post Modernism جي فڪري لاڙي سان واسطي ۾ آيو. انهيءَ فڪري لاڙي کي انهيءَ ڪري پسند ڪيائين، جو انهيءَ ۾ هڪ قسم جي فڪري بغاوت پاتائين. پاڻ 23 ورهين جي ڄمار ۾ شادي ڪيائين ۽ پنهنجي زندگيءَ جا ڪجهہ سال ٽوڪيو ۾، "پيٽرڪيٽ" نالي سان جاز ڪلب هلائيندو رهيو. سندس پهريون ناول Hear the wind sing ڇپيو، جنهن جو سنت ئي انگريزي ترجمو بہ شايع ٿيو. پر انهيءَ ناول تي ڪيس جپان جو گونزو ادبي انعام مليو ۽ سندس پڙهندڙن ۾ واڌ آئي. اهو ناول سندس پهٽي هو، جنهن ڪري سندس مقبوليت ۽ شهرت وڌندي ويئي. 1987ع ۾ حقيقت پسنديءَ تي ٻڌل سندس ناول Norwegian wood شايع ٿيو، جنهن ڪيس چوٽ تي چاڙهي ميڳا اسٽار بڻائي ڇڏيو، ۽ ڪيس "ويهين صدي جي اٺين ڏهاڪي واري پيڙهي جو آواز ڪري ليکيو ويو. انهيءَ ڪتاب جون ويهہ لک ڪاپيون تہ رڳو جپان ۾ وڪرو ٿيون.

موراڪامي کي پنهنجي ملڪ ۾ جيڪا بي انتها مقبوليت حاصل ٿي ۽ ڪيس ڄاڻڻ سڃاڻڻ وارو گهڻا ماڻهو پيدا ٿي پيا، اها ڳالهه سندس دل کي ڪونه آئڙي انهيءَ ڪري هو ڪيترائي سال جپان کان ٻاهر رهيو، سو به خاص ڪري US ۽ UK ۾. پرنسٽن ۾ پڙهائڻ دوران سندس ڪتاب The wind up bird chronicle شايع ٿيو. انهيءَ ڪتاب کان پوءِ هو Norwegian wood واري ڪُلئي حقيقت پسندي ۽ شاعراڻي انداز بيان ڏانهن ٿي موٽي ڪونه سگهيو، پر پوءِ به سندس ڪتاب ڏينهون ڏينهن وڌيڪ پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچندا رهيا. سندس نئون ڪتاب Kafka on the shore تازو ڇپيو آهي، پر پوءِ به رڳو جپان ۾ 3 لک ڪاپيون وڪرو ٿي چڪيون آهن. هن سال جي آخر ۾ انهيءَ ڪتاب جو انگريزي ترجمو ٿي شايع ٿيڻ وارو آهي. بين الاقوامي سطح تي موراڪامي هن پيڙهيءَ جو وڏ ۾ وڏ پڙهيو ويندڙ ليکڪ آهي. کيس جپان جو وڏي ۾ وڏو ايوارڊ يوميوري ادبي انعام ملي چڪو آهي. گڏوگڏ هو ٻيا سڀ جا سڀ جپاني ايوارڊ به حاصل ڪري چڪو آهي. مورا ڪامي پنهنجن ڪتابن لکڻ سان گڏوگڏ ٻاهرئين ادب جا ڪيترائي ترجما ڪري چڪو آهي. جن ۾ فٽزجيرالڊ، ريمنڊ ڪازور ۽ ٽم اوبرائين جا ڪتاب اچي وڃن ٿا.

جيئن نيويارڪ ۾ سوهو جو علائقو آهي، اهڙي ساڳئي طرح جو علائقو ٽوڪيو ۾ پاتو وڃي ٿو، جنهن کي آئوياما ڇيو ويندو آهي. جتي هڪ بلڊنگ جي ڇهين ماڙ تي سندس آفيس آهي. سندس هيءُ انٽرويو اتي ئي ٻن ويهڪن ۾ ورتو ويو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: تازو تازو مون تنهنجين ڪهاڻين جو نئون مجموعو After the quake پڙهيو آهي. مون کي اهي ڪهاڻيون ڏاڍيون دلچسپ لڳيون. انهن ڪهاڻين ۾ تو آزاديءَ سان پنهنجي ناول Norwegian wood جي ڀيٽ وٺندي حقيقت پسندي وارو رويو ته اختيار ڪيو آهي، پر گڏوگڏ انهن ڪهاڻين ۾ The wind up bird chronic ۽ Hard boiled wonderland and the world وارو انداز به ڀتو ڀٽ نظر اچي ٿو، توکي لکڻ جي انهن ٻنهين طور طريقن ۾ ڪو فرق نظر اچي ٿو؟

موراڪامي: منهنجي خيال ۾ مون جيڪي اهي ڪهاڻيون لکيون آهن، انهن جو طور طريقو منهنجي ناول Hard boiled wonderland and the end of the world کي وڌيڪ ويجهو آهي. آئون گهڻو ڪري لکڻ جي سرريئلسٽڪ طريقي کي فوقيت ڏيندو آهيان. باقي جيڪو مون Norwegian wood ناول لکيو آهي ته اهو انهيءَ خيال سان لکيم ته حقيقت پسنديءَ

واري طور طريقي کي بہ آزمائي ڏسان ۽ نئون تجربو ڪري ڏسان. اهو پڪو پهہ ڪيم، پوءِ اهو ناول لکيم.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي انهيءَ جواب مان بہ ڳالهيون ڦٽي نڪرن ٿيون. هڪ اها تہ ڇا تو حقيقت پسنديءَ واري طور طريقي کي آزمائڻ پئي چاهيو؟ يا وري ناول جو مواد ئي اهڙو هو، جنهن توکي مجبور ڪيو تہ انهيءَ کي حقيقت پسنديءَ جو روپ ڏيڻو پئجي ويو؟

موراڪامي: جيڪڏهن آئون لاڳيتو سررئلسٽڪ ناول لکندو پيو اچان ها تہ ڪر مون تي سررئلزم جو ٺپو لڳي وڃي ها تہ آئون هڪ ئي طور طريقي جو شڪار ٿيل آهيان، تنهن ڪري مون چاهيو پئي تہ آئون هڪڙي ئي طور طريقي کان هٽي ڪري بہ لکي سگهان ٿو. انهيءَ جو ثبوت ڏيڻ لاءِ Norwegian wood لکيم، جيڪو حقيقت پسنديءَ تي ٻڌل هو. سو جو اهو ڪتاب ائين لکيم. اهو ڪتاب جپان ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو، انهيءَ مقبوليت جي مون کي اڳواٽ ئي ڄاڻ هئي.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ جو مطلب تہ اها تنهنجي حڪمت عملي هئي، جنهن تحت اهو ناول لکيو.

موراڪامي: تون صحيح ٿو چوين Norwegian wood پڙهڻ توڙي سمجهڻ ۾ سولو آهي. انهيءَ ڪري ماڻهن انهيءَ ڪتاب کي ڏاڍو پسند ڪيو. انهيءَ ڪتاب جي ڪري ئي ماڻهن منهنجن ٻين ڪتابن ۾ بہ دلچسپي ورتي. ائين انهيءَ ڪتاب تمام گهڻي مدد ڪئي.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ جو اهو مطلب ٿيو تہ جپاني پڙهندڙ بہ آمريڪي پڙهندڙن وانگر سولي ڪم کي پسند ڪن ٿا.

موراڪامي: تازو تازو منهنجو ڊگهو ناول Kafka on the shore ٻن جلدن جي سيٽ ۾ شايع ٿيو آهي. انهيءَ ڪتاب جون هينئر ئي 3 لک ڪاپيون وڪرو ٿي چڪيون آهن، جيڪا هڪ عجب ۾ وجهندڙ غير معمولي ڳالهہ آهي. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ناول جي ڪهاڻي منجهيل ۽ تمام ڏکي آهي، پر پوءِ بہ منهنجو انداز بيان پڙهڻ ۾ سولو آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ جماليات توڙي ڊرامائي انداز موجود آهي. جيڪو پڙهندڙ کي پڙهڻ تي مجبور ڪري ٿو ڇڏي. ناول جي انهن ٻنهين خوبين ۾ جادوگرانہ سطح تي توازن پاتو وڃي ٿو. اهو توازن ئي ڪتاب جي ڪاميابيءَ جو ڪارڻ آهي. اجا تائين تہ اهو ناول املهہ نظر اچي ٿو. آئون ٻين ناول لکڻ جي وچ ۾

تي يا چار سال لڳائيندو آهيان، پوءِ به ماڻهو نئين ناول جو انتظار پيا ڪندا آهن. هڪڙي پيري جان ارونگ ڪان انهيءَ جو ڪارڻ پڇيم ته ٻڌايائين ته پڙهڻ جو به پنهنجو نشو هوندو آهي. ماڻهو جڏهين انهيءَ نشي ۾ ونجي ويندا آهن ته پوءِ ڪين نئين ڪتاب جو وڏو اوسيئڙو ٿيندو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: ته ڇا تون پنهنجن پڙهندڙن کي موالي بڻائڻ ٿو گهرين؟

موراڪامي: جان ارونگ، ته مون کي اهوئي چيو هو.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجين لکڻين جا به پهلو آهن. هڪڙو پهلو سڌو سادو ۽ سولائيءَ سان سمجهه ۾ ايندڙ آهي، ٻيو پهلو منجهائيندڙ ۽ دوکو ڏيندڙ پلاٽ تي ٻڌل هوندو آهي تنهنجي هر لکڻيءَ ۾ اهي ٻئي پهلو موجود هوندا آهن. ڇا تنهنجي اها شعوري ڪوشش هوندي آهي؟

موراڪامي: نه. نه ائين ناهي، جڏهين آئون لکڻ ويهندو آهيان ته مون وٽ ڪا به رٿابندي نه هوندي آهي. آئون رڳو ناول جي ڪهاڻي جي انتظار ۾ هوندو آهيان ته اها ڪڏهين ٿي مون کي ولوڙو ڏئي، آئون شعوري طور تي پاڻ ڪا ڪهاڻي ڪونه چونڊيندو آهيان ۽ لکڻ وقت مون کي اها خبر نه پوندي آهي ته ناول جي ڪهاڻي ڪيڏانهن ٿي ڦيرو پائي. بس رڳو انتظار ۾ هوندو آهيان، البته منهنجو ناول Norwegian wood هڪ ڌار شئي آهي. ڇاڪاڻ ته اهو ناول لکڻ کان اڳ ۾ شعوري طور تي مون پاڻ فيصلو ڪيو هو ته اهو ناول حقيقت پسنديءَ کي اڳيان رکي پوءِ لکندس. باقي جيڪو منهنجو ٻيو ڪم آهي، انهيءَ جي چونڊ ڪري نه پيو سگهان ته اهو ڪيئن ۽ ڪيڏانهن اڳتي وڌندو. منهنجون ٻيون لکڻيون بنيادي طور تي لاشعوري طور تي اڳتي وڌنديون وينديون آهن.

انٽرويو وٺندڙ: پر تون لکڻ وقت ڪو پنهنجو اهڙو آواز ضرور چونڊيندو آهين. جيڪو سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي وڃي ٿو، ڇا اها تنهنجي پنهنجي چونڊ هوندي آهي؟

موراڪامي: اصل ۾ منهنجي ذهن ۾ ڇڙ وڇڙ تصور ايندا آهن، جن کي آئون هڪ ٻئي سان ڳنڍيندو ويندو آهيان. تصورن جا اهي گڏيل ٽڪرا اسٽوري لائين کي جنم ڏيندا ويندا آهن. انهيءَ کان پوءِ آئون اسٽوري لائين کي سمجهڻ جوڳو بڻائيندو ويندو آهيان. باقي پنهنجي لکڻيءَ کي حرف آخر سمجهڻ ته سنئين سڌي ذهني ترڙپائي هوندي آهي. منهنجي چوڻ جو مطلب آهي ته لفظ

سولا هجن، جملن جي پيچ گهڻ سمجهه ۾ اچڻ جوڳي هجي ۽ انساني تجربن جا تاثرات توڙي علامتون اهڙيون هجن، جيڪي پڙهندڙ کي سوچڻ تي مجبور ڪن. منهنجي ناولن ۾ رڳو اهو ڪم شعوري طور تي ڪيل هوندو آهي. آئون وڏي خبرداريءَ ۽ چٽائيءَ سان شيون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: ته ڇا اهي شيون قدرتي طور تي تنهنجي دماغ ۾ ايندڙ رهنديون آهن؟

موراڪامي: نه ته ڪو آئون ايڏو ذهين ماڻهو آهيان نه ئي وري ذهني طور تي آئون ڪو ٽڙڙو ماڻهو آهيان. آئون ته ماڻهن جهڙو ماڻهو آهيان ڪو مٿان ڪونه لٿو آهيان، جهڙا منهنجا پڙهندڙ، اهڙو آئون. آئون ته جاز ڪلب جي ڪم تي هريل هوندو هوس، ڪاڪ ٽيل ۽ سئنڊوچ ناهيندو هوس. مون ليکڪ بڻجڻ نه پئي چاهيو، پر اڻ ڄاڻائي وچان ليکڪ بڻجي ويس. توکي خبر آهي ته اها هڪ سوکڙي آهي، جيڪا رب جي ذات ڏيندي آهي. انهيءَ ڪري سوچيندو رهندو آهيان ته مون کي نياز ۽ نئڙت کان ڪم وٺڻ گهرجي، تڪبر ڪرڻ نه گهرجي.

انٽرويو وٺندڙ: جڏهين تون ليکڪ ٿئين، تڏهين تنهنجي عمر ڪيتري هئي؟ ليکڪ بڻجڻ تي توکي حيرت ٿي؟

موراڪامي: 29 سالن جي عمر ۾. اڙي ها، مون کي واقعي ڏاڍي حيرت ٿي، پر پوءِ هڪدم لکڻ تي هري ويس.

انٽرويو وٺندڙ: هڪدم ۽ جنهن ڏينهن لکڻ شروع ڪيئي ته ڪا ڏکيائي ته ڪونه محسوس ڪيئي؟

موراڪامي: آڌي رات هئي، سو بورچي خاني واري ميز تي لکڻ شروع ڪيم. ائين ڏهن مهينن ۾ ڪتاب لکي پورو ڪيم. پوءِ جڏهين انهيءَ ڪتاب جو مسودو پبليشر کي موڪليم ته ڪتاب شايع ٿي ويو. ڪتاب جي شايع ٿيڻ تي ڏاڍي حيرت ٿيم، ائين لڳو جڻ وڏو ڪيچ ڪٽيو هجيم. اهو سڀ ڪجهه خواب وانگر هو ڪجهه وقت رکي انهيءَ ڳالهه تي سوچيم ته ها ٺيڪ. آئون ليکڪ بڻجي ويو آهيان. پلا ڇونه ليکڪ بڻجان؟ سولي سڌي ڳالهه پيئي آهي.

انٽرويو وٺندڙ: تو جڏهين لکڻ شروع ڪيو ته تنهنجي زال جا ڪهڙا تاثرات هئا؟

موراڪامي: مون کي منهن پيئي ته ڪجهه به نه چيائين، پر جڏهين مون پاڻ کيس ٻڌايو ته آئون ليکڪ بڻجي ويو آهيان ته پوءِ حيرت به ٿيس ۽ بيزاري به ڏيکاريائين.

انٽرويو وٺندڙ: بيزاري جو ٽيس. ڪٿي اهو ته نه سوچيائين ته تون باقاعدي ليکڪ بڻجي سگهندين؟

موراڪامي: ليکڪ بڻجي وڃڻ ته ڪنوڻ جي ڏيي وانگر هوندو آهي، پوءِ پلي ڪير مڃي يا نه مڃي.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ وقت تنهنجي اڳيان ڪهڙن ليکڪن جو مثال هو؟ توتي ڪهڙي جپاني ليکڪ جو اثر هو؟

موراڪامي: آئون جڏهين اجا ٻٻر ٻٻر هوس، تيستائين ته ڪوبه جپاني ليکڪ ڪونه پڙهيو هوم. اصل ۾ مون کي ادب جو ڪلچر بور لڳندو هو. ڏکيو ڪم لڳندو هو.

انٽرويو وٺندڙ: پر تنهنجو پيءُ ته جپاني ادب پڙهائيندو هو؟

موراڪامي: صحيح آهي، پر انهيءَ وقت اسان جو رشتو رڳو پيءُ پٽ وارو هو. باقي منهنجو پنهنجو ڌيان ته مغربي ڪلچر ڏانهن هو. جنهن ۾ جاز سنگيت سان ڳنڍوڳنڍ دوستو وسڪي، ڪافڪا ۽ ريمنڊ ڪئينڊليئر اچي ٿي ويا. اها منهنجي پنهنجي الڳ سان دنيا هئي ۽ منهنجا پنهنجا خواب هئا. دل اهو پئي گهريو ته پيٽرس برگ يا وري هاليووڊ هليو وڃان. پر هاڻي خبر پئي اٿم ته اها ناول جي ئي سگهه آهي، جيڪا ماڻهوءَ کي جڪي ڪيڏانهن به وٺي وڃي سگهي ٿي. ناول لکڻ کان پوءِ هاڻي ته آمريڪا يا ٻئي ڪنهن ملڪ هليو وڃڻ بنهين سولو ٿي پيو آهي. 1960ع تائين ته اوڏانهن وڃڻ مون لاءِ ناممڪن هو. انهيءَ ڪري آئون رڳو جاز سنگيت ٻڌندو هوس ۽ دل گهرندي هئي ته ڪنهن ٻئي ملڪ هليو وڃان. اهو منهنجو خواب به هو، ڌيان به هو گيان به هو.

انٽرويو وٺندڙ: ته انهيءَ حسرت توکي لکڻ جي واٽ ڏيکاري؟

موراڪامي: صحيح ٿو چوين. جڏهن 29 سالن جو ٿيس ته اڻين ئي ڪٿي ناول لکڻ شروع ڪيم. مون ڪجهه نه ڪجهه لکڻ پئي چاهيو. پر اها خبر ڪانه هيم ته جپاني ٻوليءَ ۾ ڪيئن لکتو آهي. انهيءَ وقت مون جپاني ليکڪن کي ڪونه پڙهيو هو. پر مغربي ادب جي ٿوري گهڻي جاڻ هيم. انهيءَ ڪري لکڻ جو انداز، گهڙت ۽ ٻيو سڀ ڪجهه مغربي ادب تان ڪنيم. پر پوءِ به منهنجي لکڻ جو انداز منهنجو پنهنجو رهيو. جو اڻين شروعات ٿي.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي پهرئين ڪتاب جي ڇپجڻ کان پوءِ توکي جپان جو ايوارڊ به مليو ۽ تو پنهنجي اصلي واٽ جهلي. ڇا انهيءَ وقت تو ليکڪن سان ملڻ شروع ڪيو؟

موراڪامي: نہ اصل صفا نہ.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ زماني ۾ تنهنجا ڪي اهڙا دوست هئا جيڪي اڳ ۾ ئي لکندا هجن؟

موراڪامي: ڪوبہ نہ هو.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ وقت واندڪائيءَ جي دوران ڪنهن دوست سان ملندو رهئين؟

موراڪامي: نہ صفا نہ.

انٽرويو وٺندڙ: اڄ تائين ڪنهن جپاني ليکڪ سان دوستي رکيئي؟

موراڪامي: نہ. آئون نٿو سمجهان تہ ڪو ائين هوندو.

انٽرويو وٺندڙ: جڏهين تون لکندو رهندو آهين. تڏهين ڪنهن کي پنهنجو لکيل ڪم ڏيکاريندو آهين؟

موراڪامي: ڪڏهين بہ نہ.

انٽرويو وٺندڙ: پنهنجي زال کي تہ ڏيکاريندو هوندين؟

موراڪامي: مون پهريئن ناول جو مسودو ڪيس پڙهڻ لاءِ ڏنو، پر پوءِ مون کي ٻڌايائين تہ هڪڙو بہ اکر نہ پڙهيو اٿائين. سو ڪا ايڏي متاثر ڪونہ ٿي.

انٽرويو وٺندڙ: متاثر ڪانہ ٿي؟

موراڪامي: نہ. اهو پهريون ڊرافٽ هو، سو پڙهڻ ۾ ڏکيو هو، پوءِ آئون تہ انهيءَ کي ورجائي ورجائي لکندو رهيس.

انٽرويو وٺندڙ: پر هاڻي جڏهين تون ڪنهن ڪتاب تي ڪم ڪندو پيو آهين تہ تنهنجي زال ضرور دلچسپي وٺندي هوندي؟

موراڪامي: هاڻي تہ هوءَ پهرئين شخصيت هوندي آهي. جيڪا منهنجي ڪتاب جو مسودو پڙهندي آهي. منهنجو مٿس تمام گهڻو ڀروسو آهي، هوءَ نہ رڳو منهنجي زال آهي پر ساٿياڻي بہ آهي، جيئن فٽز جيرالڊ جو لکيل ڪتاب جو مسودو سڀ کان اڳ ۾ سندس زال زيلڊا پڙهندي هئي. اسان بہ ائين آهيون.

انٽرويو وٺندڙ: باقي اها ڳالهہ تہ پنهنجي جاءِ تي آهي تہ تون سڄي ڪيريئر ۾ ليکڪن جي ڪميونٽي جو حصو ٿي نہ رهيو آهين.

موراڪامي: آئون پنهنجي ليکي پاڻ پنهنجي سر اڪيلو ليکڪ

آهيان. مون کي ماڻهن جي گروپ بازي، نظرياتي ۽ ادبي حلقا نه وڻندا آهن. جڏهين آئون پرنسٽن ۾ هوندو هوس، تڏهين اتي جيڪي مون کي ماني ٽڪيءَ جي دعوت ملندي هئي ته انهن ۾ شريڪ ٿيندو هوس. انهن دعوتن ۾ جوائس ڪيرول اوٽس ۽ ٽوني ماريسن واريون به اينديون هيون، پر آئون ڪانئن هيسيل رهندو هوس. ايتري قدر جو سندن اڳيان سولي ماني به ڪائي ڪونه سگهندو هوس. انهن دعوتن ۾ ميري مورس به ايندي هئي، جيڪا بنهين پلي عورت هوندي هئي ۽ وڏي پيار وچان ملندي هئي، کلڻي طبيعت جي هوندي هئي. منهنجي هم عمر به هئي، سو پاڻ ۾ دوست بڻجي وياسين، پر جپان جو ڪوبه ليکڪ منهنجو ويجهو دوست ناهي. چاڪاڻ ته آئون پاڻ ليکڪن کان پري ڀڄندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: تو پنهنجي ڪتاب The wind up bird chronicle جو گهڻو ۽ خاص حصو آمريڪا ۾ لکيو هو، پلا آمريڪا ۾ رهڻ ڪري لکڻ ته ڪو اثر پيو؟

موراڪامي: The wind up bird chronicle ڪتاب لکڻ ۾ مون کي پورا چار سال لڳا ۽ اهو سڄو عرصو آئون آمريڪا ۾ ئي هوس. جتي آئون اوپرو ماڻهو هئس. اها اوپرائپ منهنجي پويان ڪنهن پاڇي وانگر لڳل هوندي هئي. خود ڪتاب جو مرڪزي ڪردار به هڪ اهڙو اوپرو ماڻهو آهي، جنهن جي اوپرائپ سندس پيڇو ڪندي آهي. هاڻي تون پاڻ سوچي ڏس ته جيڪڏهن آئون اهو ساڳو ڪتاب جي هتي جپان ۾ ويهي لکان ها ته ڪر ڪتاب ٻي صورت اختيار ڪري ها.

آمريڪا ۾ منهنجي جيڪا اوپرائپ هئي، اها جپان جي اوپرائپ کان مختلف هئي. آمريڪا ۾ اها اوپرائپ چٽي ۽ پروڙڻ جهڙي هئي. انهيءَ ڪري منهنجو اهو ناول بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي ائين اڳتي وڌندو ويو. جڻ آئون هڪ هڪ ڪري ڪپڙا لاهي اگهاڙو ٿيندو پيو وڃان.

انٽرويو وٺندڙ: جپان ۾ هن وقت جيڪي ليکڪ لکن پيا ٿا، انهن مان ڪنهن جا ڪتاب پڙهندو آهين ۽ ڪهڙا پسند ڪندو آهين؟

موراڪامي: ها، انهن مان ڪجهه وڻندا ٿا. ريبو موراڪامي وڻي ٿو. بنانا شيموٽو وڻي ٿو، پر آئون تبصرا يا تنقيدون ڪونه لکندو آهيان، آئون اهڙي مصيبت ۾ ڦاسڻ نه ٿو چاهيان.

انٽرويو وٺندڙ: اهو ڇو؟

موراڪامي: منهنجي خيال ۾ منهنجو ڪم آهي عام ماڻهن کي اکين مان ڪين ۽ دنيا ڏسڻ. پر آئون ماڻهن تورڙي دنيا تي فيصلو ڏيڻ وارن مان

ناهيان. آئون پنهنجي ذهن ۾ اها اميد پالي هلندو آهيان تہ اهڙو ماڻهو نہ بڻجان، جيڪو نام نهاد قسم جا نتيجا پيو ڪيندو آهي. منهنجي اڳيان هر شئي کلي آهي تہ هيءَ دنيا هڪ اهڙي آهي، جنهن ۾ سڀ ڪجهہ ممڪن هوندو آهي.

آئون تنقيدي لکڻين جو ترجمو ڪندو آهيان، پر پنهنجي ليکي ڪابہ تنقيد ڪونہ ڪندو آهيان. چاڪاڻ تہ انهيءَ دوران منهنجو سڄو ڌيان ترجمي ڏانهن هوندو آهي. اهو ترجمو سٺ سٺ بڻجي منهنجي جسم ۽ منهنجي دماغ مان گذرندو ويندو آهي. اسان کي هتي نقادن جي ضرورت تہ آهي، پر اهو ڪم منهنجو ناهي.

انٽرويو وٺندڙ: وري تنهنجي لکيل ڪتابن تي ٿا اچون. تنهنجي ڪتابن پڙهڻ مان ٿو لڳي تہ انهن ڪتابن ۾ هڪڙو اتساهہ ڳچ حد تائين نهيل نکيل آمريڪي جاسوسي ڪتاب آهن. جڏهين اهڙا ڪتاب تنهنجي اڳيان آيا تہ اهو ڪهڙو ليکڪ هو، جنهن توکي اتساهيو؟

موراڪامي: جڏهين آئون هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هوس، تڏهين برابر آئون ڪرائيم بابت لکيل ناولن ۾ ڦاٿل هوندو هوس. انهيءَ وقت آئون ڪوبي ۾ رهندو هوس، جتي ڪيترائي غير ملڪي ساموندي اچي لهندا هئا. اهي ماڻهو اتي اچي ڪچن جلدن وارا سستا ۽ پڙهيل ناول سيڪنڊ هئنڊ ڪري وڪڻندا هئا. آئون غريب جو ٻار هوس، پر جيئن تہ اهي ڪتاب تمام سستا ملندا هئا. تنهن ڪري خرچيءَ جي پئسن سان خريد ڪري وٺندو هوس. اهي ڪتاب پڙهي پڙهي آئون انگريزي سکي ويس ۽ انهيءَ بود ۾ اچي ويس تہ آئون انگريزي ڄاڻان ٿو.

انٽرويو وٺندڙ: سڀ کان اول ڪهڙو انگريزي ڪتاب پڙهيئي؟

موراڪامي: راس ميڪڊونالڊ جو لکيل ڪتاب The name is Archer تنهن کان پوءِ بيا بہ ڪتاب پڙهي انگريزي سکندو ويس. دوستو وسڪي ۽ ليوٽالستاءِ جا بہ ڪتاب پڙهيم. جيڪي مون کي وڏيڪ وڻيا. اجا تائين مون لاءِ اها آئيڊيل صورتحال موجود آهي جو آئون دوستو وسڪي ۽ چئنڊ ليئر جي لکڻ جي طور طريقن کي پاڻ ۾ ڳنڍي. آئون پنهنجيون ڪاڻئن الڳ تخليقون لکندو آهيان، اهائي منزل اٿم.

انٽرويو وٺندڙ: ڪافڪا کي ڪڏهين پڙهيئي؟

موراڪامي: پندرهن ورهين جي ڄمار ۾ سندس ڪتاب The Castle پڙهيم. زبردست ڪتاب آهي، پوءِ سندس ٻيو ڪتاب The Trial پڙهيم. جيڪو بہ مون کي تمام گهڻو وڻيو.

انٽرويو وٺندڙ: ڳالهه تہ دلچسپ ٿي لڳي، ٻنهين ناولن ۾ سوال اڌ ۾ ڇڏيل آهن. انهيءَ ڳالهہ مان لڳي ٿو تہ انهن ڪتابن مان تنهنجو تہ ڪوبہ مسئلو حل ڪونہ ٿيو هوندو. پر تنهنجن ڪتابن، خاص ڪري The wind up bird chronicle مان تہ اهو لڳي ٿو تہ تنهنجي لکڻ جو مسئلو ڪافڪا جي ڪتابن پڙهڻ سان حل ٿيل نظر اچي ٿو، پڙهندڙن وٽ بہ اهو خيال هوندو. ڇا توکي اهو اثر ڪافڪا جو آهي؟

موراڪامي: رڳو ائين ناهي، جيڪڏهن ڪو ليڪڪ ريمنڊ چئنڊ ليئر جا ڪتاب پڙهي ٿو تہ انهن ڪتابن مان ڪجهہ بہ ورڻو سرڻو ناهي. جي هو ڪتاب ۾ اها ڳالهہ لکي ٿو تہ فلاڻو خوني آهي تہ مون وٽ تہ انهيءَ ڳالهہ جي ذري جي بہ اهميت ناهي تہ ڪنهن اهو خون ڪيو. فن جي دنيا ۾ اهو وڏو ڪارنامو آهي تہ ريمنڊ چئنڊ ليئر جي ناول تي وارڊ هاڪس The Big sleep فلم ناهي، پر فلم ناهيندي هو وارڊ هاڪس انهيءَ ڳالهہ ۾ منجهي بيهي پئي رهيو تہ آخر ڊرائيور جو خون ڪنهن ڪيو. سو جڏهين خون ڪري چئنڊ ليئر کان خونيءَ جي پڇا ڪيائين تہ چئنڊ ليئر کيس جواب ڏنو تہ کيس انهيءَ ڳالهہ جي پرواهہ ناهي تہ خون ڪنهن ڪيو. سو مون لاءِ بہ ناول لکڻ ائين آهي. ناول مان جي ڪو نتيجو ٿو ڪڍي تہ معني تہ ڪوبہ نتيجو نہ ڪڍيائين. مون کي انهيءَ جي پرواهہ ناهي تہ دوستو وسڪي جي ناولن The Brother Karamazov ۾ خوني ڪير آهي.

انٽرويو وٺندڙ: پر پڙهندڙ تہ ناول The big sleep جو صفحي مٿان صفحو پڙهندو ويندو آهي تہ جيئن کيس خبر پوي تہ ڊرائيور جو خون ڪنهن ڪيو ۽ ڪيئن ڪيو؟

موراڪامي: پر مون سان ائين ناهي جو خوني ڳوليندو وتان، آئون جڏهين لکڻ ويهندو آهيان تہ پنهنجو پاڻ کي پلانئي ويهي رهندو آهيان. آئون ۽ منهنجو پڙهندڙ ساڳئي ميدان تي بيٺل هوندا آهيون. آئون جڏهين لکڻ جي شروعات ڪندو آهيان تہ مون کي اها خبر نہ هوندي آهي ناول ۾ اڳتي ڇا ٿيڻو آهي، پر جي ڪنهن ناول ۾ اڳئين ساڻ ڪو خون ٿئي بہ وڃي تہ مون کي اها خبر نہ هوندي آهي تہ ڪنهن خون ڪيو. آئون تہ لکندي لکندي انهيءَ ڳولا ۾ هوندو آهيان تہ اهو خوني ڪير آهي. آئون باقي ليکڪ کي شروع ۾ ئي خون ڪرڻ واري جي خبر هجي تہ پوءِ لکڻ جو ڪو مقصد ئي نٿو رهي.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ جو مطلب تہ تون پنهنجي ڪتاب ۾ ڪابہ ڳالهہ سمجهائڻ نٿو چاهين. جي ڪو ڪتاب لکڻ دوران ڪا چند چاڻ

ڪيئي ته تنهنجو خواب سگهه وجائي ويهي رهندو آهي.

موراڪامي: ڪتاب لکڻ وقت جيڪا سني ڳالهه هوندي آهي، اها آهي جاڳندي به خواب ڏسڻ. ها، ڪتاب لکڻ کان اڳ ۾ هو انهيءَ ڳالهه ۾ سجاڳ هوندو آهي ته ڪتاب ڪهڙي وقت لکي سگهجي ٿو ۽ ڪتاب ڪيترو ڊگهو ٿي سگهي ٿو. بيون به سنهيون ٿلهيون ڳالهيون سوچيندو رهندو آهي. آئون روز صبح جو چار يا پنج ڪلاڪ لکڻ ۾ گذاريندو آهيان، پر جي وچ ۾ آئون آزروت ٿي پوندو آهيان ته لکڻ ڇڏي ڏيندو آهيان ۽ وري بئي ڏينهن صبح جو لکڻ ويهندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: تون چوين ٿو ته لکڻ جي دوران توکي اها خبر نه هوندي آهي، پر تنهنجو ناول Dance Dance Dance پڙهندي مون کي ته لڳو ته توکي اڳواٽ ئي خبر هئي ته انهيءَ ناول جو ڪردار گوٽاندا خوني آهي، ائين ٿو محسوس ٿئي ته تو جاڻي واڻي اهو ڪردار اڳتي وڌايو آهي. جيڪو اڳتي هلي خون ڪرڻ جو ڏوهه مڃي به ٿو. ڪرائيم تي لکيل اهو ناول هڪ شاهڪار ڪتاب آهي، پڙهڻ ساڻ پڙهندڙ کي اهو شڪ ٿي بيهي رهي ٿو ته فلاڻو خوني آهي. ڇا توکي اڳواٽ اها خبر نه هئي ته گوٽاندا ڏوهاري آهي؟

موراڪامي: انهيءَ ناول جو پهريون ڊرافٽ جيڪو لکيم ته شروع ۾ مون کي اها خبر نه هئي ته ڪو اهو خوني گوٽاندا هوندو، پر جڏهين پهرئين ڊرافٽ جو 2/3 حصو لکي ويس ته پوءِ مون کي ٿورو ٿورو اندازو ٿيو، جڏهين مون ٿاول جو ٻو ڊرافٽ لکيو ته مون کي گوٽاندا جا ڏيک ورجائي ورجائي لکڻا پيا، ڇاڪاڻ ته مون کي خبر پئجي ويئي ته اهو گوٽاندا آهي.

انٽرويو وٺندڙ: ته ڇا ورجائي ورجائي لکڻ سان اها خبر پئجي ويندي آهي ته تون جيڪر تاثر پهريائين ڊرافٽ ۾ ٿو ڏئين، اهو بئي ڊرافٽ ۾ پڌرو ٿي پوندو آهي؟

موراڪامي: تون صحيح ٿو چوين، پهريون ڊرافٽ ته ڇڙوڇڙ هوندو آهي، انهيءَ ڪري ورجائي لکڻو پوندو اٿم.

انٽرويو وٺندڙ: تون ڪيترا ڀيرا ورجائي ورجائي لکندو آهين؟

موراڪامي: چار يا پنج ڀيرا. پهريون ڊرافٽ لکڻ ۾ ڇهه مهينا ڪن لڳي ويندا اٿم، تنهن کان پوءِ ورجائي ورجائي لکڻ ۾ ست اٺ مهينا لڳندا اٿم.

انٽرويو وٺندڙ: ڏاڍو تيزيءَ سان ٿو لکين؟

موراڪامي: لکڻ ۾ وڏي محنت کان ڪم وٺندو آهيان، منهنجو

سڄو جو سڄو ڏيان لکڻ ڏانهن هوندو آهي، انهيءَ ڪري لکڻ مونکي سولو لڳندو آهي. جڏهين آئون لکڻ جي ڪم تي چڙهيل هوندو آهيان، تڏهين ڪو ٻيو ڪم ڪري نه سگهندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: تون پنهنجي لکڻ واري ڏينهن جو حساب ڪيئن رکندو آهين؟

موراڪامي: جڏهن آئون ناول لکڻ جي چڪر ۾ قاتل هوندو آهيان ته صبح جو چئين وڳي اٿي ڪم ڪي لڳي ويندو آهيان، جيڪو پنج ڇهه ڪلاڪ هلندو آهي. انهيءَ کان پوءِ شام جو روزانو ڏهه ڪلوميٽر ڊوڙندو آهيان يا وري پنج سو ميٽر ترندو آهيان يا وري ٻئي ڪم هڪ ٻئي جي پويان ڪندو آهيان، تنهن کان پوءِ سمهي پوندو آهيان، اهو منهنجو بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي معمول بڻيل آهي. مون لاءِ ورجائي ورجائي لکڻ ايڏو ته اهم هوندو آهي، جڻ ڪنهن مون کي جادو ڪيو هجي. اصل ۾آئون پنهنجو پاڻ تي جادو ڪري دماغ کي گهرائيءَ تائين وٺي ويندو آهيان. پر ڇهن ستن مهينن کان وٺي پوري سال تائين ورجائي لکڻ لاءِ موتمار سيڪت هوندي آهي. فني سگهه حاصل ڪرڻ لاءِ جسماني سگهه تمام ضروري هوندي آهي. (نوٽ: تازا اطلاع اهي آهن ته موراڪامي روزانو 45 ڪلوميٽر ڊوڙندو آهي. مترجم)

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي ناولن جا مرڪزي ڪردار گهڻو ڪري تنهنجي پنهنجي نقط نگاهه جي اظهار کي اڳتي وڌائيندا ويندا آهن. تنهنجو نقط نگاهه حقيقتن جي بدران خوابي آهي. خواب ڏسندڙ خوابن ۾ ئي رهندو آهي؟

موراڪامي: قرب ڪري انهيءَ ڳالهه کي هن طرح سوچ ته منهنجو هڪڙو جاڙو ڀاءُ به آهي. جڏهين آئون ٻن ورهين جو ٿيس ته اسان ٻنهين مان هڪڙو ڀاءُ اغوا ٿي ويو. منهنجي جاڙي ڀاءُ کي تمام پري نيو ويو. انهيءَ کان پوءِ اسين وري هڪ ٻئي کي ڏسي نه سگهياسين. ۽ مهاندا نه ڏيکاري سگهياسين. منهنجي خيال ۾ منهنجي ناولن جو مرڪزي ڪردار اهو منهنجو جاڙو ڀاءُ آهي. اهو ڀاءُ منهنجو حصو نه آهي. پر اهو آئون ناهيان. جيڪڏهن DNA جي حساب سان سوچيم ته پوءِ اسان ٻئي ساڳيا آهيون، پر ڌار ڌار ماحول ۾ رهون ٿا. انهيءَ ڪري اسان ٻنهين جي سوچ ڌار ڌار ٿي سگهي ٿي. جڏهين آئون ڪو ڪتاب لکڻ ويهندو آهيان ته مون کي جيڪي جوتا پيل هوندا آهن. اهي جوتا منهنجي جاڙي ڀاءُ جي جوتن کان ڌار قسم جا هوندا

آهن. ڇاڪاڻ تہ منهنجو وجود ٽڪجي پوندو آهي ۽ منهنجي فرار جو اهوئي رستو هوندو آهي. اها هڪ منهنجي فئنٽسي آهي، جيڪڏهن ڪنهن جي ذهن ۾ فئنٽسي ئي ناهي تہ آخر پوءِ ڪتاب لکڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي ڪتاب Hard Boiled Waterland جي باري ۾ هڪ سوال آهي. انهيءَ ۾ موجود ڌار ڌار ٽڪرن ۾ هڪ خاص قسم جو توازن ۽ ڳانڍاپو پاتو وڃي ٿو. انهيءَ ڪري ڪتاب ۾ حل جو سينس پاتو وڃي ٿو، جيڪو تنهنجن بين ڪتابن خاص ڪري The Wind up Bird Chroncle ۾ نٿو پاتو وڃي ۽ اهو ڪتاب مختلف لڳي ٿو، تہ ڇا تنهنجا خيال ڪتاب جي گهڙت، اهميت ۽ مقصد جي ڏس ۾ ڪنهن خاص نڪتي تي پهچڻ ڪان پوءِ تبديل ٿي ويندا آهن؟

موراڪامي: ها تون صحيح ٿو چوين. اهوئي ڪارڻ اهي جو منهنجا جيڪي پهريان بہ ڪتاب هئا، اهي جپان کان ٻاهر ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ نہ ڇپيا هئا. مون نہ پئي چاهيو تہ ڪو اهي ڪتاب ٻاهر ڇپجن. انهن ڪتابن ۾ اهڙي ڳالهہ نہ هئي، جيڪا تو چئي آهي. منهنجو اهو ڪم ڪنهن حد تائين ٻاراڻو هو. ننڍڙا ڪتاب هئا، انهن ڪتابن ۾ ايترو سگهارو مواد موجود نہ هو، انهن ۾ ڪا اهڙي خاص ڳالهہ نہ هئي.

انٽرويو وٺندڙ: انهن ڪتابن ۾ ڪهڙي ڪوٽ ٿوٽ هئي؟

موراڪامي: اصل ۾ مون اها ڪوشش ڪئي هئي تہ انهن ڪتابن جو گهاڙيٽو جپان جي روايتي ناولن وارو هجي. ڪتاب Deconstruct ۾ مون بين شين کي ڇڏي رڳو گهاڙيٽي تي ڌيان ڏنو هو، جيڪو اصلي هو. پر ٽيون ڪتاب لکڻ کان پوءِ مون کي خبر پيئي تہ ڪاميابيءَ سان ناول ڪيئن لکجي. اهو ٽيون ڪتاب هو A wild sleep chase ، جيڪو مون 1982ع ۾ لکيو. باقي جيڪي پهريان بہ ناول هئا انهن مان مون کي اها مدد ملي تہ مون کي اڳتي هلي ڪري بہ لکڻو آهي. باقي بيو تہ ڪجهہ بہ نہ هو. منهنجي سوچ موجب A wild sheep chase منهنجي لکڻ جي انداز جي شروعات هئي. انهيءَ ڪتاب کان پوءِ منهنجا ڪتاب وڏا ۽ وڏن پويان وڏا ٿيندا ويا. انهن ڪتابن جو گهاڙيٽو گهڻ پاسائو ٿيندو ويو. آئون هر پيري اڳئين ڪتاب کان الڳ ٿي نئين رنگ روپ جا ڪتاب لکندو ويس. مون کي اها ڳالهہ وٺي ويئي تہ اڳئين ڪتاب کي رد ڪندي ڪا بي شيءِ لکان. اهڙي طرح ڪتابن جي موضوع ۽ گهاڙيٽي ۾ تبديلي آئيندو رهيس. هر نئين ڪتاب ۾ آئون لکڻ جي نئين پابندين کي قبول ڪندو ويس ۽ نوان تصور قبول ڪندو ويس. آئون شروع کان وٺي اڄ تائين

ڪتاب جي گهاڙيٽي جي باري ۾ سجاڳ رهيو آهيان. جڏهين آئون گهاڙيٽو تبديل ڪندو آهيان ته اهو گهاڙيٽو وري منهنجي انداز بيان ۾ تبديلي آڻي ڇڏيندو آهي. ڪردارن جي حيثيت تبديل ٿيندي ويندي آهي، جي آئون ذرا ساڳئي طرح جو ڪتاب لکندس ته پوءِ ٽڪجي آزروت ٿي ويندس.

انٽرويو وٺندڙ: پر تنهن هوندي به ڪٿي تنهنجين لکڻين ۾ برابر تبديلي نظر اچي ٿي، پر ڪٿي وري ساڳيو نمونو ظاهر ٿئي ٿو. مثلن، تنهنجا سڀ جا سڀ ناول شروع کان وٺي فرسٽ پرسن ۾ لکيل هوندا آهن، تنهن کان پوءِ سيني ناولن ۾ هڪ مرد جنسي طور تي چارج ٿيل عورتن ۾ گردش ڪندي نظر اچي ٿو. انهن عورتن جي وچ ۾ هو نمائو نمائو نظر اچي ٿو، ۽ ائين لڳي ٿو ته جڻ هو پنهنجا ڪٽڪا ۽ خواب پڌرا ڪندو هجي.

موراڪامي: منهنجن ناولن ۾ اظهار جو ذريعو عورتون آهن يا ائين ڪٺي سمجهه ته ڪانڌ ڪا عورت واقعي ڪي جنم ڏئي ٿي. اهو هڪ اهڙو تاجي پيٽو آهي جنهن جي ذريعي مک ڪردار جي صورت ۾ پنهنجي يا وري عورت جي ڏسيل وات جي ذريعي تصور جو اظهار ڪري ٿو.

انٽرويو وٺندڙ: اظهار جي انهن ذريعن ڪي وڪٽورين معنيٰ ۾ ڏسجي يا وري نفسياتي طور تي ڏسجي؟

موراڪامي: منهنجي خيال ۾ سيڪس ڪي دليان جانان ڪيل واعدن ۽ لڳ لاڳاپي جي صورت ۾ ڏسڻ گهرجي. جيڪڏهن سيڪس صحيح انداز ۾ ٿئي ٿي ۽ سٺي آهي ۽ آرامده آهي ته پوءِ اها اوهان جا زخم پري ٿي ڇڏي. انهيءَ کان سواءِ توهان جا تصور توهان ۾ پرپور زندگي ۽ سگهه پيدا ڪن ٿا. اصل ۾ اها هڪ اهڙي وات آهي، جيڪا اوهان ڪي ايڪپرو وٺي ڪنهن بهتر هنڌ پهچائي ٿي. انهيءَ ڪري منهنجين ناولن ۾ عورتون اظهار جو ذريعو آهن. عورتون ئي اوهان کي نئين دنيا جو ڏس ڏين ٿيون. انهيءَ ڪري ئي منهنجن ناولن ۾ عورتون اڳتي وڌي مرڪزي ڪردار سان وڃي گڏجن ٿيون، جڏهين ته مرڪزي ڪردار اڳتي وڌي وٺن نٿو وڃي.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجن ناولن ۾ ٻن قسمن جون خاص عورتون نظر اچن ٿيون. هڪڙو قسم اهو آهي جنهن ۾ مرڪزي ڪردار وڏي سچائيءَ سان دليان جانان عورت سان محبت ڪري ٿو، پر اها عورت ڪجهه وقت مرڪزي ڪردار سان نڀائڻ کان پوءِ ڪيڏانهن گم ٿي وڃي ٿي. جنهن جي نتيجي ۾ مرڪزي ڪردار اباٽڪو بڻجي يادن جي دنيا ۾ گم رهي ٿو. عورت جو ٻيو

قسم اهو آهي تہ هوءَ وڏي دل ڌاري، مرڪزي ڪردار وٽ پهچي ڪيس آٿت ڏئي ٿي. مدد ڪري ٿي ۽ مرڪزي ڪردار سان گڏجي ڳولا ڪري ٿي. هوءَ مرڪزي ڪردار کي پنهنجو ٻڌائي ٿي تہ جيئن اباڻڪو مرڪزي ڪردار يادن کي وساري ڇڏي. اها ٻئي قسم جي عورت دل جي ڳالهہ زبان تي آڻيندي دير نٿي ڪري، پنهنجي وات پاڻ ناهي ٿي ۽ سيڪس ۾ کلي سامهون اچي ٿي. اهڙي طرح عورت سان مرڪزي ڪردار بکو ۽ بک هوندو آهي ۽ پهرئين عورت جي برعڪس هو انهيءَ ٻئي عورت جي اڳيان کلندو ويندو آهي. کل پوڳ ڪندو آهي ۽ اڳيون ڳالهيون وساري ڇڏيندو آهي، اهڙي قسم جون عورتون تخليق ڪرڻ مان تنهنجي مراد ڇا آهي؟

موراڪامي: منهنجو مرڪزي ڪردار هر وقت روحاني دنيا ۽ حقيقي دنيا جي وچ ۾ ڦاٿل هوندو آهي. روحاني دنيا ۾ عورتون توڙي مرد خاموش، ذهين ۽ درگذر ڪرڻ وارا هوندا آهن. باقي جيڪا هيءَ حقيقي دنيا اسان جي سامهون آهي، انهيءَ ۾ عورتون چست، ڦڙت، کل پوڳ ڪندڙ ۽ هاڪاري رويو رکندڙ هونديون آهن، پر مرڪزي ڪردار مرد جو دماغ ٻن مختلف دنيائن جي وچ ۾ ڦاٿل هوندو آهي تہ ڪيڏانهن وڃي ڪيڏانهن وڃجي. هو ڪو بہ رستو چوندي نہ سگهندو آهي. منهنجي خيال ۾ منهنجي ڪم جي نشانين مان هڪڙي نشاني اها بہ آهي. منهنجي ناول Hard Boiled Wonderland ۾ اها ڳالهہ پڌري نظر ايندي. انهيءَ ناول جو مرڪزي ڪردار ذهن توڙي جسماني طور تي ٻن دنيائن ۾ ورهايل هوندو آهي. ٻئي پاسي Norwegian wood ۾ جيڪي بہ ڇوڪريون هونديون آهن، انهن جو مرڪزي ڪردار توڙ تائين ڦاٿل هوندو آهي تہ ڪهڙيءَ کي چونديان ۽ ڪهڙيءَ کي ڇڏي ڏيان.

انٽرويو وٺندڙ: پر انهيءَ ناول ۾ تنهنجيون همدرديون انهيءَ ڇوڪريءَ سان آهن، جيڪا خوش مزاج هوندي آهي. پڙهندڙ ذهني طور تي اهڙي ڪردار سان لڳ لاڳاپا پيدا ڪندو آهي، جيڪو مختلف موڊن ۾ رهندي بہ زندگيءَ جو وڏيڪ ثبوت ڏئي ٿو. اهڙو ڪردار هڪ طرح سان ڪرنسي بہ هوندو آهي. Norwegian wood پڙهندي منهنجو ڌيان ميڊوريءَ ڏانهن گهڻو ڇڪيل رهيو.

موراڪامي: ٻين پڙهندڙن جي اها بہ راءِ آهي. گهڻن جو ڌيان ميڊوريءَ ڏانهن ويندو آهي. تنهن کان پوءِ خود مرڪزي ڪردار بہ آخر ۾ ميڊوري چونڊ ڪري ٿو. پر سندس روپي جو ڪجهہ حصو لاڳيتو ٻئي دنيا ڏانهن رهي ٿو، جنهن کان هو پنهنجو پاڻ کي الڳ ڪري نٿو سگهي. سندس ڪردار جو اهو

پاسو بنيادي آهي. گهڻن ماڻهن جي دماغ ۾ اها بيماري وينل آهي ته ڪائنات سندن حصو آهي. اسان وٽ چريائي ۽ سمجهه هڪ ئي سڪي جا ٻه پاسا آهن. مون کي اهو به پورو پورو يقين آهي ته سڪي جا اهي ٻئي پاسا هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن. منهنجي دماغ ۾ جيڪا چريائي وينل آهي، انهيءَ کي آئون لکڻ وقت چڱيءَ طرح جانچي وٺندو آهيان. اها چريائي اصل ۾ هڪ دماغي ڪيفيت آهي، جيڪا غير معمولي ۽ غير حقيقي هوندي آهي. اهڙي صورت ۾ مون کي رکي رکي سمجهه واري پاسي موٽڻو ٿو پوي ته آخر هيءَ دنيا آهي ڇا؟ ٻين اکرن ۾ ائين ڪٿي چئون ته انهيءَ ناول جو مرڪزي ڪردار ٻن عورتن کان مدد حاصل ڪرڻ ٿو چاهي. ڇاڪاڻ ته انهن ٻنهين جي مدد کان سواءِ اهو مرڪزي ڪردار اڳتي وڌي نٿو سگهي. در حقيقت مون جيڪو ناول Norwegian wood لکيو آهي، اهو هڪ سئون سڌو ۽ سولو ناول آهي.

انٽرويو وٺندڙ: جي ائين آهي ته پوءِ ته مون کي ريڪو جو ڪردار وڏيڪ دلچسپ ٿو لڳي. مون کي خبر ناهي ته ريڪو جي ڪردار کي ڪٿي رکجي. لڳي ٿو ته سندس هڪڙو پير هڪڙيءَ دنيا ۾ ٻيو پير ٻئي دنيا ۾ آهي.

موراڪامي: ريڪو اڌ چري ۽ اڌ سمجهو آهي. اهو سڀ ڪجهه بلڪل يوناني ماسڪ وانگر آهي. جي تون انهيءَ ڪردار کي هن طرفان ڏسندي ته ريڪو توکي اداس ۽ مايوس لڳندي، جي هن طرفان ڏسندي ته هوءَ خوش باش نظر ايندي. مون جڏهين ريڪو جو ڪردار پئي لکيو، تڏهن آئون ڏاڍو خوش هوندو هوس.

انٽرويو وٺندڙ: هونئن تنهنجا جيڪي ڪردار زنده دل آهن، انهن سان تنهنجو گهڻو لڳاءُ هوندو آهي ڇا؟ مثلن ميدوري، جي هاڪاسان هارس وغيره. انهن کان پوءِ ناٺوڪو به اچي وڃي ٿو.

موراڪامي: آئون زنده دليءَ سان ڀرپور مڪالما به لکندو آهيان. جيڪي مون لاءِ هڪ قسم جي ونڊر به هوندا آهن. پر جي سڄي جي سڄي ناول ۾ سڀ جا سڀ ڪردار هوندا آهن ته اهي مون کي آزروت ڪري ويهندا آهن. باقي جيڪي خوش-دل ڪردار هوندا آهن، اهي مون کي لاڳيتو ذهن ۾ پالڻا پوندا آهن. جڏهين توهان بلڪل سنجيده هوندا آهيو ته توهان سرد مزاج بڻجي ويندؤ ته پوءِ اوهان هيڏانهن هوڏانهن تيز ڪائي ويندؤ ۽ سنجيدگي اوهان لاءِ هڪ مسئلو بڻجي ويندي. پر جڏهين اوهان

خوش مزاجيءَ جي موڊ ۾ هوندؤ ته پوءِ توهان ۾ نِهراءُ هوندو آهي، مرڪندي مرڪندي جنگ ڪونه وڙهبي آهي.

انٽرويو وٺندڙ: ڪجهه ناول نگار اهڙا به آهن، جيڪي وڏي زور شور سان ڪنهن هڪ خاص نڪته نگاهه ۾ گنبل هوندا آهن ۽ انهن ۽ انهيءَ جي پرچار ڪندي بار بار پيا لکندا آهن. منهنجي خيال ۾ ناولن Hard Boiled Wonderland ۽ Dance Dance Dance ۾ ساڳيو موضوع مختلف اندازن ۾ لکي پڙهندڙ کي آڇيو آهي. مثلن مرد کي رڻ ۾ رولڻ، مرد جو گم ٿي وڃڻ، مرد جي خواهش جي اڻ تڻ، عورت کي ڪڏهين به وسارڻ جي مجبوري، مرد جي خواهش ته گم ٿيل عورت هٿ اچي وڃي، وڃائجي ويل جي هٿ اچڻ جي ڪوشش ۽ مرد جي زندگيءَ کان انڪاري هئڻ، تون انهيءَ ڳالهه کي مڃين ٿو ته آئون جيڪي ڪجهه تنهنجي ڪردار نگاريءَ جي باري ۾ چوان ٿو اهو صحيح آهي؟

موراڪامي: ها.

انٽرويو وٺندڙ: انهيءَ جو ڪارڻ؟

موراڪامي: مون کي خبر ناهي ته آئون اهي سڀ شيون ورائي ورائي پيو لکندو رهندو آهيان. اهو سڀ ڪجهه مون ارونگ جي ڪم ۾ ته نه ڏٺو آهي ته سندس هر ڪتاب ۾ ماڻهوءَ جي جسم جو ڪونه ڪو عضوو غائب هوندو آهي. مون کي خبر ناهي ته هو گم ٿي ويل عضون جي باري ۾ ڇو لکندو آهي. ٿي سگهي ٿو ته هو پنهنجي پاڻ کي سڃاڻي نه سگهيو هجي، آئون به شايد پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي نه سگهيو هجان. منهنجي هر مرڪزي ڪردار کان به ڪانه ڪا شيءِ گم ٿي ويندي آهي ۽ هو انهيءَ جي ڳولا ۾ رهندو آهي. اهو سڀ ڪجهه هولي گرائل يا فلپ مارلو وانگيان آهي.

انٽرويو وٺندڙ: مطلب ته جيستائين ڪنهن کان ڪاشيءِ گم نٿي ٿئي، تيستائين ڳولڻ وارو نه هوندو آهي؟

موراڪامي: صحيح جڏهين منهنجي ڪنهن مرڪزي ڪردار کان ڪجهه گم ٿي ويندو آهي، تڏهين کيس ڳولا ڪرڻي پوندي آهي. اهو مرڪزي ڪردار اوڊيسوس وانگيان هوندو آهي، اوپرين ۽ نئين شين جي ڳولا ڪندي کيس مختلف تجربن مان گذرڻو پوندو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: ڳولا ڪندي ڪندي کيس رڪي رڪي گهر به موٽڻو پوندو آهي.

موراڪامي: ظاهر آهي ته تجربن مان گذرندي کيس بچڻو ته

هوندو آهي. نيٺ گم تيل کي ڳولي به لهندو آهي. پر پوءِ به کيس اها پڪ نه هوندي آهي ته هن اها ساڳئي شيءِ ڳولي لڌي به آهي. منهنجي خيال ۾ منهنجن ڪتابن جي اها خاص نشاني به آهي ته مرڪزي خيال به آهي. اهو سڀ ڪجهه ڪٿان ٿو اچي، انهيءَ جي مون کي خبر ناهي، شايد مون کي ڪو دورو پوندو آهي. اهو دورو منهنجي ناولن ۽ ڪهاڻين ۾ ڦاٿ ڪائيندو آهي. گمشدگي، ڳولا ۽ ليپي پوڻ، انهيءَ ڪانسواءِ هڪ قسم جي مايوسي توڙي هن دنيا جي باري ۾ ڪا نئين قسم جون سجاڳيون هونديون آهن.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجي مايوسيءَ جي وات ڪنهن خاص قسم جي خوشيءَ ڏانهن ويندي آهي ڇا؟

موراڪامي: صحيح ٿو چوين، خود تجربي ۾ به هڪ پنهنجي معنيٰ رکيل هوندي آهي. انهيءَ حساب سان مرڪزي ڪردار مختلف تجربن مان گذرندي پنهنجو پاڻ کي تبديل ڪندو ويندو آهي. اهائي خاص ڳالهه آهي هو جيڪي ڪجهه ڳولي لهي ٿو، اها خاص ڳالهه ناهي، پر جن تجربن مان گذري ٿو، اهائي خاص ڳالهه آهي.

انٽرويو وٺندڙ: هاڻي اچجي تنهنجن ڪتابن جي تجربن تي. تون پاڻ به ٻين ٻولين جي ليکڪن جي ڪتابن کي جپاني ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪندو رهيو آهين، تنهن ڪري توکي اها چڱيءَ طرح خبر آهي ته ترجمو ڪندي ڪهڙي ڏکيائين مان گذرڻو پوندو آهي، انهيءَ صورتحال ۾ تون پنهنجا مترجم ڪيئن چونڊيندو آهين؟

موراڪامي: منهنجن ڪتابن جا ٽي مترجم آهن. الفريڊ برنبام، فلپ گابرائيل ۽ جي روبن باقي ائين سو آهي جيڪو چلهه تي، سو دل تي. جيڪو پهرئين اچي، انهيءَ جو وارو پهرئين هوندو آهي. اسان چارئي پاڻ ۾ ڏاڍا نهندا آهيون. انهيءَ ڪري منهنجا مترجم ايماندار آهن. منهنجا ڪتاب چڱيءَ طرح پڙهندا آهن، پوءِ جنهن کي جيڪو ڪتاب وڻندو آهي اهو انهيءَ سان ڳنڍيجي ويندو آهي. ڳالهه چوڻ ڪان پري آهي، اصل واهه واهه ٿيو وڃي، جيڪو ڪتاب ڪي ٻين کان وڌيڪ پسند ڪندو آهي. انهيءَ کي ئي ترجمو ڪرڻ لاءِ چوندو آهيان. پوءِ اهو پنهنجو ڪم شروع ڪري ڏيندو آهي. هڪ مترجم جي حيثيت ۾ مون کي خبر آهي ته منهنجي ڪتاب جو مترجم اهڙو هجي جيڪو ذهني طور تي ڪتاب ۾ گهڻو قائل هجي ۽ جهل ئي نه ڏئي. پر جي ڪو مترجم پلي ڪيڏو به سنو هجي، پر ڪتاب کي پسند نه ڪندو هجي ته اهو چڱو ترجمو اصل ڪم

ڪان وڌيڪ ذڪيو ڪم بہ آهي ۽ وقت بہ گهڻو ٿو وٺي.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجا مترجم تنهنجي ڪنهن ڪتاب جي ترجمي تي پاڻ ۾ اٽڪي تہ نہ پوندا آهن؟

موراڪامي: ڪڏهين بہ نہ. هر ڪنهن وٽ پنهنجي پنهنجي اوليت هوندي آهي. ڌار ڌار ماڻهو آهن، سو سندن ڪردار بہ ڌار ڌار آهن. مثلن منهنجو ناول Kafka on the shore فلپ گابرئيل کي گهڻو وڻي ويو، سو اهو ترجمو ڪرڻ لاءِ ڪٽي ويو، پر جي روبين اهو ڪتاب ترجمو ڪرڻ لاءِ آتو نہ هو. فلپ گابرئيل کليءَ دل ۽ دماغ وارو ماڻهو آهي ۽ پلو ماڻهو آهي. جڏهين تہ جي روبين هر وقت خبردار رهڻ وارو ۽ اختصار پسند ماڻهو آهي. هر ڪم سوچي سمجهي ڪندو آهي. الفريڊ برنبام من مست قسم جو ماڻهو آهي، مون کي خبر ناهي تہ هينئر ڪٿي هوندو. سندس شادي برمي عورت سان ٿيل آهي، جيڪا سياسي طور تي سرگرم ڪارڪن آهي. ڪڏهين ڪڏهين بئي ڄڻا سرڪار جي ور چڙهي ويندا آهن ۽ بندي جيل هليا ويندا آهن. سو اهو وري اهڙو ماڻهو آهي. ترجمو ڪرڻ وقت بہ آزار رهندو آهي ۽ ڪڏهين ڪڏهين اصل نثر کان بہ هٽيو وڃي، اها سندس اسٽائيل آهي.

انٽرويو وٺندڙ: تون مترجمن سان ڪيئن لهہ وچڙ ۾ رهندو آهين؟ اهي ڪيئن ترجمي کي اڳتي وڌائيندا آهن؟

موراڪامي: ترجمو ڪرڻ دوران اهي مون کان ڪوڙ ساريون شيون پڇندا آهن. جڏهين ترجمي جو پهريون ڊرافٽ لکي پورو ڪندا آهن تہ مون کي ضرور ڏيکاريندا آهن، ڪڏهين ڪڏهين ڪين صلاحون بہ ڏينديون پونديون اٿم. منهنجي ڪم جو انگريزي ترجمو تمام گهڻو اهم آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪروشيا ۽ سلووينيا جهڙن ننڍن ملڪن جا مترجم انگريزيءَ تان ئي ترجمو ڪندا آهن. تنهن ڪري انگريزي ترجمي جو انتهائي مناسب هئڻ ضروري آهي. باقي اڪثر ملڪن ۾ تہ سڌو جاپاني ٻوليءَ مان ترجمو ڪيو ويندو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: تو پاڻ جيڪي ترجما ڪيا آهن، اهي اهڙين لکڻين جا ڪيا آهن جيڪي حقيقت پسنديءَ تي ٻڌل آهن. مثلن فٽزجيرالڊ، ارونگ ۽ ڪارور جون لکڻيون. ڇا تون پڙهندڙ جي حيثيت ۾ حقيقت پسنديءَ ڏانهن مائل آهين يا وري اهي لکڻيون ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان توکي انهيءَ طرف مائل ڪن ٿيون تہ توکي انهن لکڻين کان هٽي ڪري لکڻو آهي؟

موراڪامي: مون جن بہ ليکڪن جي ڪم جا ترجما ڪيا آهن،

انهن مان گهڻو ڪجهہ سکيو آهي. اها ڳالهہ چڱيءَ طرح ٻڌي ڇڏ تہ مون حقيقت پسند ليکڪن کان سکيو آهي. جڏهين بہ ڪو ڪتاب ترجمو ڪيو آهي تہ ترجمو ڪندڙ ٻئي ڪنهن پڙهندڙ جي مقابلي ۾ ڪتاب جا ڪيئي راز کلندا ويندا آهن، انهن ليکڪن جي ابتڙ آئون جيڪڏهن جديديت پڄاڻان Post Modernism وارن ليکڪن جهڙوڪ ڊان ڊيللو، جان بارٿ يا وري ٿامس پائنچون جهڙن ليکڪن جو ترجمو ڪريان ها تہ ڪر منهن پَر ڪِري پوان ها. ڇاڪاڻ جو منهنجي چريائي، انهن ليکڪن جي چريائي سان ٽڪرائجي وڃي ها. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ آئون جديديت پڄاڻان وارن ليکڪن جي ڪم کي گهڻو پسند ڪندو آهيان، پر ترجمو ڪرڻ وقت آئون حقيقت پسنديءَ وارن ليکڪن جي چونڊ ڪندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجا آمريڪي پڙهندڙ گهڻو ڪري اها ڳالهہ ڪندا آهن تہ تنهنجو لکيو ڪين جپاني ادب جي ويجهو پهچائي ڇڏيندو آهي. انهيءَ ڳالهہ مان اهو نڪتو ٿو اڀري تہ تون موجوده جپاني ادب جو اهڙو نمائندو آهين. جيڪو مغرب کي ويجهو آهي. آئون انهيءَ ڳڻ ڳوت ۾ آهيان تہ تنهنجا لڳ لاڳاپا جپاني ڪلچر کي ڪيترو ويجها آهن.

موراڪامي: آئون ٻين ملڪن ۾ رهي ڪري اتان جي باري ۾ نہ لکندو آهيان، پر پنهنجي جپانين جي باري ۾ لکندو آهيان. جپان جي باري ۾ لکڻ مون لاءِ وڏي اهميت رکي ٿو.گهڻا ماڻهو چوندا آهن تہ منهنجي لکڻ جو انداز مغرب کي ويجهو هئڻ ڪري ڪاڻن سمجهڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ائين هجي بہ سهي، پر منهنجا ناول منهنجا پنهنجا آهن، جيڪي ڪنهن بہ صورت ۾ مغرب زده ناهن.

انٽرويو وٺندڙ: پر ڪيترائي ماڻهو حوالي طور ٿي توکي آمريڪي بيٽ جنريشن سان وڃي ڳنڍين ٿا ۽ اهو چون ٿا تہ بيٽ جنريشن جا ليکڪ جپان جي سرزمين تي نهڪي اچن ٿا

موراڪامي: اها وري ڪهڙي ڳالهہ ٿي، جڏهين آئون اهو ٿو لکان تہ ڪو ڪردار ميڪڊونلڊ ۾ ويهي برگر کائي ٿو، تڏهين آمريڪين کي اها حيرت ٿيندي هوندي تہ هڪڙو جپاني ماڻهو پنهنجو ڪاڏو ٽافو ڇڏي برگر ڇو ٿو کائي؟ پر اسان لاءِ تہ هتي ميڪڊونلڊ ۾ ويهي برگر کائڻ تہ عام ۽ فطري ڳالهہ آهي ۽ روزمره جو ڪم آهي. ڳالهہ نہ ڳالهہ جي مهاڙ.

انٽرويو وٺندڙ: ڇا تون اهو چئي سگهين ٿو تہ تنهنجا سڀ جا سڀ

ڪتاب جپان جي شهرن واري زندگيءَ ڪي پختگيءَ سان چٽين ٿا؟

موراڪامي: هن ملڪ ۾ جنهن طريقي سان ماڻهو اٿ ويهه ڪن ٿا، جنهن طريقي سان ڳالهيون ڪن ٿا، جنهن طريقي سان رد عمل ڏيکارين ٿا ۽ جنهن طريقي سان سوچين ٿا ته اهو سڀ ڪجهه جپاني آهي. مون تي ڪنهن به جپانيءَ پڙهندڙ اها ميار نه رکي آهي ته ڪو آئون هتي ڌاريو لڳان ٿو يا ڌاريو لکان ٿو. منهنجي ته اهائي ڪوشش هوندي آهي ته آئون جپانين جي باري ۾ لکان. آئون اهوئي ڪجهه لکندو آهيان جيڪي اسان آهيون، جيئن اسان پنهنجو ملڪ ڇڏي ٻاهر ٿا وڃون يا وري اهو ته اسان تي هتي ڇو آهيون، منهنجو مرڪزي خيال ته اهوئي هوندو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: تون ڪنهن هنڌ پنهنجي ناول The Wind up Bird Chronicle جي حوالي سان اها ڳالهه ڪئي آهي ته توکي پنهنجي پيءُ ۾ ڏاڍي دلچسپي آهي ته ساٺس سندس هن پيڙهيءَ ۾ ڇا وهيو واپريو. پر تنهنجي ناول ۾ ڪٿي به ڪو اهڙو ڪردار نظر نٿو اچي: جيڪو تو لاءِ اباڻي حيثيت رکندو هجي. ڪنهن بئي ڪتاب ۾ به سندس وجود نظر نٿو اچي، تنهنجي اها دلچسپي ڪٿي آهي؟

موراڪامي: منهنجا سڀ ناول گهڻو ڪري فرسٽ پرسن ۾ لکيل آهن. منهنجي مرڪزي ڪردار جو خاص ڪم هوندو آهي، سندس آس پاس ٿيندڙ شين کي ڏسڻ ۽ ڪتڻ هو اهوئي ڪجهه ڏسي ٿو. جيڪو کيس ڏسڻ کپي، جن لفظن ۾ ائين ڪٿي چئون ته هو انهيءَ ڳالهه سان ٻڌل آهي ته کيس اهوئي ڪجهه ڏسڻ گهرجي، جيڪو کيس مخصوص وقت تي درپيش ايندو هجي. مون کي شايد اهو پڻ چوڻ کپي ها ته منهنجو مرڪزي ڪردار The Great Gastby ناول جي مرڪزي ڪردار نڪ ڪئريوي وانگيان آهي. منهنجو مرڪزي ڪردار ڪنهن جي ڌڙ ۾ نه هوندو آهي ۽ اهو پنهنجي اها خصوصيت توڙ تائين قائم رکندو آهي. هو ڪنهن به صورت ۾ پنهنجن وڏن، مٺن مائٽن ۽ خاندان سان ڪابه واسطيداري نه رکندو آهي. اصل ۾ مون اها ڳالهه انهيءَ حساب سان ڪئي هوندي ته منهنجي خاندان جو جپان جي روايتي ادب ۾ اهم ڪردار رهيو آهي. باقي منهنجي ناول جو مرڪزي ڪردار ته پاڻ پرو ۽ تنها فرد هوندو آهي. تنهن ڪان علاوه انهيءَ جي حيثيت شهر جي رهاڪوءَ واري هوندي آهي. اهو ڪردار آزاد ۽ اڪيلو هوندو آهي ۽ نه ئي هو ڪو ذاتي طور تي بندش ۾ ٻڌل هوندو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: جڏهين آئون تنهنجي ڪهاڻين جي نئين مجموعي ۾ Super frog Saves Tokyo نالي سان ڪهاڻي پڙهي رهيو هوس، جنهن ۾ اهو

ڄاڻايو ويو آهي ته جيڪي ٻه جيت جڻا ٽوڪيو شهر ۾ زيرِ زمين گٽرن جي لائينن ۾ رهن ٿا، انهن مان ٽوڪيو شهر کي خطرو آهي. تڏهين مون کي خيال آيو ته تو ڪٿي پراڻي قسم جي وڏين بدشڪلين اجگر بلائن تي ٻڌل جپاني فلم جهڙي ڪهاڻي ته نه لکي آهي. جپان ۾ اها ڏند ڪٿا به مشهور آهي ته جپان جي ساموندي ڪنارن هيٺان هڪ اهڙو وڏو مانگر مڇ رهندو آهي، جيڪو پنجاهه سالن کان پوءِ اک پٽيندو آهي ته زلزلو اچي ويندو آهي. تون اهڙي قسم جي ڏند ڪٿائن کي ذهن ۾ رکندو آهين ڇا؟

موراڪامي: نه. منهنجي خيال ۾ نه. منهنجي اهڙين ڪلاٽيندڙ ڏند ڪٿائن ۾ ڪا به دلچسپي ناهي. اهڙيون ڳالهيون مون تي اثر ڪونه ڇڏينديون آهن.

انٽرويو وٺندڙ: تون پنهنجين لکڻين ۾ ڦري گهري روزمره جي زندگي جي تفصيل تي اچي ويندو آهين؟

موراڪامي: مون کي ذري پرزي جون ڳالهيون لکڻ وڻندو آهي. ٽالسٽاءِ ته سڀ جون سڀ ڳالهيون تفصيل سان لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر مون وٽ اپٽار لاءِ جيڪا ڳالهه هوندي آهي، اها ايڏي وسيع نه هوندي، ننڍي هوندي آهي. جڏهين توهان ننڍين ننڍين شين تي لکندا آهيو ته انهن کي ويجهو وڃي ڏسڻ ساڻن اُهي شيون چٽيون نظر اينديون آهن. ٽالسٽاءِ وٽ ٻنهين وڏو ڪئنواس هو، تنهن ڪري سندس ناول هٽ جا گهڙيل نظر ايندا آهن. خاص ڪري War and Peace . پر آئون ته اهو ڪجهه ڪندو آهيان، جيڪو توکي ٻڌايم.

انٽرويو وٺندڙ: تنهنجو چوڻ آهي ته گارشيا مارڪيز ۽ ڪافڪا مڪمل طور تي اديب آهن. ڇا تون پنهنجو پاڻ کي مڪمل اديب نٿو سمجهين؟

موراڪامي: آئون جديد دؤر جو ليکڪ آهيان تنهن ڪري ڪائنڻ مختلف آهيان، جنهن زماني ۾ ڪافڪا لکندو هو، انهيءَ زماني ۾ رڳو سنگيت، ڪتاب استيج ناٽڪ هوندا هئا. پر هن وقت انٽرنيٽ، فلمون، وڊيو ۽ ٻيون الاهي ساريون شيون اچي ويون آهن هي دؤر ڇڪتاڻ جو دور آهي. تنهن ڪري وڏو مسئلو ته پڙهندڙ جو وقت آهي. اڻويهين صديءَ ۾ سکين ستابن ماڻهن وٽ وانڍڪائي گهڻي هوندي هئي، تنهن ڪري اهي ٿلها ٿلها ڪتاب پڙهندا هئا. جڏهين اوپيرا ڏسڻ ويندا هئا ته ٽي ٽي چار چار ڪلاڪ ويٺا ڏسندا هئا. اڄ ڪلهه ٻه جي ويهي Moby Dick پڙهبو يا

وري دوستو وسڪي جا ڪتاب ويهي پڙهبا ته اهو ڪم ته پلو آهي، پر اج ڪلهه ماڻهو ايترا مصروف آهن جو ايڏا وڏا ڪتاب پڙهي نٿا سگهن. هاڻي ته ماڻهن ڪي ڳچيءَ مان جهلي پڙهائڻو ٿو پوي.

موجوده فڪشن ۾ ٻين شعبن جا طور طريقا به اچي ويا آهن، انهن شعبن ۾ جاز ۽ راڪ سنگيت، وڊيو گيم ۽ ٻيون اهڙيون شيون اچي وڃن ٿيون. منهنجي خيال ۾ ته فڪشن کي سڀ کان وڌيڪ ويجهيون وڊيو گيمز آهن.

انٽرويو وٺندڙ: وڊيو گيم!

موراڪامي: هاڻي آئون پاڻ ته وڊيو گيم ڪي ويجهو نه ويندو آهيان، پر مون کي اهو احساس ضرور آهي ته اج ڪلهه جي فڪشن ۽ وڊيو گيم ۾ هڪجهڙائي پاتي وڃي ٿي. ڪڏهين ڪڏهين لکندي آئون خود محسوس ڪندو آهيان ڇڻ وڊيو گيم جو ڊزائينر هجان. لکندي لکندي مون کي لڳندو آهي ته وڊيو گيم جي پروگرام جي وچ تي پهتو آهيان. ڪابي هٿ کي خبر ئي نه پوندي آهي ته ساڄو حصو ڇا پيو ڪري. لڳندو اٿم ته ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: تو جيڪو اڳ ۾ چيو ته تون جڏهين لکڻ ويهندو آهين ته توکي اها خبر نه هوندي آهي ته توکي اڳتي هلي ڪري ڇا لکڻو آهي. سو ڪٿي ائين ته ناهي ته تنهنجو ٻيو حصو تنهنجي ڪم کي اڳتي وڌائيندو هجي؟

موراڪامي: منهنجي خيال ۾ لکڻيءَ کي اڳتي وڌائڻ جو ڪم غير شعوري طور تي ٿيندو ويندو آهي. جڏهين آئون لکڻ ۾ ٻڏل هوندو آهيان ته رڳو ايترو سمجهي وٺندو آهيان ته هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ منهنجا به اهي ئي احساس هوندا آهن، جيڪي پڙهندڙ جا آهن. اها هڪ چڱي ڳالهه آهي. جيڪا منهنجي لکڻ جي اسپيڊ کي وڌائي ڇڏيندي آهي پر ڪڏهين ڪڏهين قلم ڪم ڇڏيو وڃي، جي لکڻ جي اسپيڊ حد کان وڌيڪ چڙهيو وڃي ته پوءِ پڙهندڙ به ٿڪ ۽ بوريت جو شڪار ٿي سگهي ٿو، ڪنهن نه ڪنهن هنڌ تي پهچي ليکڪ کي هٿ روڪڻو به ٿو پوي.

انٽرويو وٺندڙ: تون ڪتاب جي پڇاڙي ڪيئن ڪندو آهين؟

موراڪامي: بس، رڳو محسوس ڪندو آهيان ته هاڻي ڪتاب کي اتي ئي ختم ڪرڻو آهي.

انٽرويو وٺندڙ: جاز سنگيت ۽ عام سنگيت جي باري ۾ ڇا خيال اٿيئي؟ جي سنگيت تنهنجي ڪم لاءِ ڪارائتو آهي ته اهو ڪيئن ڪارائتو آهي؟

موراڪامي: آئون تيرنهن يا چوڏهن سالن جو هوس، تڏهين ڪان وٺي جاز سنگيت ٻڌندو پيو اچان. سنگيت ۾ لاهوندين چڙهايون سرنهون آواز ردم، مستي ۽ ڌڪ ۾ ڳارڻندڙ اثر مون کي لکندي جهڙپيندا ويندا آهن. مون پاڻ سنگيت ڪار ٿيڻ پئي چاهيو، پر تمام گهڻي ڪوشش جي باوجود ساز چڱي طرح وڄائي نہ پيو سگهان. انهيءَ ڪري ليکڪ بڻجي ويس. ڪتاب لکڻ بہ ساز وڄائڻ وانگيان هوندو آهي. پهرئين آئون تہ ڪتاب جي موضوع کي تارن وانگر ڇيڙيندو آهيان ۽ پوءِ لکڻ جي ڌن ۾ اچي ويندو آهيان. تنهن ڪان پوءِ لکڻ جي ڌن کي توڙ تائين پهچائيندو آهيان.

انٽرويو وٺندڙ: جيڪو جاز سنگيت آهي. انهيءَ ۾ خود سنگيت جو موضوع گهمندو ڦرندو توڙ ڪندو آهي، تون بہ ائين ڪندو آهين ڇا؟

موراڪامي: ڪڏهين ڪڏهين جاز سنگيت مون لاءِ ذهني سفر آهي ۽ لکڻ جي ڪم ڪان مختلف ناهي.

انٽرويو وٺندڙ: توکي جاز جا ڪهڙا سنگيت ڪار وڻن ٿا؟

موراڪامي: الاهي سارا آهن. هونئن مون کي اسٽيئن گيز ۽ گيري موليگن وڏيڪ وڻندا آهن. جڏهين آئون ڪچي وهيءَ ۾ هوس، تڏهين اهي بئي جتا تڏا تڏا سنگيت ڪار هوندا هئا. انهن ڪان سواءِ مون کي مائيلس ڊيوس ۽ چارلي پارڪر بہ وڻندا آهن. تون اهو پڇندين تہ ڪهڙي سنگيت ڪار سيني جا ٿيا اونڌا ڪري ڇڏيا تہ اهو سنگيت ڪار مائيلس ڊيوس هو. جنهن جو ويهارو سال ڪن جاز سنگيت تي ڌاڪو رهيو. اهو اهو سنگيت ڪار هو، جيڪو لاڳيتو پنهنجي سنگيت ۾ انقلاب آڻيندو رهيو. مون کي تہ بنهين گهڻو وڻي ٿو.

انٽرويو وٺندڙ: ڪولٽراني توکي پسند آيو؟

موراڪامي: ٿورو ٿورو. ڪڏهين گهڻ تہ ڪڏهين وڌ، پر ڌيان چڪائيندو هو

انٽرويو وٺندڙ: ٻئي قسم جي سنگيت جي باري ۾ ڇا خيال اٿئي؟

موراڪامي: مون کي ڪلاسيڪي سنگيت وڻندو آهي، خاص ڪري وارڙيو. ڪلاسيڪي سنگيت منهنجي تازي ڪتاب Kafka on the Shore جو مرڪزي ڪردار چوڪرو ريڊيو هيڊ ۽ پرنس کي ٻڌندو رهندو آهي. مون کي پنهنجي انهيءَ ڪتاب تي اها بہ حيرت آهي تہ خود ريڊيو

هيڏ وارا انهيءَ ڪتاب کي پسند ڪن ٿا.

انٽرويو وٺندڙ: Kafka on the Shore جي باري ۾ ٿورو گهڻو ٻڌائيندي؟

موراڪامي: مون هيستائين جيڪي به ڪتاب لکيا آهن، انهن مان اهو ڪتاب وڏ ۾ وڏ گهڻ پاسائو ۽ ورن وڪڙن وارو آهي. ٻيو تہ نهيو پر The Wind up Bird Chronicle کان بہ وڏيڪ. مون لاءِ اهو ناممڪن آهي تہ انهيءَ ڪتاب جي باري ۾ سڀ ڪجهہ سمجهائي سگهان. انهيءَ ڪتاب ۾ ٻہ ڪهاڻيون سروبر هلن ٿيون. ڪتاب جو مرڪزي ڪردار پندرهن ورهين جو ڇوڪرو آهي، سندس نالو ڪافڪا آهي. ٻئي ڪهاڻيءَ جو مرڪزي ڪردار وري سٺ سالن جو اڻ پڙهيل ماڻهو آهي ۽ لکي پڙهي نٿو سگهي، هونئن تہ سٺو سنئون ماڻهو آهي، ڪيس ٻلين سان ڳالهائڻ جو گر اچي ٿو. ڪافڪا کي سندن پيءُ چٽيون گاريون ڏيندو آهي ۽ ماءُ ڀيڻ هڪ ڪندو اٿس. گارين جا اهي واجڻ ٻڌي ڇوڪرو اتان ڀڄي ڪنهن ڏورانهين علائقي ڏانهن هليو ويندو آهي، پر اتي جڏهين هو نئين دنيا ۾ گهڙندو آهي تہ ڪيس تجربن مان گذرندي اها دنيا اوپري، غير حقيقي ۽ خوابي لڳندي آهي.

انٽرويو وٺندڙ: ڪوبي شهر ۾ تون ننڍو ٿي وڏو ٿئين. ڀلا انهيءَ شهر جي تو وٽ ڪهڙي اهميت آهي؟ ڪوبي هڪ اهڙو شهر، جتي دنيا جهان جا ماڻهو اچي ڪڙڪندا هئا. پر تنهن هوندي بہ ڪوبي شهر جي ٿوري گهڻي سڃاڻپ ۽ اوپرائپ تہ هوندي؟

موراڪامي: پر ڪيوٽو جا ماڻهو ڪوبي جي ماڻهن کان ڏار ۽ اوپرا هوندا هئا. ڪيوٽو جي چوڌاري وڏا وڏا جبل آهن، تنهن ڪري سندس ذهنيت مختلف هئي.

انٽرويو وٺندڙ: پر تون ڄائو تہ ڪيوٽو ۾ هئين، اها ڳالهہ صحيح آهي؟

موراڪامي: ها، اها ڳالهہ تہ صحيح آهي، پر ٻن ورهين جو هوس تہ اسان لڏي اچي ڪوبي ۾ وينا هئاسين. سو مون کي اتان جوئي سمجهہ. ڪوبي شهر جبلن کان ٿوري پنڌ تي سمنڊ جي ڪناري هڪ ڊگهين پٽيءَ ۾ هو، مون کي ٽوڪيو نٿو وڻي. هتي ايڏي تہ يڪسانيت آهي ۽ ڦهلاءُ آهي هو منهنجي سرت کان تہ ٻاهر آهي، مون کي اصل پاڻ ڪونہ پوي.

انٽرويو وٺندڙ: مون کي خبر آهي تہ تون دل جي چئي تي لڳي

ڪٿي به رهي سگهين ٿو پر پوءِ به هتي رهيو پيو آهين؟

موراڪامي: هتي رڳو انهيءَ ڪري رهيو پيو آهيان جو هيڏي گجگاهه شهر ۾ مون کي ڪو سڃاڻي ئي ڪونه. هتي رهڻ ائين آهي جيئن ڪو ماڻهو نيويارڪ ۾ رهيو پيو هجي، جيئن ته هتي مون کي ڪو نٿو سڃاڻي. تنهن ڪري بنا اتڪاءَ جي ڪٿي به وڃي سگهان ٿو. جڏهين شهر ۾ هلندڙ ريل گاڏيءَ ۾ چڙهندو آهيان ته ڪوبه ماڻهو ڳچيءَ ۾ ڪونه پوندو اٿم. ٽوڪيو جي آس پاس ۾ هڪ ننڍڙي شهر ۾ منهنجو گهر آهي، اتي سڀ ماڻهو مون کي سڃاڻندا آهن. آئون اتي جڏهين سير تي نڪرندو آهيان ته آئي وئي کي خبر هوندي آهي ته آئون ڪير آهيان. ڪڏهين ڪڏهين وات تي ملندڙ ماڻهو رت به ڪندا آهن.

انٽرويو وٺندڙ: شروعات ۾ تو ريبو موراڪامي جو ذڪر ڪيو، تنهنجن ڳالهين مان لڳو ته همراهه وٽ ليکڪ جي حيثيت ۾ ڪا ڏار ايجنڊا آهي.

موراڪامي: آئون ته جديديت پڄاڻان جو ليکڪ آهيان، پر ريبو موراڪامي وري عام ليکڪن جي قطار ۾ ئو اڇي، پر مون جڏهين سندس ناول Coin locker Babies پڙهيو.هٽي مون کي وجائي ڇڏيائين.سندس ريس ۾ اڇي مون اهو فيصلو ڪيو ته سندس ان ناول جهڙو ڪو سگهارو ناول لکان. انهيءَ کان پوءِ مون A Wild Sheep Chase لکڻ شروع ڪيو. سو اها هڪڙي قسم جي ريس هئي.

انٽرويو وٺندڙ: ريبو موراڪامي تنهنجو دوست آهي ڇا؟

موراڪامي: ها، هڪ ٻئي سان واسطيداري رکندا هئاسين. گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٻئي جا دشمن ته ڪونه هئاسين. ريبو موراڪامي هڪ فطري، سگهارو ۽ ڏات وارو ليکڪ هو. ائين لڳندو هو جڻ سندس زمين هينان ڪو تيل جو کوهه هجي، پر مون وارو تيل جي کوهه ايترو ته هيٺ آهي جو وڏي کوٽ کوٽان ڪرڻي تي پوي. وڏي هڻ پٽ. کنڌ کوهه ۽ محنت ڪرڻي تي پوي. وقت ۾ به ڏاڍو گهڻو ٿو لڳي. پر جڏهين آئون انهيءَ پنهنجي تيل تائين پهچي ويس ته پوءِ مون ۾ لکڻ جي سگهه به اچي ويئي ۽ پاڻ پرو به ٿي ويس منهنجي سڄي زندگي نيمن تي ٻڌل رهي آهي، اهو ڪم پلو ٿيو جو آئون کوٽ کوٽان ڪندو ڪندو رهيس ۽ نيٺ تيل ڪڍيم.

***



اصل ۾ حقيقت اِها آهي تہ ڪافي وقت ڪان وٺي پاڻ ڪان ڪيترائي نوجوان اها گهر ڪندا پئي آيا آهن تہ ڪين لکڻ سيکاريان. اهڙي خواهش تي مُنجهي پوندو هوس تہ ڪين چئجي تہ ڇا چئجي ۽ اها ڳالهہ ڪيئن سمجهائجي تہ تخليقي ادب سِکيو نہ ويندو آهي، پر اندر ۾ ڪي پوت ويٺل هوندا آهن، جيڪي ماڻهوءَ کي لکرائيندا آهن. پر مونجهاري جي باوجود انهيءَ سوچ ۾ رهيس تہ ڪٿان ڪو اهڙو رستو ڪڍجي جو ڳالهہ رهجي اچي. سوچيندي سوچيندي نيٺ انهيءَ نتيجي تي پهتس تہ دنيا جي مختلف ليکڪن لکڻ جي باري ۾ ۽ پنهنجو پاڻ جي باري ۾ جيڪي ڀرپور انٽرويو ڏنا آهن، انهن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري پڙهندڙن جي اڳيان رکجن تہ جيئن ڪي نوان لکندڙ انهن انٽروئين ۾ پنهنجو پاڻ کي ڳولي سگهن تہ ٻئي پاسي عام پڙهندڙ بين الاقوامي تخليقي ادب جي ڪٽ ڪري ڏسن تہ اسان جو سنڌي ليکڪ ۽ شاعر ڪٿي بيٺل آهي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَڻَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)